# هاشمين جو چنڊ

(حضرت غازي عباس علمدار عليه السلام جي سيرت)




ترجمو ۽ ترتيب

**منور ٻُٽ**

# هاشمين جو چنڊ

## سيرت غازي عباس علمدار عليه السلام

سنڌيڪار

**منور ٻُٽ**

حيدري ڪتب خانہ

قدم گاهہ مولا عليؑ

حيدرآباد سنڌ

ڪتاب جو نالو: هاشمين جو چنڊ (سيرت غازي عباس علمدار عليه السلام)
سنڌيڪار: منور ڀُٽ
ڇاپو پهريون: 2012ع
ڪمپوزنگ: حبيب قادر قريشي
روشني ڪپوزرس، حيدرآباد
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد.
قيمت: 200.00 روپيا

# فهرست

## أموي سلطنت



## هجرت



## ڪربلا

# پنهنجي پاران

جڏهن محترمہ عصمت چغتائي جو ڪربلا جي سانحي تي ناول جي صورت ۾ لکيل اردو ڪتاب "اک قطره خون" جو ترجمو ڪري "رڻ سچوئي رت ڦڙا" جي نالي سان سنڌي روپ ڏئي رهيو هيس تہ ڪتاب جي ترجمي دوران حضرت غازي عباس علمدار عليہ السلام طرفان پيش ڪيل قربانين ڪي عقيدت جو سجدو ڪندي ذهن ۾ اهو پڪو پهہ ڪيو تہ ڪوشش ڪري غازي عباس علمدار عليہ السلام جي خدمت ۾ عقيدت پيش ڪرڻ لاءِ سنڌي پڙهندڙن جي هٿن تائين ڪو ڪتاب ضرور پهچائيندس.

محترم علامہ ذيشان حيدر جوادي صاحب جو اردو ۾ لکيل ڪتاب "قمر بني هاشم" نظرن مان گذريل هيو. پر منهنجي دلي تمنا هئي تہ جنهن ترتيبي سلسلي سان حضرت علي عليہ السلام جي سيرت پاڪ جو ڪتاب "سيرت علي المرتضيٰ عليہ السلام" پيش ڪيو اٿم، غازي عباس علمدار عليہ السلام جي سيرت جو ڪتاب بہ اهڙي ئي ترتيبي سلسلي سان اچڻ گهرجي.

افسوس تہ مونکي اهڙي ترتيبي سلسلي سان ڪو ڪتاب ملي ڪونہ سگهيو انهيءَ ڪري پنهنجي محبت جي اظهار ۽ عقيدت کي پيش ڪرڻ لاءِ مختلف ڪتابن تان مواد کي سهيڙي ڪتاب کي ترتيب ڏيڻ شروع ڪيم. البت ڪتاب جو نالو "هاشمين جو چنڊ" رکڻ کي ترجيح ڏنم. هن ڪتاب ۾ آيل مواد لاءِ هيٺين ڪتابن کي ذريعو بڻايو ويو آهي:

1. سيرت علي المرتضيٰ عليہ السلام. سنڌيڪار: منور ٻٽ.

2. قمر بني هاشم، اردو، ازسيد ذيشان حيدر جوادي.
3. فرزندِ رسول مولا حسن عليہ السلام، اردو، از پرفيسر ڊاڪٽر سيد منظور حسين ڪاظمي.
4. صلح امام حسن عليہ السلام، اردو، ثاقب پبليڪيشنز لاهور.
5. ذڪرِ عباس عليہ السلام، اردو، عباس پبليڪيشنز پشاور.
6. ڪربلا جي تاريخ، سنڌي، اسد بوڪ ڊيپو حيدرآباد.
7. تاجدارِ وفا عباس ابن علي، اردو، عصمہ پبليڪيشنز ڪراچي.
8. ڪربلا جي بهادر عورت، سنڌي، حيدري ڪتب خانو پٽ شاهہ حيدرآباد.
9. رڻ سڄوئي رت ڦڙا، سنڌي، سنڌيڪار: منور پٽ.

الله تعاليٰ جي مهرباني ۽ پنجتن پاڪ عليهم السلام جي رهنمائي سان پنهنجي تمنا کي ڪنهن حد تائين پورو ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي، عقيدت جي موتين کي مؤمنن جي هٿن تائين پهچائي رهيو آهيان. ڌڻي در دعا آهي تہ منهنجي هن ڪاوش کي قبول فرمائي ۽ هن ڪتاب کي انسانن جي دل ۾ عام طور ۽ مسلمانن جي دل ۾ خاص طور پنجتن پاڪ ۽ سندن اولاد جي محبت پيدا ڪرڻ جو ذريعو بڻائي. آمين.

مُنورپُٽ

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# حسب نسب

## نسبي حالات

دنياوي علمن ۾ انهيءَ ڳالهه کي تسليم ڪيو ويو آهي تہ انسان ۾ رت ۽ خاندان جا اثر گهڻي حد تائين موجود رهن ٿا. انسان جي سيرت ڏاهپ، فطري صلاحيت، لاڙن ۽ ذهني اوسر جي تڪميل ۾ موروثي اثرن کي گهڻو دخل هوندو آهي. اهي مختلف شڪلين ۾ ظاهر ٿيندا آهن.

هاشمي خاندان جي سيرت کي پڙڪندڙ جذبات ۽ ٻرندڙ احساسن سان وڏي حد تائين انهيءَ ڪري چولي دامن جو واسطو آهي جو ان خاندان ۾ ڪيترائي نہ رڳو پاڻ شهادت جي رتبي تي پهتا پر پنهنجي خاندان جي اڻ ڳڻين شهيدن جا مثالي اڳواڻ بہ رهيا. هاشمي خاندان جي تاريخي سيرت ۾ جهاد ۽ تڪليفون برداشت ڪرڻ دوران رت ڳاڙيندڙ داستانن جو هڪڙو ڊگهو ۽ اڻ ڪٽ سلسلو موجود رهيو آهي. ڪڏهن ڪجهہ وڏي عمر وارا ماڻهو نظر ٿا اچن، جن تي سندن ٻڍاپي وقار، شان و شوڪت، عظمت ۽ جلال جو پاڇو وجهي ڇڏيو آهي، پر ظالم جي تلوار اڳتي وڌي ٿي ۽ انهن بزرگن جي زندگي جي ڏور ڪي ڪٽي ٿي ڇڏي. وري ڪڏهن ڪي معصوم ٻارڙا ڏسڻ ۾ اچن ٿا جن جو ٻارپڻو زندگيءَ جي شروعاتي عمر واري منزل ۾ ئي ظلم، درندگي ۽ بي رحمي جي ڪارائي سان ڪپيو وڃي ٿو.

اهوئي نہ! ڪڏهن ڪڏهن انهن تي ظلم جا اهڙا پهاڙ ڪيرايا ويا جو اهي موت جي دروازي تي پهچي ٿي ويا. بيوسي ۽ لاچاري جي انهيءَ عالم ۾ بہ انهن کي ماني جي هڪڙي ڳيي ۽ پاڻيءَ جي هڪڙي ڍُڪ لاءِ

سگهايو ٿي وڃي. انهن جي پيڙهائن ڀري زندگيءَ جي ڪهاڻي ايتري تہ دل ڏارينڌڙ ۽ ڀيانڪ آهي جو انساني جذبات تہ ڇا پر صبح ۽ شام جون گردشون ۽ ڪائنات جا مظهر بہ ان کي ٻڌي رت جو لباس پائي وٺن تہ انهيءَ ۾ ڪا حيرت جي ڳالهہ ڪونہ هوندي!!

## ابا ڏاڏا

حضرت عباس علمدار عليہ السلام جا ابا ڏاڏا(ڏاڏنگ) يعني بنوهاشم وارا عربستان ۾ سيني عربن کان گهڻي عزت وارا ۽ مٿانهين رتبي وارا هيا. سندن پيڙهيءَ جو سلسلو ابوالانبياء حضرت ابراهيم عليہ السلام کان ٿيندو ابوالبشر حضرت آدم عليہ السلام تائين پهچي ٿو. حضرت ابراهيم عليہ السلام جي اولاد مان ڪيترائي معزز حضرات نبوت ۽ رسالت جي رتبي سان نوازيا ويا. جتي نبين ۽ رسولن جو اهو سلسلو خاتم الانبياء حضرت محمّد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي اچي پورو ٿيو تہ اتي ٻئي پاسي حضرت علي عليہ السلام جي وسيلي انسانن جي هدايت لاءِ امامت جو سلسلو شروع ٿيو. اسان جو پيارو رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ امام المتقين حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام هڪڙي ئي پيڙهيءَ جي بنيادي سلسلي مان هيا.

حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ حضرت علي عليہ السلام جا جدامجد حضرت اسماعيل عليہ السلام اڃا ٻاراڻي عمر ۾ هيا تہ الله تعاليٰ جي حڪم سان سندن والد سڳوري حضرت ابراهيم عليہ السلام کين سندن امڙ سائڻ حضرت هاجران رضي الله تعاليٰ عنها سان گڏ شام ملڪ جي علائقي مان وٺي اچي عربستان جي هڪڙي رڻ پٽ ۾، جنهن جاءِ تي هن وقت ڪعبت الله شريف آهي، ڇڏي شام موٽي هليا ويا. ليڪن وقت بہ وقت سندن ملاقات ۽ سارسنڀال لاءِ ايندا رهندا هيا. حضرت اسماعيل عليہ السلام جڏهن چڱي عمر جا ٿيا تہ الله تعاليٰ سندن والد سڳوري کي هڪڙي وڏي آزمائش ۾ وڌو جنهن ۾ پاڻ پوري ثابت قدمي ۽ وڏي حوصلي سان ڪامياب ٿيا. يعني جڏهن حضرت ابراهيم عليہ السلام کي خواب ۾

الله تعاليٰ جو حڪم ٿيو ته پنهنجي پياري پٽ حضرت اسماعيل عليه السلام کي خدا جي راهه ۾ قربان ڪري ته پاڻ پنهنجي پياري پٽ سان الله تعاليٰ جي حڪم جو ذڪر ڪيائون. فرمانبردار پٽ جواب ڏنو: "بابا سائين! اوهان الله تعاليٰ جو حڪم پورو ڪريو. خداپاڪ گهريو ته توهان مون کي صبر ڪرڻ وارن مان ڏسندا."

انهيءَ زماني ۾ گهٽو ڪري سڄي دنيا ۾ بي ديني ۽ بت پرستي جو راڄ هيو. حضرت ابراهيم عليه السلام کي وحي ذريعي حڪم ٿيو ته الله وحده لاشريڪ جي عبادت ۽ بندگيءَ لاءِ هڪڙو عبادت گهر ٺاهي. حضرت ابراهيم عليه السلام انهيءَ حڪم جي بجاآوري لاءِ حضرت جبرائيل عليه السلام طرفان ڏيکاريل پراڻن بنيادن تي ڪعبت الله شريف جي نئين سر اڏاوت ڪئي، ڇو ته ان وقت ظاهري طور ڪعبت الله شريف جي اڏاوت ۽ بنياد بلڪل مٽجي ويا هيا. پاڻ پنهنجي پياري پٽ حضرت اسماعيل عليه السلام سان گڏجي ڪعبت الله شريف جي نئين عمارت تعمير ڪيائون ۽ اهوئي پاڪ گهر جيڪو سموري زمين تي الله تعاليٰ جي بندگي لاءِ پهريون عبادت گهر هيو ٻيهر تعمير ٿي دنيا ۾ اڄ تائين قائم آهي ۽ مڙني مسلمانن لاءِ خدا جي عبادت جو قبلو آهي.

ڪعبت الله شريف جي انهيءَ تعمير کان اڳ، ان جي ويجهڙائي ۾ ڪابه آبادي ڪونه هئي. صرف حضرت حاجران رضي الله تعاليٰ عنها ئي پنهنجي ٻچڙي حضرت اسماعيل عليه السلام سان گڏ اتي رهندي هئي. اتفاق سان هڪڙي ڏينهن جرهم قبيلي جا ڪجهه ماڻهو اتان اچي لانگهائو ٿيا. حضرت حاجران رضي الله تعاليٰ عنها ۽ سندس پٽ کي انهي ويرانيءَ ۾ ڏسي حيران ٿي ويا ته اهي انهي رڻ پٽ ۾ گذارو ڪيئن ٿا ڪن. حضرت حاجران رضي الله تعاليٰ عنها جي زباني ان جي قصي کي ٻڌڻ کان پوءِ اهي ماڻهو ايترو ته متاثر ٿيا جو اهي پاڻ به اتي ترسي پيا ۽ ڏسندي ڏسندي ٻيا قبيلا به اچي ويا ۽ هڪڙي چڱي آبادي وارو ڳوٺ آباد ٿي ويو. جنهن تي پوءِ "بڪ" نالو پئجي ويو، جيڪو هاڻي "مڪ" جي نالي سان مشهور آهي.

حضرت اسماعيل عليه السلام انهي جرهم قبيلي وارن مان شادي ڪئي ۽ کيس ٻارهن پٽ ٿيا. انهن مان قيدار نالي پٽ جي پيڙهيءَ مان

اڳتي هلي قريش قبيلو وجود ۾ آيو. سيئي عرب قبيلا قريش جي اعليٰ نسب هئڻ جا قائل هيا ۽ هن ڳالهه ۾ منجهن ٻه رايا ڪونه هيا ته قريش کي عرب قبيلن تي خانداني فضيلت حاصل آهي.

قريشين جي خاص خوبين ۾ هيءَ ڳالهه به هئي ته اهي پنهنجي اولاد سان محبت رکندا هيا، ڪعبت الله شريف جو طواف ڪندا هيا، حج جا رڪن ادا ڪندا هيا، ميت کي ڪفن پارائيندا هيا، زالن سان ملاقات کان پوءِ پاڪ ٿيڻ لاءِ تڙ لاهڻ جو غسل ڪندا هيا. شادي ٺورو پري جي مائٽي ۾ ڪندا هيا ۽ نڪاح وقت شاهدن جو هجڻ ۽ حق مهر جو مقرر ڪرڻ لازمي قرار ڏنل هيا. ڌيءُ ڏوهٽي، پيڻ ۽ پاٽيجي سان ان وقت جي مجوسين وانگر نڪاح ڪونه ڪندا هيا پر ان کي عيب، شرم ۽ بي حيائي جي ڳالهه سمجهندا هيا. قرآن شريف انهن جي رهڻي ڪرڻي جي رسمن کي چڱي نظر سان ڏٺو ۽ انهن جي ڪيترين رسمن کي اسلام ۾ برقرار رکيائين.

## بنوهاشم

ان ئي قريش قبيلي ۾ "هاشم" نالي هڪڙو شخص پيدا ٿيو جنهن جي اولاد مان اسان جو نبي سڳورو صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم ۽ امام المتقين علي المرتضيٰ عليه السلام آهن. ۽ پنهنجي ان ڏاڏي جي نسبت سان هاشمي سڏبا هيا. ان هاشم جو اصل نالو عمر هيو ۽ ڪعبت الله شريف جو متولي هيو. حج جي ڏينهن ۾ حاجين جي کاڌخوراڪ جو بندوبست ڪرڻ ۽ کارائڻ سندس ذميواري هئي. حج جي ڏينهن ۾ اهو مانيءَ جا ننڍڙا ٽڪرا ڪري شوربي ۾ پچائي ماڻهن ۾ ورهائيندو هيو. عربي ۾ ننڍڙي ٽڪڙي کي "هشم" چوندا آهن. انهيءَ نسبت سان ان تي "هاشم". يعني ننڍڙن ٽڪرن ۾ ماني کارائڻ وارو نالو پئجي ويو ۽ انهيءَ نالي سان مشهور ٿي ويو.

قريش قبيلي ۾ بنوهاشم جي حيثيت هڪڙي سهڻي گل جهڙي هئي. قريش قبيلي جي اها شاخ پنهنجي انساني شعور ۽ اعتدال پسندي ۾ هڪڙو خاص مقام رکندي هئي. ديني ۽ دنياوي طور تي به انهن کي ڪنهن حد تائين برتري حاصل هئي. الله تعاليٰ وٽ ڪعبت الله شريف جو جيڪو مان ۽ مرتبو هيو ان تي پڪو ايمان رکندا هيا.

سندن ضمير ۾ ظلم ۽ زيادتي کي گناھ سمجھڻ جو شعور ختم ڪونہ ٿيو هيو. هٺ ڌرمي ۽ هرويرو ضد ڪرڻ انهن جو طريقو ڪونہ هيو. همٿ بلند هين. ڪمزورن ۽ ضعيفن سان رحم ۽ شفقت وارو ورتاءُ ڪندا هيا. سخاوت ۽ شجاعت انهن جي عادت هئي.مطلب تہ اخلاق، شرافت، سخاوت، غيرت ۽ جوش جهڙيون خوبيون بنوهاشم ۾ مٿانهين درجي تي موجود هيون. اسلام جن اعليٰ گڻن جي دعوت ڏني آهي هاشمين جو اخلاق ۽ سيرت ان سان مناسبت رکندا هيا.

## وڏو ڏاڏو(پڙڏاڏو) سائين

ان هاشم جي ئي پيڙهيءَ مان پيغمبرِ اسلام حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ امام المتقين حضرت علي عليہ السلام جا ڏاڏا حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ آهن. جيڪي عباس علمدار عليہ السلام جا پڙڏاڏا ٿين. حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ جڏهن جوان ٿيا تہ قريش جي ماڻهن گڏجي صلاح ڪري کين پنهنجو سردار چونڊيو ۽ جيستائين پاڻ جيئرا هيا، سرداريءَ جي ڪم کي وڏي مان ۽ شان سان نڀائيندا رهيا.

ان زماني ۾ حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي ڏاڏي قصي وانگر وڏو مالدار ۽ قريش جو اڪيلو سردار ڪونہ هيو ڇوتہ ان وقت مڪي ۾ هن کان وڌيڪ مالدار، صاحبِ حيثيت ۽ مان مرتبي وارا ٻيا ماڻهو بہ موجود هيا. البت اهو مڪي جي مکيہ معتبر ماڻهن مان ليکبو هيو ڇوتہ حاجين جي خدمت ۽ مهمان نوازي جو منصب کيس حاصل هيو. پنهنجي عهدي جي لحاظ کان اهو زمزم جي کوھ جو متولي بہ هيو. ۽ زمزم جو بيت الله سان جيڪو تعلق آهي، ان جي بنياد تي هن جي عزت ۽ مرتبي ۾ اضافو ٿيو. ائين ڪجھ اهڙيون خاصيتون آهن جيڪي حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ کان سواءِ ٻئي ڪنهن بہ قريشي کي ڪونہ مليون:-

1. زمزم جي پاڻي جو چشمو(کوھ) عمرو بن حارث جرهمي بند ڪري ڇڏيو هيو ۽ گھڻي عرصي کان ماڻهن ان کي وساري ڇڏيو هيو کين خبر ڪونہ هئي تہ اهو چشمو ڪٿي آهي. حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ کي ٽي راتيون خواب ۾ اشارو

مليو تہ ان چشمي کي کوٽي ظاهر ڪر ۽ خواب ۾ ان چشمي جي جاءِ بہ کين ڏيکاري وئي. ان پنهنجي وڏي پٽ حارث جي مدد سان ان چشمي کي ٻيهر کوٽي ظاهر ڪيو.کوٽائي دوران انهن کي بنوجرهم وارن جون پوريل شيون، تلوارون، زرهون وغيره مليون. اهڙي طرح هن پاڪ پوتر پاڻيءَ جو چشمو جيڪو حضرت اسماعيل عليہ السلام جو يادگار آهي، اهو عباس علمدار جي پڙڏاڏي حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ جو بہ يادگار ٿي ويو.

2. حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ جو وڏو شرف اهو آهي تہ سندن هڪڙو پوٽو رحمت اللعالمين بڻجي هن دنيا ۾ تشريف کڻي آيا ۽ حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ سندن نالو محمّد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) رکيو. جڏهن تہ سندس ٻيو پوٽو يعني حضرت علي عليہ السلام امام المتقين جي شرف سان هن دنيا ۾ تشريف کڻي آيا. جيئن تہ حضورجن جو والد سڳورو سندن ڄمڻ کان اڳ ۾ ئي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو هيو. تنهن ڪري حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي زندگي جي آخري پساهہ تائين حضورجن جي پرورش ڪئي. حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ وفات وقت حضورجن جي سنڀال پنهنجي پٽ يعني حضرت علي عليہ السلام جي والد سڳوري حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي حوالي ڪئي، جيڪو حضورجن جي والد سڳوري جو سڳو ڀاءُ هيو.

3. اصحاب الفيل وارو مشهور واقعو بہ، جنهن جو سورت فيل (الم تر ڪيف) ۾ ذڪر ٿيل آهي، حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ جي حياتي ۾ ٿيو. يمن جو بادشاهہ ابرهہ هاٿين جي لشڪر سان بيت الله شريف کي شهيد ڪرڻ لاءِ حملو ڪيو پر الله تعاليٰ جي ڪامل قدرت ۽ حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ جي دعا سان حملو ڪندڙ برباد ٿي ويا ۽ حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ جي عزت ۽ مان کي وڏو رنگ لڳي ويو.

حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي اولاد کي ظلم ۽ زيادتي کان روڪڻ، اخلاق ۽ شرافت جي اصول تي قائم رهڻ، ڇڙواڳي

۽ بداخلاقي کان پري رهڻ جي نصيحت ڪندو هيو. ان 80 سال جي وڏي عمر ۾ وفات ڪئي. سندس وفات تي ڪيترن ڏينهن تائين سوڳ ۾ ڪاروبار بند رهيو.

## ڏاڏو سائين

حضرت اسماعيل عليہ السلام وانگر حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ کي ٻہ ٻارنهن پٽ هيا. جن مان هڪڙو غازي عباس علمدار عليہ السلام جو ڏاڏو سڳورو حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ هيو. سندس اصل نالو عمران هيو پر پنهنجي هڪڙي طالب نالي پٽ جي ڪري ابوطالب (طالب جو پيءُ) سڏيا ويندا هيا ۽ انهيءَ نالي سان مشهور ٿي ويا. پاڻ نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي والد سڳوري حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنہ جا سڳا ڀاءُ هيا يعني پيءُ سان گڏ ٻنهي جي امڙ سائڻ بہ هڪڙي هئي. سندن امڙ سائڻ جو نالو فاطمہ بنت عمرو بن عائذ مخزومي هيو.

حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي والد سڳوري حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ وانگر جاهليت واري زماني ۾ بہ ننڍي عمر کان ئي وڏي اخلاق ۽ سهڻين عادتن جا مالڪ هيا. ان زماني ۾ جڏهن شراب جيڪو عام واهپي جي شئي ٿي ويو هيو، حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ ان کي قطعي حرام سمجهندو هيو ۽ پنهنجي زندگي ۾ ڪڏهن بہ شراب ڪونہ واپرايائين.

حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ گهڻي فضيلت ۽ سعادت، حق ۽ سچائي جو عاشق صادق هجڻ ڪري حضورجن جو محسن بہ هيو. ان حق جي حمايت ۾ سياسي اقتدار ۽ دنياوي دٻدٻي کي ٺڪرائي ڇڏيو. ان وقت جي اهلِ دل ماڻهن ان کان گهڻو ڪجهہ حاصل ڪيو ۽ اڄ بہ عزم، ارادي ۽ حق پرستي جي جذبي کي ان جي ڪردار کان مدد ملندي رهي ٿي. ان جي ڪردار کان متاثر ٿيل ماڻهن جي اولاد حق پرستي جي سلسلي ۾ ان جي ڪوشش ۽ ڪارنامن کان گهڻو متاثر ٿي ڪري رهنمائي حاصل ڪري رهي آهي.

جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن اسلام جي

دعوت ڪٽي اٿيا ۽ حق جو اعلان ظاهر ظهور ڪرڻ لڳا. بت پرستي جي مذمت ڪئي ۽ بت پرستي کي باطل قرار ڏنوتہ ماڻهن کي اها ڳالهہ ڏاڍي ڏکي لڳي. انهن پاڻ سڳورن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مخالفت شروع ڪئي ۽ سندن دشمني ۾ سيئي گڏ ٿي ويا. انهن حالتن ۾ حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ سدائين پاڻ سڳورن جي حمايت ۽ حفاظت ڪندو رهيو. اهو پهريون ماڻهو هيو جنهن پنهنجي زبان ۽ اخلاق جي سموري سگهہ اسلام ۽ نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حمايت ۾ وقف ڪري ڇڏي. قريشين جڏهن ان کان مطالبو ڪيوتہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حمايت کان هٿ ڪٽي ان کي قريشين جي حوالي ڪري تہ ان دليريءَ سان قريشين جي مطالبي کي رد ڪندي انهن جو مقابلو ڪيو ۽ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ڪابہ تڪليف پهچڻ ڪونہ ڏني. قريشين کي چيائين:-

"والله! جيستائين اسان جو آخري ماڻهو بہ زندهہ آهي، اسان محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) جي مدد کان هٿ ڪونہ ڪڍنداسين."

حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي روپ ۾ تاريخ کي هڪ وڏو انسان مليو ويو. اهو رحمدل، خوش اخلاق، خود دار الله تعاليٰ جي گهر جي ڪنجي رکندڙ حاجين کي پاڻي پيارڻ وارو، فقيرن جو مددگار، مسافرن جو ميزبان، مظلومن جي مدد ڪرڻ وارو ملڪ ۽ قوم جو مصلح، خدا جو پوڄاري، رسولِ خدا تان فدا ٿيندڙ ۽ دينِ حق جو قلردان هيو. ان جي وفات عربن ۽ اسلام لاءِ نہ پورو ٿيندڙ هڪ وڏو سانحو هيو. سندن وفات دلين ۾ صدمي جو جيڪو ناسور ڪيو اهو ڪڏهن بہ پرجي ڪونہ سگهيو.

جيستائين حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جيئرو هيو تيستائين قريشين کي همٿ ئي ڪونہ ٿي تہ حضورجن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ڪو نقصان پهچائي سگهن. ان جي وفات نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ايترو تہ صدمو پهچايو جو ان جي وفات جي سال کي "عام الحزن" يعني غم جو زمانو، جو نالو ڏنائون ۽ الله تعاليٰ کان سندس بخشش لاءِ دعا گهريائون.

حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي زندگيءَ جي آخري گهڙين ۾ قريشين جي سردارن کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ انهن کي هيٺين وصيت ڪيائون:-

1. اي قريشيو! توهان خدا جي مخلوق مان چونڊيل، عزت وارا ۽ عرب جي دل آهيو. مان توهان کي بيت الله جي تعظيم ڪرڻ جي وصيت ٿو ڪريان، ڇوتہ انهيءَ ۾ خدا پاڪ جو راضپو ۽ توهان لاءِ معاشي سهارو بہ آهي.
2. مائٽن سان رحمدلي سان پيش اچجو ڇوتہ رحم ۽ همدردي ڪرڻ سان عمر وڏي ٿي ۽ روزي جي وڌڻ جو سبب ٿين ٿا.
3. بغاوت وڏي خراب ڳالهہ آهي. انهيءَ سبب ماضي ۾ ڪيترين قومون تباهہ ٿي ويون. انهيءَ ڪري حق جي دعوت ڏيڻ وارن جي دعوت قبول ڪندا ڪريو.
4. سوال ڪرڻ واري جو سوال نہ موٽائيندا ڪريو ڇوتہ انهيءَ ۾ زندگي ۽ موت ٻنهي جي ڀلائي آهي.
5. سچ چوڻ ۽ امانت کي سلامتي سان اصل مالڪ تائين پهچائڻ جي پابندي ڪريو ڇوتہ انهيءَ سان ماڻهن کان محبت ۽ عزت حاصل ٿيندي آهي.
6. مان توهان کي وصيت ٿو ڪريان تہ محمّد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) سان نيڪي ڪجو. اهو قريشين جو "امين" ۽ عرب جو "صديق" آهي.
7. اي قريشيو! پنهنجي پاءُ جي حفاظت ڪريو ۽ ان سان دوستي رکو ۽ جنگ جي وقت ان جو بچاءُ ڪجو. خدا جو قسم! جيڪو هن جو ساٿ ڏيندو اهو ڪامياب هوندو ۽ جيڪو هن جي پيروي ڪندو اهو سعادت وارو هوندو.

ائين حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جيڪو اوليائن جو جانشين، عربن جو مصلح، ڪامل مؤمن، اخلاقي قدرن ۽ انسانيت جي وڏي مرتبي سان سخاوت ڪندڙ ڪعبت الله شريف جو احترام ڪندڙ سنتِ ابراهيمي جو پوئلڳ ۽ رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو محسن هيو ان پنهنجي جان پروردگار جي حوالي ڪئي.

## حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جو ايمان

تواريخ جيڪڏهن انساني ضمير جو آواز بڻجي وڃي تہ اها زندگيءَ جي اها محسوس ٿيندڙ حقيقت ٿيندي جيڪا گم ٿيل ماضيءَ جي نشانين، حال جي موجودات ۽ تغيرات، ۽ اچڻ وارن خوابن جي امانتن جي صحيح معنيٰ ۾ عبارت هوندي. ليڪن ڏٺو ويو آهي تہ هزارن سالن جي پراڻي تواريخ جي ڪجھ بيانن ۾ ارادي طور يا غيرارادي طور ڪجھ عقيدا بہ شامل ٿي هڪڙن ٻين عقيدن سان تڪرار ۾ ايندا رهيا آهن. جنهن ۾ تاريخ جو صرف هڪ رخ نظر ايندو آهي ۽ ٻيو رخ نظر ڪونہ ايندو آهي. ٿيڻ تہ ائين کپي تہ هر تخليق پنهنجي وقت جي ترجمان هجي ۽ هر تخليقي عمل سان باهمي رشتي جي زنجير جون ڪڙيون نہ ٽٽن ۽ تاريخ جي سچائيءَ جي فضا برقرار رهي. ورنہ اهڙيون ڳالهيون اصل تواريخ هجڻ جي بجاءِ تاريخدان يا مؤلف جي ذاتي احساسن يا جذبن، يا زماني جي خريدارن جي نظرئي ۽ فڪر جون ترجمان هونديون.

اهڙن ئي غلط احساسن ۽ جذبن سان پريل ڪجھ روايتون حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي باري ۾ بہ ملن ٿيون، جيڪي اختلاف جو شڪار آهن. حضرات حسنين ڪريمين عليهم السلام ۽ غازي عباس علمدار عليہ السلام مديني ۽ ڪربلا جا مظلوم آهن تہ مسلمانن ستم ظريفي ڪري انهن جي ڏاڏي حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ کي تاريخ اسلام جو مظلوم بڻائي "ڪافر" لکي ڇڏيو. مان تہ صرف تواريخ جي ستم ظريفي ۾ حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ کي حضرات حسنين ڪريمين عليهم السلام ۽ غازي عباس علمدار عليہ السلام جي ڏاڏي جي حيثيت ۾ ڏسڻ ٿو گهران تہ اهڙي شخصيت جنهن جي جهوليءَ ۾ ايمان جي پالنا ٿيندي رهي، اهو ڪافر ڪيئن ٿو ٿي سگهي. الله تعاليٰ جي تہ منشا اها هئي تہ فرعون جي گهر ۾ حضرت موسيٰ عليہ السلام جي پالنا مؤمنہ حضرت آسيہ رضي الله تعاليٰ عنها ڪري نہ ڪي فرعون جي هٿ سان ٿئي. پوءِ نعوذبالله جيڪڏهن ابوطالب صاحبِ ايمان نہ هيوتہ الله تعاليٰ جي منشا اهو ڪيئن گوارا ڪيوتہ سندس محبوب ۽ خاتم الانبياء حضرت محمد صلي الله تعاليٰ

عليہ وآلہ وسلم جي پالنا اهڙي شخص جي هٿ ۾ ٿئي. مسلمانن مشيتِ الاهيءَ کي ڪيئن نظرانداز ڪري ڇڏيو. مون کي تہ اهي سوچون ۽ عقيدا منفي نظر ٿا اچن ۽ ائين چوڻو پوي ٿو تہ حقيقت ۾ حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ اسلام ۽ اسلام جي بانيءَ جي جاءِ پناهہ هيو. تڏهن تہ علامہ اقبال چيو:

يہ امت روايات ميں کھو گئی
حقيقت ِخرافات ميں کھو گئی

حقيقت کي پروڙي ڏٺو وڃي تہ حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ رسول الله صلي الله تعاليٰ جا پهريان قصيده خوان هيا ۽ هن دنيا جي پڇاڙيءَ تائين پهريان نعت خوان چورايا ويندا. ائين تہ حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جا ڪيترائي شعر آهن جيڪي ان جي صاحبِ ايمان ۽ مسلمان هجڻ جو دليل آهن، پر هي شعر وڏو دليل آهي:

يا شاهد الله علي فاشهد اِني عليٰ دين النبي احمد
من ضل في الدين فاني مهتد.

{اي الله جي شاهدي ڏيڻ وارو! شاهد هجو تہ مان (الله جي) نبي احمد جي دين تي آهيان. جيڪڏهن ڪوئي دين ۾ گمراهہ آهي تہ مان هدايت وارو آهيان.}

حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي باري ۾ ايتريون حقيقتون پڙهڻ کان پوءِ ذهن کي تعصب کان خالي رکي ۽ خلوص نيت سان تجزيو ڪيو وڃي تہ ائين محسوس ٿيندو تہ حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جو مرتبو ۽ ايمان تمام وڏو آهي. غازي عباس علمدار عليہ السلام فخر ڪندا رهندا هوندا تہ ان جي ڏاڏي نہ صرف رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حفاظت ڪئي بلڪ الله تعاليٰ جو دين اسلام انهن جي ئي گهر ۾ پلجندو رهيو ۽ انهن جو نسب افضل ترين نسب آهي. تڏهن تہ علامہ صائم چشتي رحمت الله تعاليٰ عليہ عقيدت جو نذرانو هيئن پيش ڪيو آهي:

تمہاری گود ميں ايمان کی جان پلتی رہی
تمہارے گھر سے ہی ايمان ملا ابو طالب

## ڏاڏي سائڻ

حضرت عباس علمدار عليہ السلام جي ڏاڏي سائڻ جو نالو حضرت فاطمہ رضي الله تعاليٰ عنها بنت اسد هيو. پاڻ پهرين هاشمي عورت هئي جنهن جي پنهنجي ئي هاشمي خاندان ۾ شادي ٿي ۽ کين پٽ ڄائو يعني هاشمي گهراڻي ۾ غازي عباس عليہ السلام جو والد سڳورو حضرت علي عليہ السلام پهريان ٻار هيا جنهن جا ماءُ ۽ پيءُ ٻئي هاشمي هيا.

حضرت فاطمہ رضي الله تعاليٰ عنها بنت اسد اها عورت آهي جيڪا اسلام قبول ڪرڻ وارين عورتن ۾ حضرت خديجہ الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها کان پوءِ ٻين سيني عورتن کان اڳ گوءِ کٽڻ واري آهي. اها سائڻ سڳوري نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي سندن ننڍي عمر کان ئي گهڻو پيائينديون هيون ۽ کين ماءُ وارو پيار ڏينديون هيون. نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پاڻ بہ ان طرفان ملندڙ ماءُ واري پيار جو سڄي زندگي ٿورائتا رهيا. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن جي هجرت ڪرڻ کان پوءِ اهي بہ مڪي مان هجرت ڪري مديني پاڪ هليون آيون.

حضرت فاطمہ رضي الله تعاليٰ عنها بنت اسد جڏهن مديني پاڪ ۾ وفات ڪئي تہ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سندس جنازي وٽ تشريف کڻي ويا ۽ سيراندي کان ويهي ڏک ڪرڻ لڳا. ان کي ڪفن پارائڻ لاءِ پنهنجو پهراڻ مبارڪ ڏنائون ۽ پنهنجن هٿن مبارڪن سان ان جي قبر شريف تيار ڪرايائون. سائڻ سڳوري کي دفن ڪرڻ کان پوءِ هي لفظ فرمائيندي ان لاءِ دعا گهريائون:-

"اي منهنجي امڙ! الله پاڪ توهان تي رحم ڪري. منهنجي سڳي امڙ کان پوءِ توهان ئي منهنجي امڙ هيون. توهان پاڻ کي بکيو رکي بہ مون کي ڍاول رکنديون هيون. توهان پاڻ پراڻن ۽ ڦاٽل ڪپڙن ۾ هونديون هيون پر مون کي سٺا ڪپڙا پارائينديون هيون.

"اي الله سائين! منهنجي امڙ فاطمہ (رضي الله تعاليٰ عنها) کي بخشِ ڪر، ۽ سندس قبر شريف روشن ۽ ڪشادي ڪر. پنهنجي محبوب محمّد(صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) جي صدقي ان تي رحم ڪر، ڇوتہ تون ئي رحم ڪرڻ وارو ۽ ٻاجهارو آهين."

## غازي عباس عليہ السلام جو والد سڳورو

تواريخ ۾ انساني زندگيءَ جو رستو ڪيترو ڏکيو آهي، ان جي ڪا خبر ڪونہ آهي. حضرت آدم عليہ السلام کان وٺي اڄ تائين جيتري پيچ ڏک آهي، ان ۾ انسان گم ٿي وڃي ٿو. ڪير حياتيءَ جي شاهراهہ تي آيو ۽ ڪير ڪهڙي رستي سان ڪيڏانهن رخصت ٿي ويو. ڪوئي قبر ۾ سمهي، ڪوئي هوا ۾ ڪنڌڙي پڪڙجي، ڪوئي سمنڊ ۾ گم ٿي تہ ڪوئي باهہ ۾ سڙي، سڄ ايرڻ سان سوين مسافر حياتيءَ جي شاهراهہ تي نظر اچن ٿا ۽ نہ ڄاڻ ڪيترا سڄ لهڻ سان گڏ وسارجي وڃن ٿا. ليڪن انهن مان جڏهن ڪائي شخصيت پنهنجن ڪمن ۽ ڪردار سان سڄ ۽ چنڊ کان وڌيڪ روشن ٿي وڃي ٿي تہ اها شخصيت ماڻهن جي نظرن جو مرڪز ٿي ويندي آهي.

حضرت عباس علمدار عليہ السلام جو والد سڳورو حضرت علي عليہ السلام 13 رجب المرجب سن 30 عام الفيل مطابق 600ع تي هن دنيا ۾ تشريف کڻي آيا. سندن ولادت باسعادت ڪعبت الله شريف جي اندر ٿي. روايتن مطابق حضرت علي عليہ السلام جي امڙ سائڻ ان وقت ڪعبت الله شريف جو طواف ڪري رهي هئي تہ کين ٻار ڄمڻ جا سور محسوس ٿيڻ لڳا. پاڻ سڳوري ڏاڍي پريشان ٿي وئي تہ هاڻي ڇا ڪجي، ڇوتہ گهر پري هيو ۽ جيڪڏهن طواف دوران ٻار ڄمي پيوتہ ٻار ڄمڻ وقت جيڪا رت وغيره يا ٻي پليتي نڪرندي آهي ان سان بيت الله جي بي ادبي ٿيڻ جو انديشو هيو. سندس انهيءَ پريشاني دوران هاتفي آواز آيو تہ ڪعبت الله شريف ۾ اندر هلي وڃ. حضرت علي عليہ السلام جي امڙ سائڻ جڏهن بيت الله شريف جي دروازي وٽ پهتي تہ دروازو کلي ويو(ڪن روايتن مطابق ديوار ۾ ڏار پئجي ويو) ۽ پاڻ اندر هليون ويون. الله تعاليٰ جي حڪم سان ٻار ڄائو پر ڪنهن بہ قسم جي پليتي، جيڪا ٻار جي ڄمڻ کان پوءِ نڪرندي آهي، ڪونہ نڪتي بلڪ پاڪ ۽ پوتر نموني سان ٻار ڄائو ۽ صاف سٿرو هيو. بيشڪ حضرت علي عليہ السلام جو اهڙي نموني سان ڄمڻ هڪڙو معجزو ۽ اهڙو اعزاز آهي جيڪو نہ ڪائنڻ اڳ ڪنهن کي نصيب ٿيو ۽ نہ وري پوءِ اڄ تائين ڪنهن کي نصيب ٿيو آهي.

تاريخ شاهد آهي ته جڏهن حضرت علي عليہ السلام پيدا ٿيا هيا ته نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي زبان مبارڪ ان جي وات ۾ ڏئي جانبازي جو اقرار ورتو هيو. اهوئي سبب هيو ته حضرت علي عليہ السلام شمع رسالت تي قربان ٿيڻ لاءِ هروقت تيار رهندا هيا. ڪڏهن به رسول الله صلي الله تعاليٰ عَليہ وآلہ وسلم جو ساٿ ڪونہ ڇڏيائون. وقت آيو ته مڙس ٿي حضورجن جي پگهر جي بدلي پنهنجو رت وهايائين. سندس وڏي قربانيءَ جو اهو ثبوت آهي ته هجرت واري رات تلوارن جي پاڇي ۾ مٺي ننڊ سمهي ڏيکاريائين. وقت جو شاعر به اهو چوڻ لاءِ مجبور ٿي ويو:

بستر احمد شبِ ہجرت یہ دیتا ہے صدا
اے علی! مردوں کو یوں ہی نیند آنا چاہیئے!

چيو وڃي ٿو ته انسان جي شخصيت ٺاهڻ ۾ ماحول جو وڏو اثر هوندو آهي، ليڪن تاريخ ۾ اهڙا انسان به آيا جن ماحول ۽ وقت جي وهڪري کي تبديل ڪري ڇڏيو. انهن شخصيتن مان هڪڙو حضرت علي عليہ السلام به آهي. سانحن مٿان سانحا ايندا ۽ گذرندا رهيا. وقت جو وهڪرو پنهنجي مخصوص ادا سان هلندو رهيو. ڪير به وقت کي زنجير وجهي ڪونہ سگهيو. صدين جو فاصلو ماپيندو اهو چڪر هلندو رهيو ۽ گذرندو پيو وڃي، ليڪن چوڏهن سو سال گذرڻ کان پوءِ به ماڻهن حضرت علي عليہ السلام کي نہ وساريو آهي ۽ نہ وساري ٿي سگهن ٿا. چوته جيستائين الله جو گهر ڪعبت الله شريف باقي آهي، ان ۾ حضرت علي عليہ السلام جو جمڻ ۽ سندس پيدائشي حق باقي رهندو. جيستائين الله تعاليٰ سان گڏ ان جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ذڪر ٿيندو رهندو ته حضرت علي عليہ السلام جو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي جهوليءَ ۾ پلجڻ ۽ سندن ڪلهن مبارڪن تي چڙهي بتن کي ڪيرائڻ واري ڳالهه کي به وساري ڪونہ سگهبو. اهو قدرت جو عظيم ڪارنامو آهي ته 360 بتن جي سامهون اسلام جي بت شڪن جو جنم ٿيو.

حضرت علي عليہ السلام صرف حضرات حسنين ڪريمين عليهم السلام ۽ غازي عباس علمدار عليہ السلام جا والد سڳورا ڪونہ آهن پر اسلامي دنيا جا محافظ ۽ رهبر بہ آهن. شاعر سچ چيو آهي:

نور واحد ہیں دو جز، مصطفیٰ و مرتضیٰ
صورتیں ظاہر میں دو، باطن میں ایک
جو فضائل ہیں محمدؐ کے، علی اس میں بہم
ذات ان دونوں کی ہے، مجموعہ حسنِ صفات
وہ پیغمبر یہ وصی، وہ راہنما یہ راہبر
وحی ان کا ہر سخن، اعجاز ان کی بات بات۔

حضرت علي عليہ السلام ڪعبت الله ۾ پيدا ٿيو. الله تعاليٰ ان جي پيشاني مبارڪ کي بت پرستيءَ کان بچائي رکيو. جڏهن حضرت علي عليہ السلام جو ائين جمڻ ڪعبت الله شريف ۽ ان ۾ عبادت ڪرڻ جي طريقي لاءِ هڪڙي نئين دور جي شروعات جو اعلان هيو. سندس باري ۾ ائين چوڻ بلڪل حقيقت ٿيندو تہ اهي جمڻ سان ئي مسلمان هيا. انهن پنهنجون اکيون اسلامي ماحول ۾ کوليون ۽ ان گهر ۾ پرورش پاتي جنهن گهر مان اسلامي دعوت جا چشما نڪرندڙ هيا. انهن دنيا ۾ اک کولي تہ پاڻ کي الله تعاليٰ جي گهر ۾ ڏٺائون ۽ اها بہ وڏي اعزاز جي ڳالهہ آهي تہ جيئن خدا پاڪ جي گهر ۾ جاوا هيا. ائين ئي جڏهن سندن وفات جو وقت آيو تہ اهو بہ خدا پاڪ جي گهر ۾ شهادت جي صورت ۾ آيو.

## عباس عليہ السلام جي امڙ سائڻ

حضرت علي عليہ السلام جي پهرين شادي نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پياري نياڻي خاتونِ جنت حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها سان ٿي. حضرت علي عليہ السلام ايندڙ زماني ۾ امام حسين عليہ السلام سان ڪربلا ۾ پيش اچڻ واري واقعي کان پلي پت واقف هيا. ڪين اها بہ خبر هئي تہ ان نازڪ دور ۾ پاڻ هن دنيا ۾ موجود ڪونہ هوندا جو پنهنجي جگر جي ٽڪڙي جي مدد ڪري سگهن. خاتونِ جنت سلام الله تعاليٰ جي وفات کان پوءِ انهي فڪر ۾

پريشان هيا ته سندن ذهن ۾ هڪڙو خيال آيو ۽ سندن زبان مبارڪ مان هي لفظ نڪتا: "ڪاش! منهنجي اهڙي اولاد هجي، جيڪا ڏکئي وقت ۾ حسين (عليه السلام) سان ساٿ نڀائي ۽ ان جي مددگار ٿئي."

انهيءَ تمنا مطابق حضرت علي عليه السلام پنهنجي ڀاءُ حضرت عقيل رضي الله تعاليٰ عنه کي چيو ته ادا مان ڪنهن اهڙي خاندان مان شادي ڪرڻ گهران ٿو جنهن جون عورتون پٽن ڄڻڻ لاءِ مشهور هجن، جنهن مان اهڙو دلير پٽ ڄمي جيڪو امتحان جي ڏکئي وقت تي منهنجي حسين(عليه السلام) سان ساٿ نڀائي.

حضرت عقيل رضي الله تعاليٰ عنه جيڪو عربن جي نسبن کان واقف هيو پنهنجي ڀاءُ حضرت علي عليه السلام جي خواهش جو جواب ڏيندي چيو ته توهان فاطمه بنت حزام ڪلابيه سان نڪاح ڪريو ڇو ته ان جي ابن ڏاڏن کان وڌيڪ ڪو همٿ وارو ۽ دلير ڪونه آهي. ابوالبراء به ان ئي خاندان مان هيو جنهن کي تيرن ۽ نيزن سان کيڏڻ وارو چيو ويندو هيو.

حضرت عقيل رضي الله تعاليٰ عنه ڪلاب قبيلي وارن ڏانهن روانو ٿي ويو ۽ حزام جي گهر وڃي پهتو جتي سندس چڱي نموني سان آڌرڀاءُ ڪيو ويو. حضرت عقيل رضي الله تعاليٰ عنه حزام کان حضرت علي عليه السلام جي لاءِ سندس نياڻي فاطمه جي سنگ جي گهر ڪئي. حزام جيئن ئي حضرت علي عليه السلام جو نالو ٻڌو ته خوشي مان بي قابو ٿي ويو. هڪدم گهر وڃي پنهنجي نياڻي کي چيائين ته حضرت علي عليه السلام لاءِ تنهنجي ٻانهن جي گهر ٿي آهي، تنهنجي ڪهڙي راءِ آهي. صدوري نياڻي پنهنجي ابي کي چيو ته بابا سائين توهان کي پورو اختيار آهي.

حزام گهران موٽي اچي حضرت عقيل رضي الله تعاليٰ عنه کي ٻڌايو ته اسان کي اها ماڳتي قبول آهي ۽ اسان انهيءَ ٻنڌڻ کي پنهنجي لاءِ خوش قسمتي سمجهون ٿا. ضروري رسمن جي ادائگي سان انهي شاديءَ جو ڪاج ملهايو ويو.

حضرت فاطمه ڪلابيه رضي الله تعاليٰ عنها جيڪا اڳتي هلي "ام البنين" جي لقب واري نالي سان مشهور ٿي، حضرت علي عليه السلام جي گهر ۾ داخل ٿيڻ سان، چائنٺ کي چميو ۽ ڪمري ۾ داخل ٿي سڀ کان پهريائين امام حسن عليه السلام ۽ امام حسين عليه السلام کي،

جيڪي ان وقت بيمار هيا، اٿاري ويهاريائين ۽ پنهي ڪي ٻه ٽي دفعا ياڪر پائي پيار ڪيائين. انهن کي روئي عرض ڪيائين: "اي منهنجا آقا ۽ منهنجي آقا جا ٻچڙو مون کي پنهنجي ويڳي ماءُ نه پر ٻانهي سمجهو. مان توهان جي خدمت ڪرڻ جي لاءِ آئي آهيان. توهان مون کي پنهنجي خدمت جو شرف بخشيو."

اسان کي يقين آهي ته حضرت ام البنين رضي الله تعاليٰ عنها جي اهڙي رويي سان حضرت علي عليه السلام سان گڏ حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو روح به خوش ٿي ويو هوندو. ڇوته خاتونِ جنت سلام الله تعاليٰ عليها جي دلي تمنا اها هئي ته ڪانئن پوءِ حضرت علي عليه السلام جي گهر ۾ جيڪا به عورت اچي، اها سندس ٻچڙن جي چڱي نموني سان سارسنڀال ڪري.

تاريخدان انهيءَ تي متفق آهن ته حضرت عباس عليه السلام جي امڙ سائڻ جو نالو حضرت فاطمه ڪلابيه هيو ۽ لقب (ڪنيت) ام البنين (پٽن جي ماءُ) هيس. پر انهيءَ ڳالهه ۾ ڪجهه اختلاف آهي ته سائڻ سڳوري تي "ام البنين" جي ڪنيت ڪڏهن پئي. گهڻن تارخدانن جو خيال آهي ته جڏهن حضرت عباس عليه السلام کان پوءِ سندس ڀائر حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنه ۽ حضرت جعفر رضي الله تعاليٰ عنه ڄاوا ته سندن امڙ سائڻ تي "ام البنين" جي ڪنيت پئجي وئي ۽ ان کان پوءِ سائڻ سڳوري انهيءَ ڪنيت واري نالي سان سڏجڻ لڳيون ۽ ان نالي سان مشهور آهن. ڪجهه تاريخدانن جو خيال آهي ته سائڻ سڳوري جي امڙ ليليٰ بنت شهيد ۽ والد حزام بن خالد ڀهريان کان ئي پنهنجي نياڻي جو ڪنيت وارو نالو "ام البنين" رکي ڇڏيو هيو. جيئن سنڌ ۾ به ڪيترين عورتن جا نالا "ست ڀرائي" يعني ستن ڀائرن جي ڀيڻ رکيل آهن. ان کان علاوه عرب قوم ۾ اڪثر ڪري مرد ۽ عورت جي اصل نالي سان عرفي يعني ڪنيت وارو نالو به رکيو ويندو هيو. اهوئي سبب آهي جو نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي صحابه ڪرام منجهان ڪيترا انهي ڪنيت واري نالي سان مشهور آهن ۽ ڪجهه اصحابن جي اصل نالن جي باري ۾ ته مورڳو اختلاف به آهن.

## غازي عباس عليه السلام جي ولادت

حضرت ام البنين رضي الله تعاليٰ عنها حضرت علي عليه السلام

جي گهر ۾ زندگي گذارڻ لڳي ۽ خدمت کي پنهنجو فرض سمجهندي رهي. اميرالمؤمنين جي دعا بي اثر نٿي ٿي سگهي. اهو وقت اچي ويو جڏهن حضرت ام البنين رضي الله تعاليٰ عنها پرئي پيٽ سان ٿي ويون. شادي کان اٽڪل هڪ سال پوءِ هڪڙو چنڊ جهڙو ٻچڙو پنهنجي امڙ جي پيٽ ۾ اچي ويو. جيڪو ٻارڙو دنيا ۾ آيو اهو حضرت علي عليہ السلام جي تمنا جو نتيجو هيو.

علمدارِ ڪربلا حضرت عباس عليہ السلام جي جمڻ جي سال تي اتفاق آهي تہ پاڻ 26 هجري ۾ پيدا ٿيا. باقي جمڻ جي تاريخ ۾ گهڻو اختلاف آهي. بهرحال، برصغير ۾ حضرت عباس علمدار عليہ السلام جي جمڻ جي تاريخ 4 شعبان مشهور آهي.

## علي عليہ السلام جو شڪرانو ادا ڪرڻ

جڏهن حضرت ام البنين رضي الله تعاليٰ عنها جي پيٽ مبارڪ مان چنڊ جهڙو ٻچڙو پيدا ٿيو تہ ماٺهن حضرت علي عليہ السلام کي گهڻيون گهڻيون مبارڪون ڏنيون. پاڻ هڪدم الله تعاليٰ جو شڪرانو بجا آڻڻ لاءِ پيشاني مبارڪ کي سجدي ڪرڻ لاءِ زمين تي رکي ڇڏيائون. مطلب اهو هيو تہ اي خالق! منهنجي دلي تمنا پوري ٿي. هاڻي حسين(عليہ السلام) جو ساٿي ڄائو آهي.

## عباس علمدار امام حسين عليہ السلام جي هنج ۾

حضرت علي عليہ السلام پاڻ ڄاوا هيا تہ جيستائين رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تشريف ڪٺي ڪونہ آيا تہ ان وقت تائين اکين کي ڪونہ کوليو هئائون. جڏهن پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تشريف ڪٺي آيا ۽ تاجدارِ اسلام ان کي پنهنجي ڀاڪر ۾ ڪنيو هيو تہ حضرت علي عليہ السلام اکيون کولي پهرين نظر رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي چهري مبارڪ تي وڌي هئي. اهڙي ئي نموني سان جڏهن امام حسين عليہ السلام کي خبر ملي تہ سندن گهر ۾ ٻاءُ ڄائو آهي تہ پاڻ گهر اچي پنهنجي ٻاءُ کي ڀاڪر ۾ ڪنيائون ۽ پيار ڪري ان جي ڪن ۾ آذان چيائون. آذان جو آواز ٻڌڻ سان حضرت عباس عليہ السلام هڪدم اکيون کولي امام حسين عليہ السلام جي چهري مبارڪ جي زيارت ڪئي.

حضرت عباس عليہ السلام ڄمڻ کان پوءِ نہ امڙ سائڻ جي ٿڃ پيتي، نہ وري دائي جي ڇاتي ۾ منهن هنيائين. جڏهن امام حسينؑ عليہ السلام تشريف کڻي آيا ۽ کيس ياڪر ۾ کڻي پنهنجي زبان مبارڪ ان جي وات ۾ وڌائون تہ حضرت عباس عليہ السلام ان کي چوسڻ شروع ڪيو ڄڻ امام حسين عليہ السلام بہ ان کان ائين جانبازي جو اقرار وٺي رهيا هجن جيئن سرورِ ڪائنات صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سندس والد سڳوري حضرت علي عليہ السلام کان واعدو ورتو هيو.

## حضرت عباس عليہ السلام مسجد ۾

جڏهن حضرت عباس عليہ السلام امام حسين عليہ السلام جي زبان مبارڪ چوسڻ بس ڪيو تہ امام حسين عليہ السلام ان کي ياڪر ۾ پيري مسجد شريف ڏانهن کڻي آيا. اتي حضرت علي عليہ السلام کي عرض ڪيائين: "بابا سائين! هي اڙو مون کي ڏاڍو پيارو آهي هن جي سارسنڀال مان پاڻ ڪندس" حضرت علي عليہ السلام فرمايو "پٽ! اها تہ خوشي جي ڳالهہ آهي"

## رسمِ عقيقہ ۽ نالو

سندس ڄمڻ جي ستين ڏينهن تي ڇٽي ۽ عقيقي جي رسم ملهائي وئي ۽ هن چنڊ کان سهڻي ٻار تي "عباس" نالو رکيو ويو.

هن بهادر پٽ جو "عباس" نالو رکڻ نهايت مناسب هيو ڇو تہ شير جو پٽ شينهن ئي ٿيندو آهي. حضرت علي عليہ السلام جو نالو "حيدر" بہ هيو ۽ "حيدر" شينهن جي نالن مان هڪڙو نالو آهي. جيئن "حيدر" شينهن جي نالن مان هڪڙو نالو آهي، ائين شينهن جي نالن مان هڪڙو نالو "عباس" بہ آهي.

انهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ ڪونہ آهي تہ حضرت عباس علمدار عليہ السلام علوي شجاعت جا وارث هيا ۽ وک وک سان حضرت علي عليہ السلام جي جيئري جاڳندي تصوير هيا.

## هاشمين جي چنڊ جو خطاب

حضرت عباس عليہ السلام پنهنجي وقت جي ٻن خوبصورت شخصيتن يعني حضرت علي عليہ السلام ۽ حضرت ام البنين رضي

الله تعاليٰ عنها جي جگر جا ٽڪرا هيا. اهي ٻئي شخصيتون حسن ۽ جمال ۾ پنهنجي پنهنجي قبيلي جا سج ۽ چنڊ هيا. اڪثر ڏٺو ويو آهي تہ خوبصورت والدين جو اولاد خوبصورت هوندو آهي. سيني تاريخدانن جو انهيءَ باري ۾ اتفاق آهي تہ حضرت عباس عليہ السلام حسن ۽ جمال، ۽ چهري جي نمائائي ۾ خصوصي حيثيت جا مالڪ هيا. انهيءَ ڪري کين "هاشمين جو چنڊ" چيو ويندو هيو.

روايتن ۾ آيو آهي تہ جڏهن حضرت عباس عليہ السلام ڄاوا هيا تہ حضرت علي عليہ السلام کي انهي خوشخبري جو اطلاع ڏيڻ واري ٻڌايو "حضرت ام البنين رضي الله تعاليٰ عنها چنڊ جهڙي چمڪندڙ ٻچڙي کي ڄڻيو آهي"

## حضرت علي عليہ السلام جو روئڻ

حضرت عباس علمدار عليہ السلام جي ڄمڻ کان پوءِ هڪڙي ڏينهن حضرت علي عليہ السلام گهر ۾ اندر داخل ٿيا ۽ فرمايائون: "منهنجي اکين جي ٺارکي مون ڏانهن کڻي اچو.[4] حضرت عباس عليہ السلام کي سفيد ڪپڙي ۾ ويڙهي حضرت علي عليہ السلام کي جهولي ۾ ڏنائون. امام المتقين عليہ السلام پنهنجي ٻچڙي حضرت عباس عليہ السلام جي چهري تان ڪپڙو هٽايو. هاشمين جي چنڊ تي نظر وڌائون ۽ ان جي پيشاني کي چميائون. ان کان پوءِ بيقراري مان حضرت عباس عليہ السلام کي ان ڪپڙي مان ڪڍي ان جي هٿن، پيرن، ۽ هڪڙي هڪڙي عضوي کي غ ر سان ڏٺائون. اکڙين مان لڙڪ وهي هلين. آخرڪار دل جو بند ٽٽي پيو ۽ سڏڪا ڀري روئڻ لڳا. سندن روئڻ ڪري حضرت عباس عليہ السلام جي امڙ سگهوري جو هيانءُ بہ ڏرڻ لڳو. هٿ ٻڌي عرض ڪيائين "آقا! توهان منهنجي هن ٻچڙي جي هٿن ۽ پيرن کي غور سان ڏٺو ۽ ائين هڪدم روئڻ شروع ڪري ڇڏيو."

حضرت علي عليہ السلام فرمايو: "اي ام البنين، اها ڳالهہ نہ پڇ!" حضرت ام البنين رضي الله تعاليٰ عنها گهڻو پريشان ٿيڻ لڳيون تہ حضرت علي عليہ السلام فرمايو "ان ڳالهہ ۾ وڏو راز لڪل آهي، ۽ ان

جي معلوم ٿيڻ سان توهان پاڻ تي ضبط ڪري ڪونہ سگھندا.“ ليڪن ماءُ جي دل کي آرام ڪٿي ٿي آيو ۽ ڏاڍو لاءِ زور ڪرڻ لڳيون. حضرت علي عليہ السلام فرمايو:

ياد آمدم آن روز کہ عباس دلاور
بے دست شود از ستم فرقہ کفر.

”اڄ اهو ڏينهن ياد اچي ويو جنهن ڏينهن تي اسان جي هن پٽڙي جون ٻئي ٻانهون مسلمان سڏائيندڙ ظالم ۽ سرڪش ماڻهن جي تلوارن سان ڪپيون وينديون. ان جي مٿي تي گرز ۽ سيني ۾ برڇيون کپايون وينديون. اسان جو اهو ٻچڙو تن ڏينهن جي اڃ ۽ بک جي حالت ۾ ڪربلا ۾ شهيد ڪيو ويندو.“ اهو ٻڌي حضرت ام البنين رضي الله تعاليٰ عنها بي چين ٿي روئڻ لڳيون.

## عباس عليہ السلام جو ٻالڪپڻ ۽ معرفتِ الاهي

اولاد تي پيءُ جو اثر ضرور ٿيندو آهي. حضرت علي عليہ السلام جهڙي عارف بالله جي تخم مبارڪ مان جيڪو ٻچو پيدا ٿيو ان ۾ علوي ڪمال جي جهلڪ ضرور هجڻ گهرجي.

ٻاراڻي عمر ۾ هڪڙي ڏينهن حضرت علي عليہ السلام جي جهولي ۾ هڪڙي پاسي حضرت عباس عليہ السلام ويٺا هيا تہ ٻئي پاسي حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عنها تشريف فرما هيون. حضرت علي عليہ السلام تعليم ڏيڻ جي مقصد سان حضرت عباس عليہ السلام کي فرمايو تہ چئو ”هڪ“ حضرت عباس عليہ السلام جواب ۾ چيو ”هڪ“ حضرت علي عليہ السلام وري فرمايو چئو ”ٻہ“ ان تي حضرت عباس عليہ السلام عرض ڪيو تہ قبلہ سائين، مان ”هڪ“ جو قائل آهيان، ”ٻہ“ ڪيئن چوان.

بابا سائين! جنهن زبان سان ”هڪ“ چئي الله تعاليٰ جي هيڪڙائي جو اقرار ڪيان ٿو هاڻي ان زبان سان ”ٻہ“ ڪيئن چوان.(اهو تہ شرڪ آهي.) حضرت علي عليہ السلام ڏاڍو خوش ٿيا ۽ حضرت عباس عليہ السلام جي پيشاني ۽ چپن تي چمي ڏنائون.

## عباس عليہ السلام سيدالشهداء جي خدمت ۾

امام حسين عليہ السلام کي اڳيئي خبر هئي تہ ڪربلا جو واقعو ٿيندو جنهن ۾ کين شهادت نصيب ٿيندي. امام عليہ السلام کي اها بہ ڄاڻ هئي تہ اهو ڀاءُ سندن ساڄي ٻانهن ۽ طاقت ٿيندو. انهيءَ ڪري پاڻ حضرت عباس عليہ السلام سان تمام گهڻو پيار ڪندا هيا. حضرت عباس عليہ السلام بہ امام عليہ السلام طرفان ملندڙ محبت کي دل ۾ سانديندو هيو ۽ ٻارڙپڻ کان ئي امام عليہ السلام سان پرواني وانگر گڏ هوندو هيو ۽ امام عليہ السلام جي قدم قدم تي قربان ويندو هيو.

حضرت عباس عليہ السلام کي امام حسين عليہ السلام سان ايترو پيار ۽ محبت هئي جو امام عليہ السلام جي خدمت ڪرڻ ۾ سيني کان گوءِ کڻي ويندو هيو. غازي عباس عليہ السلام کي اهو پسند ڪونہ هوندو هيو تہ امام حسين عليہ السلام جي ڪا اهڙي خدمت هجي جيڪا ٻيو ڪو ڪري، بلڪ هر وقت هر خدمت غازي عباس عليہ السلام پاڻ ڪندو هيو.

ڪوفي جي مسجد شريف جو هڪڙو واقعو آهي. اميرالمؤمنين علي عليہ السلام تشريف فرما هيا ۽ امام حسين عليہ السلام سندن پرسان ويٺا هيا. شاهِ ڪربلا کي اڄ محسوس ٿي ۽ حضرت قمبر رضي الله تعاليٰ عنہ جيڪو سندن خانداني خدمتگار هيو، کي فرمايائون تہ پاڻي پيار. حڪم ٻڌڻ سان حضرت قمبر رضي الله تعاليٰ عنہ اٿيو پر حضرت عباس عليہ السلام بہ جيڪو ان وقت پرسان ويٺو هيو ۽ ننڍڙي عمر ۾ هيو ان کي چيو تہ توهان ويهو پنهنجي آقا لاءِ مان پاڻ پاڻي کڻي ايندس.

حضرت عباس عليہ السلام پاڻي لاءِ ويا. ٿڌي پاڻي جو ڪٽورو ڀريائون. ٻاراڻي وهي هين، ڪٽوري کي مٿي تي رکيائون، ۽ هلڻ لڳا. سندن هلڻ ڪري پاڻي ڪٽوري مان ڇلڪندو سندن بدن کي پسائيندو رهيو. جڏهن امام حسين عليہ السلام وٽ پهتا تہ امام سائين سندن آلي ٿيل بدن کي ڏٺو تہ هڪدم کين مستقبل ۾ پيش ايندڙ ڪربلا جو واقعو ياد اچي ويو ۽ سندن اکيون لڙڪن سان پرجي ويون.

انهيءَ واقعي مان ظاهري طور تہ ائين ٿو ڄاڻي سگهجي تہ حضرت عباس عليہ السلام ٻاراڻي عمر ڪري پاڻي جي ڪٽوري کي مٿي تي رکيو هيو پر اصل ۾ حضرت عباس عليہ السلام اهو ڏيکارڻ ٿي گهريو تہ مان پنهنجي آقا جي ڪمن کي دل و جان سان ڪندو آهيان.

# خلافت وارو دور

## حضرت ابو بڪر رضي الله تعاليٰ عنہ

نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لاڏاڻي کان پوءِ خلافتي دور جي شروعات ٿي ۽ حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ پهريان خليفا مقرر ٿيا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حياتي مبارڪ تائين خدا جو موڪليل قانون رائج هيو. سندن وفات کان پوءِ حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ ضرورت مطابق ٻين سان مشورو ڪري ان ۾ ڪجهہ اضافي سان رائج رکيو.

حضرت علي عليہ السلام پنهنجي خانداني شرافت اعليٰ ظرفي، بي غرضي، بي داغ خلوص ۽ سچائيءَ سان حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جو مددگار رهيو. ان جو بهترين صلاحڪار ۽ سچو خيرخواهہ هيو. هر ڳالهہ ۾ ان امر کي اوليت ڏيندو هيو جنهن ۾ اسلام ۽ مسلمانن جي بهبودي ۽ بهتري سمايل هجي. حضرت علي عليہ السلام حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ سان اخلاص ۽ مسلمانن جي مفاد ۾ خلافت جي انتظامن کي ڪامياب بنائڻ لاءِ صحيح ۽ مخلصانہ مشورن ڏيڻ ۽ تعاون ڪرڻ کان ڪڏهن بہ پوئتي ڪونہ رهيو ڇوتہ اسلام جي بقا لاءِ مسلمانن جي اتحاد ۽ خلافت جي ڪاميابيءَ کان وڌيڪ ڪا شئي ان کي عزيز ڪونہ هئي.

ان دور ۾ بنواميہ کي عهدا ملڻ شروع ٿيا ۽ انهن اسلامي خلافت ۾ پنهنجو اثر رسوخ وڌائڻ شروع ڪيو. 13 هجري ۾ يزيد بن ابوسفيان کي فوج جو سردار مقرر ڪري دمشق روانو ڪيو ويو ۽ معاويہ بن ابوسفيان بہ ان فوج ۾ شامل هيو.

## حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ

حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جي وفات کان پوءِ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ ٻئي خليفي جي حيثيت سان خلافت جي مسند تي ويٺو. ماڻهو جيئن پهرين خليفي جا وفادار رهي چڪا هيا اهڙي ئي نموني سان حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جابہ مطيع ۽ فرمابردار ٿي ويا. البت قريشي ۽ خاص طور تي بنو اميہ پنهنجي ان سازش ۾ ڪامياب ٿي ويا هياتہ نبوت ۽ خلافت ڪي هڪڙي گهر ۾ گڏ ٿيڻ نہ ڏجي پنهنجي حڪومتي دور ۾ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ بين وڏن اصحابن لاءِ اهڙوئي رويو اختيار ڪيو جيڪو حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جو هيو.

جيستائين حضرت علي عليہ السلام جو تعلق آهي تہ انهن ڪڏهن بہ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ يا ان جي خلافت جي باري ۾ مخالفت يا دشمني وارو رويو نہ رکيو. پر جڏهن بہ ڪا مشڪلات پيش ايندي هئي يا ڪو نئون مسئلو پيدا ٿي پوندو هيوتہ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ هڪدم مشوري ڪرڻ لاءِ حضرت علي عليہ السلام وٽ ايندو هيو. حضرت علي عليہ السلام هڪڙي عظيم انسان ۽ مهربان صلاحڪار جي حيثيت سان ان کي مشورو ڏيندا هيا يا مسئلو حل ڪرڻ جي رهنمائي ڪندا هيا. اهوئي سبب آهي تہ هڪڙي دفعي حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ اقرار ڪيوتہ جي حضرت علي عليہ السلام (جي رهنمائي ) نہ هجي هاتہ عمر هلاڪ ٿي وڃي ها. جنهن جو اهو نتيجو نڪتو تہ اسلام اجا بہ گهڻي طاقت حاصل ڪئي ۽ ڪيترين ئي وڏين طاقتن کي شڪست ڏئي اڳتي وڌندو رهيو.

حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ بہ حضرت علي عليہ السلام جي راءِ جو گهڻو احترام ڪندو هيو ۽ ان جي مشورن کي وڏي اهميت ڏيندو هيو. حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ اڪثر ڪري چوندو هيوتہ خدا مونکي اهڙي مشڪل ۾ نہ ڦاسائي جنهن جي حل ڪرڻ جي مدد لاءِ علي عليہ السلام موجود نہ هجي. هجري سن جي مقرري ۽ آغاز بہ، جيڪو حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جي دور ۾ ٿيو حضرت علي

عليہ السلام جي مشوري سان ٿيو هيو. جنهن کي مسلمان اڄ تائين اسلامي ڪئلينڊر جي طور تي استعمال ڪندا اچن ٿا.

حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي دور جو ڪامياب حڪمران ثابت ٿيو ۽ ان جي دور کي گهڻين فتحن وارو دور سڏيو وڃي ٿو. نتيجو اهو ٿيو تہ مسلمانن ۾ بہ دولتمند ۽ اثر رسوخ وارا ماڻهو پيدا ٿيڻ لڳا. اهي حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جي سخت گير طبيعت کان ڊنل تہ رهيا ۽ خليفي جو احترام بہ ڪندا هيا. پر انهن کي بہ حڪومتي نظام ۾ انقلاب پيدا ڪرڻ جي ضرورت محسوس ٿي.

حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جي ئي دور ۾ جڏهن 18 هجري ۾ يزيد بن ابوسفيان طاعون جي بيماري ڪري مرڻ لڳو تہ ان دمشق جي حڪومت ۽ لشڪر جي سرداري پنهنجي ڀاءُ معاويہ جي حوالي ڪئي، جنهن کي حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ بہ برقرار رکيو. تڏهن کان اموين جو ستارو بلند ٿيڻ لڳو.

## حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ

حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جي شهادت کان پوءِ خلافت حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي حصي ۾ آئي، جيڪو بنو اميہ قبيلي مان هيو. خلافت ملڻ جي خوشي حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ کي پاڻ کي ايتري ڪونہ ٿي هوندي جيتري ابوسفيان کي ٿي، ڇوتہ ان کي پنهنجين اميدن جا ڏيئا ٻرندي نظر اچي رهيا هيا. انهيءَ ڪري جو حضورجن جي اسلامي تبليغ ڪري انهن جو اهو تخت ۽ شان و شوڪت کسجي ويا هيا جن جي بچائڻ لاءِ بنو اميہ وارن مسلمانن سان ڪيترين ئي لڙايون ڪيون ۽ آخرڪار لاچاريءَ مان آڻ مڃي مجبوري سان مسلمان ٿيا هيا.

ظاهر ۾ بنو اميہ وارن مڪي جي فتح ٿيڻ ڪري اسلام قبول ڪيو يا ائين چوڻ وڌيڪ مناسب ٿيندو تہ ظاهري طور مسلمانن جي ٽولي ۾ شامل ٿي ويا. ڇوتہ انهن وٽ زندگي گذارڻ جو هاڻي ٻيو ڪو طريقو ڪونہ بچيو هيو. انهيءَ ڪري جو هاڻي اسلام سان مقابلي ڪرڻ جي

انهن ۾ طاقت ڪانہ رهي هئي. پر جڏهن حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه مسلمانن جو خليفو ٿي ويو تہ اهي ماڻهو ڪيس چنبڙي ويا. بني هاشم وارن کان ڪيترا سال سختيون سهڻ ۽ ڪفر جي حمايت ۾ اسلامي لشڪر وارن کان مسلسل شڪستن جا داغ سهڻ کان پوءِ انهن کي اڄ خوشيون نصيب ٿيون هيون.

3 محرم 24 هجري تي حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي بيعت ٿي. بنواميہ وارا جڏهن حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ سان گڏجي مسجد نبوي پهتا تہ انهن جو ڪراڙو سردار ابوسفيان بہ جيڪو پوڙهائپ ڪري پنهنجي نظر وڃائي ويٺو هيو، رستي ۾ ٿاٻڙجندو مسجد شريف ۾ اچي پهتو. ان بنواميہ وارن ڏانهن منهن ڪري وات ڦاڙي هڪڙو وڏو ٽهڪ ڏنو، جنهن مان نفرتون ۽ ساڙ جهلڪي رهيا هيا. پوءِ انهن ماڻهن ڏانهن جيڪي خوشين ۾ نہ پئي ماپيا، ڏسندي چيو تہ ڇا توهان ۾ ڪو ڌاريو ماڻهو تہ ڪونہ آهي. جڏهن انهن نفي ۾ جواب ڏنو تہ ان پنهنجن ماڻهن کي چيو "اي بنواميہ! خلافت کي هودڙي (بال) وانگر پڪڙيو ۽ هڪٻئي جي هٿن ۾ ڏيندا رهو. منهنجي اها تمنا آهي تہ اهو اقتدار سدائين توهان وٽ رهي ۽ توهان جي اولاد کي ورثي ۾ ملي."

حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ جي خلافت جا شروعاتي ڪجهہ سال تہ اهڙي خيرخوبيءَ سان گذري ويا جنهن جي پيٽ ڪنهن بہ خليفي جي وقت سان ڪري سگهجي ٿي، پر ان کان پوءِ اوچتو حڪمرانن ۽ رعيت جي حالتن ۾ عجيب و غريب تبديلي اچي وئي ۽ اک ڇنڀ ۾ ڇا مان ڇا ٿي ويو. حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ قانون تہ ڪونہ بدلايا پر انهن ۾ ردبدل ضرور ڪيائين. توڙي جو ان تبديليءَ جا سبب شروع ۾ محسوس ڪونہ ٿيا پر ان جا نتيجا اميدن جي خلاف سامهون اچي ويا.

ٻين سببن مان ڪجهہ اهم ڳالهيون اهي آهن تہ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ بنواميہ وارن کي ماڻهن جي مٿان مسلط ڪري ڇڏيو ۽ سڄي اسلامي مملڪت ۾ هر قسم جي آمدني، زڪوات ۽ ڍل جي وصولي انهن ماڻهن جي هٿ ۾ اچي وئي. آرمينيا جو ملڪ انهيءَ دور ۾

فتح ٿيو ۽ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه اتان آيل سڄو خمس جو مال پنهنجي مائٽ مروان بن حڪم کي ڏئي ڇڏيو. بهرحال جيڪا ڳالهه سيني کان گهڻو ماڻهن جي توجهه ۽ انصارن ۽ مهاجرن جي ڪاوڙ جو سبب بڻي اها حڪم بن عاص ۽ ان جي ٻاتين کي مديني ۾ موٽائي آڻڻ هيو. جڏهن ته نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم پنهنجي حياتي مبارڪ ۾ انهن کي مديني مان تڙي ڇڏيو هيو. اڳين خليفن به انهيءَ تي عمل ڪندي انهن کي موٽڻ جي اجازت ڪونه ڏني هئي ۽ ڪنهن جي به سفارش ڪونه مڃي هئائون.

ان کان علاوه حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه هڪڙي ٻئي ماڻهو عبدالله بن شريح کي جيڪو سندس ٿڃ ڀياڪ ڀاءُ هيو. غيرمعمولي رعايتون ڏنيون. هي اهوئي عبدالله بن شريح هيو جيڪو مڪي جي فتح ٿيڻ کان اڳ به هڪ دفعو مسلمان ٿيو هيو ۽ هجرت ڪري مديني پاڪ اچي ويو هيو. ڪڏهن ڪڏهن وحي نازل ٿيڻ وقت موجود هوندو هيو ته وحي لکڻ جو ڪم به ڪندو هيو. پر اهو بدبخت ٻيهر مشرڪ ٿي مڪي موٽي ويو هيو ۽ اتي حضورجن لاءِ ڪوڙيون ڳالهيون ڪندو هيو ۽ چوندو هيو ته مونکي جيئن وڻندو هيو محمد (صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم) کي هلائيندو هيس. نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم ان کي خدا ۽ خدا جي رسول جو دشمن قرار ڏنو هيو جنهن مان اهو ثابت ٿو ٿئي ته ان جو ايمان ڪامل ڪونه هيو ۽ اهو هميشه لاءِ سچي ايمان تي اچڻ وارن مان ڪونه هيو. افسوس ته حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه خلافت سنڀالڻ سان ئي حضورجن جي انهي گستاخ کي مصر جو گورنر مقرر ڪيو ۽ اهو اتي 9 سالن تائين مزا ماڻيندو رهيو.

ائين مسلمانن جي قسمت بنواميه وارن جي هٿ ۾ اچي وئي. حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه مروان بن حڪم کي پنهنجي سيڪريٽري جي اهم عهدي تي مقرر ڪيو. اهو حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه جي اجازت يا ان جي علم ۾ آڻڻ کان سواءِ ئي ڪم ڪار هلائيندو هيو. مديني پاڪ ۾ مروان بن حڪم ۽ ان جي پيئرن جو راڄ هيو. سڄي انتظاميه انهن جي هٿ ۾ هئي ۽ اندريان ٻاهريان سڀ

حڪم اهي ئي ڏيندا هيا. ان حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي نرم مزاجي ۽ اعتماد جو ناجائز فائدو وٺي ڪجهہ اهڙا ڪم ڪيا جن جي ذميواري حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ تي پوندي هئي.

ان کان علاوه جيڪا ڳالهہ خطرناڪ نتيجن جو سبب بڻي، اها آهي تہ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ گهڻي عرصي تائين معاويہ کي مسلسل هڪڙي ئي شام جي پرڳڻي جي گورنري تي قائم رکيو. ائين معاويہ سورهن سترهن سالن تائين هڪڙي ئي ۽ اهو بہ جنگي اعتبار کان انتهائي اهم صوبي جو گورنر رهيو. انهيءَ ڪري شام جو علائقو اسلامي خلافت جي هڪڙي صوبي جي حيثيت کان وڌيڪ معاويہ جي پنهنجي رياست ٿي ويو.

اهو زمانو مسلمانن لاءِ بيچيني، بي اطميناني، ۽ ڇڪتاڻ جو دور هيو مسلمانن کي احساس ٿي ويو تہ انهن حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي بيعت ڪري اڻ سڌي طرح اسلامي حڪومت جون واڳون بنواميہ وارن جي حوالي ڪري ڇڏيون آهن. مسلمانن تي اهو بہ واضح ٿي ويو تہ انهي بيعت کان پوءِ بنواميہ لاءِ ذاتي اقتدار جو رستو هموار ٿي ويو آهي. حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ بہ وڏي عمر وارو هجڻ ڪري حڪومت جا مرڪزي عهدا پنهنجن مٽن مائٽن ۽ دوستن حوالي ڪري ڇڏيا، جن جو رعيت سان ڪو سنو سلوڪ ڪونہ هيو. ان کان علاوه حڪومت جا عهدا اهڙن ماڻهن جي هٿ ۾ اچي ويا جن جو اسلام ۾ ڪويہ مقام ڪونہ هيو ۽ انهن جو ماضي اسلام دشمني سان ڀريل هيو.

حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي خلافت کي ڪجهہ سال نہ گذريا تہ صوبائي حڪومتون خودمختيار ٿيڻ لڳيون. ان کان سواءِ مروان بن حڪم، جيڪو حضرت عثمان جو ويجهو مائٽ هيو جي باري ۾ چئي ٿو سگهجي تہ حقيقت ۾ ان کي ئي خليفي جا اختيار حاصل هيا. اهو جيڪو ڪجهہ ڪندو هيو خليفي کي ان جي خبر ئي ڪونہ پوندي هئي، جيڪڏهن خبر پوندي بہ هئي تہ ڪجهہ ڪري ڪونہ سگهندو هيو. ڇوتہ سندس مائٽ اقتدار تي مضبوطي سان قابض ٿي ويا هيا. ان جو نتيجو اهو نڪتو تہ حضرت عثمان رضي الله

تعاليٰ عنہ جي خلاف سورش برپا ٿي ويو. جنهن ۾ صرف اهو ڪونہ ٿيو تہ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ شهيد ٿي ويو پر قبيلائي عصبيت جون ڊپيل چڻنگون وري ٻري پيون جنهن جي شعلن خلافت راشده جي نظام کي ئي پنهنجي لپيٽ ۾ آڻي ختم ڪري ڇڏيو ۽ اتان ئي بنواميہ جي بادشاهت جا خواب ساڀيان ٿيڻ لڳا.

## حضرت علي عليہ السلام

تاريخ اسلام جو هڪڙو رت ڳاڙيندڙ حادثو حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي شهادت بہ آهي. ان هنيانءِ ڦاڙيندڙ حادثي جو ڏکوئيندڙ پاسو اهو آهي تہ اهو حادثو اهڙو اڻٽر قضيو بڻجي آيو جنهن کي ٽارڻ ڪنهن جي وس ۾ ڪونہ هيو. ان حادثي جا ذميوار گهٽائي ماڻهو آهن. اهي ماڻهو جيڪي حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جا حامي ۽ مددگار هيا تہ اهي ماڻهو بہ جيڪي سندس مخالف هيا. جيڪڏهن دشمنن ڪجهہ صبر ٿي ڪيو تہ سندس دوستن جي صبر جو پيالو پرجي ٿي ويو. ائين پئي لڳو تہ نيڪ نيتي ۽ بدنيتي ٻئي پنهنجو پنهنجو ڪم ڪري رهيون هيون.

حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي قتل ذريعي شهادت کان پوءِ مسلمانن جون نگاهون گڏيل طور حضرت علي عليہ السلام جي منهن مبارڪ ۾ جمي ويون ۽ ماڻهن کين خلافت جون ذميواريون قبول ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو. البت حضرت علي عليہ السلام انهيءَ ڳالهہ کان چڱي طرح واقف هيا تہ جيڪڏهن آءُ خلافت جون ذميواريون پنهنجي سر تي کڻندس تہ مون کي پنهنجي ضمير جي خلاف زماني جي سازشي هوا جي رخ تي هلڻو پوندو يا وري زماني ساز ماڻهن سان جهيڙو ٿيندو. جيڪو في الحال مناسب ڪونهي. ڇوتہ تلوار جي ڇڻڪار اسلامي مملڪت ۾ ڏڦيڙ ۽ وڳوڙ جو سبب بڻجندي ۽ حاڪم جي حيثيت ۾ منهنجي دور کي ناڪام سمجهيو ويندو.

جيئن تہ رسول اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي دنيا مان موڪلائي صدي جو چوٿون حصو گذري چڪو هيو ۽ حضرت علي عليہ السلام کان سواءِ ان وقت اصحابن ۾ اهڙو ڪو اصحابي ڪونہ هيو

جيڪو مسلمانن جي اڪثريت لاءِ قابل قبول هجي ها. ان ڪري مسلمانن جو سندن هٿ تي بيعت ڪرڻ لاءِ زور حجت جي شڪل اختيار ڪري ويو. جنهن سبب ڪين راضي ٿيڻو پيو. پر پاڻ مسلمانن کي دوکي ۾ ڪونہ رکيائون، بلڪ صاف طور تي واضح ڪري فرمايائون تہ آءُ توهان کي خدا جي ڪتاب، رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سنت، ۽ پنهنجي مسلڪ جي بنياد تي هلائيندي ماضي جي ڪنهن بہ غلط روايت يا مثال جي پاسداري ڪونہ ڪندس. توهان جي اعتراضن ۽ نڪتہ چينين جي پرواهہ ڪونہ ڪندس. مسلمانن سندن انهن شرطن ۽ تجويزن سان اتفاق ڪيو ۽ 35 هجري ۾ پاڻ عام بيعت ذريعي خليفا تسليم ڪيا ويا.

اها اسلام جي بدنصيبي چئي ويندي تہ حضرت علي عليہ السلام کي خلافت ان وقت ملي جڏهن دولت جي ورهاست ۽ اقرباپروري حڪومتي ڪاروهنوار تي پنهنجو قبضو ڄمائي ڇڏيو هيو ۽ معاويہ پنهنجي شام جي گورنري کي پنهنجي حڪومت قائم ڪرڻ لاءِ ماڻهن جي ايمان تي دنيا جي حرص جي مهر هڻي چڪو هيو. حضرت علي عليہ السلام کي سورش ستيل ۽ هنگامن سان ڀريل اقتدار مليو. حضرت علي عليہ السلام جي غيرمتوقع خلافت شام جي گورنر (معاويہ) جي دل ۽ دماغ کي ايترو پريشان ڪري ڇڏيو جو اهو بغاوت جو سندرو ٻڌي ويهي رهيو.

بيعت کان هڪدم پوءِ جڏهن پاڻ انهن سياسي پاليسين جو اعلان ڪيائون جنهن لاءِ پاڻ حڪومت قبول ڪئي هئائون تہ ڪجهہ ماڻهن کين اها صلاح ڏني تہ في الحال اوهان حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ طرفان مقرر ڪيل عهديدارن کي سندن عهدن تي ان وقت تائين برقرار رکو جيستائين حالتن تي اوهان جي پڪڙ مضبوط ٿئي. پر پاڻ اها صلاح قبول ڪونہ ڪيائون ۽ فرمايائون تہ دنياوي سياست جي لحاظ کان توهان جي صلاح بيشڪ چڱي آهي پر مان انهن عهديدارن طرفان ٿيندڙ ظلمن کي پنهنجن عملن ۾ شامل نٿو ڪري سگهان.

اميرالمؤمنين حضرت علي عليہ السلام صلاحڪارن کي پنهنجي

ڳالهه ٻولهه کان مطمئن ڪرڻ کان پوءِ معاويہ بن ابوسفيان کي، جيڪو شام پرڳڻي جو گورنر هيو هيٺين مضمون وارو خط لکيو:
”توهان کي خبر هوندي تہ مون مسلمانن جي معاملن ۾ پنهنجي پلئہ کي کهڙي طرح پاڪ ۽ صاف رکيو آهي. ۽ کهڙي طرح خلافت کان بي رخي اختيار ڪندو رهيس. ايتري تائين جو اهو ٿيو جيڪو ٽري نٿي سگهيو. بهرحال، جيڪو ٿيڻو هيو سو ٿي ويو. هاڻي جيڪي حالتون آهن، سي نظرن جي سامهون آهن. ان ڪري هاڻي توهان اتان جي ماڻهن کان بيعت حاصل ڪريو ۽ هڪ وفد سان گڏ هڪدم مون ڏانهن اچو.“
افسوس آهي تہ معاويہ مصلحت اختيار ڪرڻ جي بجاءِ ۽ مسلمانن جي اڪثريت جي راءِ سان سهمت ٿيڻ جي بجاءِ، مخالفت وارو رويو اختيار ڪيو. ان حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي قتل جي سموري ذميواري حضرت علي عليہ السلام تي وڌي. فوجي طاقت وڌائڻ سان گڏ سياسي تدبيرن تي عمل ڪندي حضرت علي عليہ السلام سان جنگ ڪرڻ جون تياريون ڪرڻ لڳو. دمشق ۾ 60 هزار ماڻهن کي حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ جي قتل جو بدلو وٺڻ لاءِ راضي ڪري انهن کي حضرت علي عليہ السلام خلاف پڙڪائي تيار ڪيو ويو تہ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جو اصل قاتل علي (عليہ السلام) آهي. ان مان صاف ظاهر ٿي رهيو هيو تہ شام جو گورنر (معاويہ) صرف اطاعت کان انڪاري ڪونہ آهي پر پنهنجي صوبي جي سموري فوجي طاقت کي مرڪزي حڪومت سان ويڙهائڻ لاءِ استعمال ڪرڻ ٿو گهري. اهو حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي قاتلن کان بدلو نہ پر حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي قتل جو بدلو وٺڻ جي بهاني سان وقت جي خليفي کان حڪومت کسڻ ٿو گهري.
هتي اها ڳالهه ڌيان ڏيڻ جوڳي آهي تہ جيڪڏهن معاويہ اڳيئي حضرت علي عليہ السلام جي مخالفت تي آماده نہ هيو تہ اصولي طور تي اهو گورنر جي حيثيت ۾ وقت جي خليفي جي انهي تاڪيدي خط تي عمل ڪري ها. پر ان جي دل ۾ تہ نفرت جي باهہ اڳيئي ٻري رهي هئي ۽ ان جو وجود ساڙ ۽ دشمني جي باهہ ۾ سڙي رهيو هيو جنهن جي نتيجي ۾ ان حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي قتل جو الزام

حضرت علي عليہ السلام مٿان مڙهيو ۽ حضرت علي عليہ السلام خلاف مقابلو ڪرڻ لاءِ سندرو ٻڌي نڪري پيو.

معاويہ بن ابوسفيان پوري شامي معاشري ۽ عوامي ذهنن کي مچرائي ڇڏيو. حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جو رت پريل پهراڻ دمشق ۾ مسجد جي ممبر تي رکائي ڇڏيائين. جنهن کي ڏسي ماڻهو روج راڙو ڪندا هيا ۽ انهي موقعي مان فائدو وٺي معاويہ جا چاڙتا ماڻهن ۾ غلط فهمي پيدا ڪندا هيا ۽ چوندا هيا تہ توهان کي حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي قتل جو بدلو وٺڻو آهي. جڏهن تہ ابوجهہ ماڻهن کي خبر ئي ڪونہ هوندي هئي تہ اصل ۾ انهن کي ڪنهن جي خلاف ۽ ڪهڙي مقصد لاءِ پڙڪايو پيو وڃي.

اهڙي طرح معاويہ سڄي شام پرڳڻي ۾ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي قتل جي قصاص جا شعلا پڙڪائي ڇڏيا. ان دوران اميرالمؤمنين علي عليہ السلام ڪيترائي اصلاحي قدم کنيا پر واويلا اهڙي منظم نموني سان تي رهي هئي جنهن خلاف چڱائيءَ جو ڪوبہ نتيجو ڪونہ نڪتو ۽ نيٺ صفين جو معرڪو ٿيو ۽ ڏرين جون فوجون جنگي سامان سان سينگارجي لڙائي جي ميدان ۾ اچي گڏ ٿيون.

## صفين جو معرڪو

صفين انهيءَ ماڳ جو نالو آهي جيڪو فرات ندي جي اولهہ طرف رقہ ۽ بالس جي وچ ۾ واقع آهي. جڏهن حضرت علي عليہ السلام خلافت ۽ امامت جون واڳون سنڀاليون تہ اسلام جي دشمنن جي ڪارگذارين ڪري انهيءَ جاءِ تي قيامت جو ڏيک ڏيندڙ انهيءَ جنگ جو واقعو پيش آيو جيڪو "جنگِ صفين" جي نالي سان مشهور آهي. انهي جنگ جا سبب پيدا ڪندڙن ۾ معاويہ بن ابوسفيان جو مرڪزي ڪردار هيو.

معاويہ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جي خلافت ۾ شام جو گورنر مقرر ٿيو هيو ۽ ٽئين خليفي حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي دور ۾ بہ اهو ان عهدي تي قائم رهيو. شام پرڳڻي جي گورنري جي انهي ڊگهي عرصي ۾ معاويہ بغير ڪنهن رنڊڪ جي شام ۾ اموي اقتدار جي پاڙن کي مضبوط ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي دنياوي طور گهڻو سرڪش ٿي ويو هيو.

حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي شهادت واري واقعي کان پوءِ مسلمانن جي زور پرڻ ۽ گهڻي اصرار کان مجبور ٿي حضرت علي عليہ السلام خلافت جون واڳون سنڀاليون تہ ڪين معتبر ذريعن وسيلي خبرون ملڻ لڳيون تہ شام ۾ معاويہ ماڻهن جي آڏو حضرت علي عليہ السلام تي حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي شهادت ۾ ملوث هجڻ جا بهتان هڻي رهيو آهي. حضرت علي عليہ السلام دورانديشي جو مظاهرو ڪندي، اسلام ۽ اسلامي مملڪت کي ڏڦيڙن کان بچائڻ جي مقصد سان معاويہ کي لکيوتہ مون تي حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي قتل جو الزام هڻي شام وارن کي اسلامي مملڪت خلاف پڙڪائڻ جي سازش ڪري رهيو آهين ۽ ماڻهن آڏو پاڻ کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو وارث مشهور ڪري رهيو آهين. اها ڳالهہ چڱي وڙ واري ڪونہ آهي.

حضرت علي عليہ السلام طرفان ڪيترائي ڀيرا هدايت ڪرڻ جي باوجود معاويہ جي ڪن تي جونءِ بہ ڪونہ چُري، حضرت علي عليہ السلام کي جڏهن اها خبر ملي تہ معاويہ ماڻهن کي برغلائي پاڻ سان ملائي مدني جماعت سان مقابلو ڪرڻ جا سانباها ڪري رهيو آهي تہ حضرت علي عليہ السلام ممبر تي تشريف کڻي آيا ۽ معاويہ کي شام جي گورنري تان هٽائڻ جو اعلان ڪيائون. معاويہ جيڪو اڳيئي حضرت علي عليہ السلام کي سازشن ذريعي خلافت تان محروم ڪرڻ جي چڪر ۾ لڳو پيو هيو کلم کلا ميدان ۾ اچي ويو ۽ حضرت علي عليہ السلام خلاف حملو ڪرڻ لاءِ شام مان هڪڙو وڏو لشڪر وٺي نڪري پيو.

## ڪربلا مان گذرڻ

حضرت علي عليہ السلام کي جڏهن معلوم ٿيوتہ معاويہ هڪ لک کان بہ وڌيڪ ماڻهن تي مشتمل لشڪر سان اسلامي مملڪت خلاف بغاوت لاءِ نڪري پيو آهي ۽ اڳتي وڌندو پيو اچي تہ حضرت علي عليہ السلام بہ تياري ڪري معاويہ جي هلان کي روڪڻ لاءِ روانا ٿي ويا.

حضرت علي عليہ السلام مجاهدن سان اڳتي وڌندا جڏهن نينوا جي ويجهو پهتاتہ معلوم ڪيائون تہ علائقي جي هن زميني ٽڪري کي

ڇا چوندا آهن؟ مجاهدن مان ڪن عرض ڪيو تہ هن زمين جو نالو "ڪربلا" آهي. اهو ٻڌي حضرت علي عليہ السلام جي اکڙين مان لڙڪ وهي پيا ۽ ايترو رنا جو سندن لڙڪن سان زمين آلي ٿي وئي پوءِ پاڻ فرمايائون:

"هڪڙي ڏينهن مان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيس تہ پاڻ سڳورا روئي رهيا هيا. مون عرض ڪيو تہ يا رسول الله! اوهان کي ڪهڙي ڳڻتي روئاريو آهي. حضورجن فرمايو 'هاڻي هاڻي، جبرائيل عليہ السلام مون سان ملاقات ڪري واپس ويو آهي. مون کي ٻڌايائين تہ توهان جي نورِنظر حسين(عليہ السلام) کي فرات ندي جي ڪناري تي شهيد ڪيو ويندو. اي علي، ٻڌ! جڏهن کان اها ڳالهہ ٻڌي آهي تہ اکين مان لڙڪ رڪجڻ جو نالوئي ڪونہ ٿا وٺن.' ان کان پوءِ حضورجن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو اها ڳالهہ ٻڌائڻ کان پوءِ جبرائيل عليہ السلام مون کي مٽيءَ جي هڪڙي مٺ ڏني ۽ چيائين تہ انهيءَ کي سونگهيو. ان کي سنگهڻ کان پوءِ اکين مان لڙڪ جاري ٿي ويا آهن ."

ڪربلا پهچڻ کان پوءِ اتي پڙلاءُ ڪيائون. آرام ڪندي سندن اک لڳي وئي. خواب ۾ ڏٺائون تہ هڪڙو باغ آهي پر ڪجهہ ماڻهو آيا جن باغ جي وڻن ۽ ٻوٽن کي وڍڻ شروع ڪيو. اوچتو هڪڙو رت جو درياءُ جوش مان وهڻ لڳو ۽ ڏٺائون تہ امام حسين عليہ السلام ان ۾ وهنجي رهيا آهن. اهو ڏسي سندن اک کلي وئي ۽ پاڻ سجاڳ ٿي پيا. ڪربلا ۾ ٿيندڙ واقعن جا منظر سندن اکين آڏو ڦرڻ لڳا. حضرت علي عليہ السلام انهن واقعن جي عمل ۾ اچڻ کان اڳ ڏک ۽ افسوس جو اظهار ڪرڻ لڳا.

## حضرت علي عليہ السلام ڪوفي ۾

سن 36 هجري جي رجب مهيني ۾ حضرت علي عليہ السلام جڏهن ڪوفي ۾ داخل ٿيا تہ ماڻهن وڏي شان ۽ مان سان سندن استقبال ڪيو. اهي معاويہ جي خلاف ٿيندڙ جنگ جي تيارين ۾ وڌي ڪري حصو وٺڻ لڳا. انهن سڀني جو مطالبو هيو تہ ان کان اڳ جو معاويہ شامي فوجين کي وٺي عراق تي اچي ڪڙڪي توهان ان جي بغاوت کي ڪچلڻ لاءِ اڳتي وڌو. ڪوفين جي

جنگي تيارين ۽ جوش و خروش جي باوجود حضرت علي عليہ السلام هڪ دفعو ٻيهر معاويہ کي سمجهائي حجت پوري ڪرڻ گهري. هڪڙو قاصد موڪلي ان کي پنهنجي بيعت ڪرڻ ۽ مسلمانن جي ٽولي ۾ شامل ٿيڻ جي دعوت ڏني. سندن خلوص واري انهي دعوت جو معاويہ هائوڪار ۾ جواب ڪونہ ڏنو پر جوابي خط ۾ اڻ وڻندڙ ڳالهيون لکي مسلمانن جي جذبن کي ايارڻ لڳو. حضرت علي عليہ السلام تي الزام هنيائين تہ اهو خليفن جي حقن جي پاسداري ۾ ڪوتاهي ڪرڻ، حضرت عثمان رضي الله تعالىٰ عنہ سان حسد ڪرڻ ۽ ماڻهن کي ان جي خلاف ڀڙڪائڻ ۾ شامل هيو.

حڪومت تي قبضو ڪرڻ لاءِ معاويہ جي لالچ ۽ حسد ڪنهن کان بہ لڪل ڪونہ هيا. ان ايڏو لشڪر انهيءَ لاءِ ئي ٺاهيو هيو تہ جيئن وقت جي خليفي سان وڙهي اقتدار تي قبضو ڪري. پوءِ اهو ڪير بہ هجي. انهن ڳالهين جي ذڪر ڪرڻ جو مقصد اهو آهي تہ پڙهندڙ کي خبر پوي تہ ٻنهي ڌرين وچ ۾ ٿيندڙ خط و ڪتابت ڪنهن بہ ٺاهہ واري نتيجي تي ڪونہ پهچي سگهي ۽ لڙائي کان سواءِ ٻيو ڪوبہ حل ڪونہ رهيو. هي اهو خوفناڪ حادثو آهي جنهن امت محمدي ۾ معاويہ جي سازشن ڪري اهڙي ڏقيڙ جو بنياد وڌو جو صدين گذرڻ جي باوجود بہ ان ويڇي ۾ ڪوئي فرق ڪونہ آيو آهي.

## پاڻي تي قبضو ۽ بندش

معاويہ هدايت جي ڪنهن بہ واٽ کي قبول ڪونہ ڪيو ۽ حضرت علي عليہ السلام جي قاصد هٿاران جواب موڪليائين تہ هاڻي اسان جو فيصلو تلوار ڪندي. اهو ڀرپور فوجي تياري سان اڳتي وڌندو آيو ۽ فرات ندي جي ڪناري وٽ صفين جي واديءَ ۾ اچي ديرو جمايائين ۽ نهر تي قبضو ڪري ويهي رهيو. حضرت علي عليہ السلام جا سيئي مجاهد صفين جي مقام تي پهچي معاويہ جي لشڪر جي سامهون اچي ويا. انهيءَ دوران معاويہ جيڪو اڳيئي اتي پهچي ويو هيو اتي موجود پاڻي جي گهاٽ تي ابوالاعور جي اڳواڻي ۾ هڪڙي فوجي جٿي کي مقرر ڪيو ۽ انهن کي حڪم ڏنائين تہ مخالفن مان ڪنهن کي بہ پاڻي کڻڻ جي اجازت نہ ڏني وڃي.

اميرالمؤمنين حضرت علي عليہ السلام کي معلوم ٿيو تہ معاويہ پهچڻ شرط پاڻي جي واحد ذريعي تي قبضو ڪري فوجي جٿو بيهاري ڇڏيو آهي ۽ مسلمان لشڪر مان ڪنهن کي بہ پاڻي کڻڻ نٿو ڏنو وڃي. حضرت علي عليہ السلام پنهنجن ساٿين مان حضرت صعصعہ بن صوحان رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ حضرت شبث بن ربيعي رضي الله تعاليٰ عنہ کي روانو ڪيو تہ معاويہ کي سمجهائين تہ انسانن تي پاڻي جي بندش سٺو عمل ڪونہ آهي. مسلمانن تي پاڻي جي بندش غيرانساني ۽ غيراسلامي عمل آهي. اسان پاڻي لاءِ وڙهڻ ڪونہ آيا آهيون پر دينِ اسلام جي دفاع لاءِ جهاد ڪرڻ آيا آهيون. جيڪڏهن اسلامي لشڪر اڳ ۾ پهچي وڃي ها تہ پاڻي جي انهي گهاٽ تي ڪنهن بہ صورت ۾ بندش نہ ڪري ها. سٺو اهو آهي تہ لشڪر کي پاڻي جي بندش تان هٽايو وڃي. حق ۽ باطل جو فرق لڙائي سان ظاهر ٿي ويندو.

انهي پيغام پهچڻ کان پوءِ معاويہ پنهنجن ساٿين سان مشورو ڪيو. عمرو بن عاص صلاح ڏنس تہ پاڻي جي بندش کي ختم ڪيو وڃي. پر وليد بن عتبہ چيو تہ انهن ماڻهن ۾ ڪيترائي حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جا قاتل آهن. انهن ماڻهن خليفي تي ڪيترن ڏينهن تائين پاڻي بند ڪري ڇڏيو هيو انهيءَ ڪري ضروري آهي تہ انهن ماڻهن تي پاڻي بند رکيو وڃي. معاويہ وليد جي ڳالهہ کي وزن ڏيندي ان جي مشوري تي عمل ڪرڻ جو فيصلو ڪيو.

پاڻيءَ جي انهي بندش ڪري حضرت علي عليہ السلام جا مجاهد اڃ ڪري پريشان ٿيڻ لڳا. لشڪر جي انهي پڙلاءُ واري جاءِ کان ٻئي هنڌ جتي پاڻي ملي ٿي سگهيو اهو بہ ميل پري هيو. هڪڙي پاسي پاڻي جو مسئلو هيو تہ ٻئي طرف حضرت علي عليہ السلام نٿي گهريو تہ ايترو جلد لڙائي شروع ٿي وڃي ۽ مسلمانن جو قتلام ٿئي.

اها حالت ڏسي حضرت مالڪ اشتر رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ حضرت اشعث رضي الله تعاليٰ عنہ حضرت علي عليہ السلام جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ عرض ڪيائون تہ اسان جا مجاهد اڃ جي سختي ڪري تڙپي رهيا آهن. جڏهن تہ معاويہ پنهنجن فوجين سوڌو پاڻي جا مزا ماڻي

رهيو آهي. اسان ڪيستائين ماٺ ڪيون اچ جون سختيون برداشت ڪنداسين. مهرباني فرمائي اسان کي اجازت ڏيو تہ پاڻي کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون. معاويہ جي انهي بڇڙي روش ڪري کين مجبورن انتهائي قدم کڻي طاقت جو استعمال ڪرڻو پيو.

حضرت علي عليہ السلام پنهنجن هزارن مجاهدن جي جان بچائڻ لاءِ حضرت مالڪ اشتر رضي الله تعاليٰ عنہ کي اجازت ڏني تہ ڏهن هزارن مجاهدن جو لشڪر وٺي پاڻي جي گهاٽ ڏانهن قدم وڌائي. انهن جڏهن ڏٺو تہ مخالف لشڪر وارا انهن کي ميٺ محبت سان پاڻي کڻڻ جي اجازت ڏيڻ کان نابري واريون بيٺا آهن تہ مجبور ٿي انهن دشمن لشڪر تي حملو ڪيو. ايتري ۾ امام حسين عليہ السلام بہ عرض ڪيو تہ بابا سائين! مون کي اجازت ڏيو تہ مان ڪجهہ مجاهد ساڻ ڪري اسلامي لشڪر جي مدد لاءِ وڃان. اجازت ملڻ تي امام حسين عليہ السلام هڪدم جنگ جي ميدان ڏانهن روانا ٿي ويا.

حضرت عباس علمدار جڏهن ڏٺو تہ سندس آقا لڙائي لاءِ ويجي رهيو آهي تہ ان جي دل بيقرار ٿي وئي. توڙي جو پاڻ ان وقت ٻارهن سالن جي ٻاراڻي عمر ۾ هيا ليڪن دليري سان امام حسين عليہ السلام جي مدد لاءِ اڳتي وڌيا. دشمن جي وحشي لشڪر ۾ ڪاهي پيا ۽ پاڙيتو سپاهين کي هڪبئي پٺيان جهنم ۾ موڪليندا رهيا. انهن جي بهادري وارن حملن ڪري دشمن جي لشڪر ۾ غوغاء پئجي ويو تہ ايتري عمر ۾ اهڙو دلير ڇوڪرو ڪير آهي؟

اسلامي لشڪر وارا وڏي دليري سان دشمن جو مقابلو ڪري پاڻي حاصل ڪرڻ لاءِ حملو ڪندا رهيا. اهي زبردست حملو ڪري ابوالاعور جي جٿي کي ڀڄائڻ ۾ ڪامياب ٿيا ۽ پاڻي جي گهاٽ تي قبضو ڪري پنهنجو پهرو ويهاريائون.

امام حسين عليہ السلام جي اها ڪاميابي ڏسي حضرت علي عليہ السلام روئڻ لڳا. مجاهدن عرض ڪيو تہ مولا! هي تہ خوشي جو موقعو آهي، توهان ڇو روئي رهيا آهيو. پاڻ فرمايائون تہ مون کي اهو وقت ياد اچي ويو جڏهن منهنجا هي اکين جا تارا ايندڙ وقت ۾ ڪربلا جي زمين تي

اڪيلا ڪري اڃ ۽ بک جي حالت ۾ شهيد ڪيا ويندا. مستقبل ۾ پيش ايندڙ انهن واقعن جو نقشو سندن اکين آڏو ڦرڻ لڳو. پاڻ حضرت عباس عليہ السلام کي پنهنجي ڀاڪر ۾ ويهاري پيار ڪيو ۽ فرمايو: "منهنجا ٻچڙا! تون اڄ هن معمولي اڃ کان ايترو پريشان ٿي ويو آهين. پر سياڻي اهو ڏينهن ايندو جو تون پنهنجن سيني عزيزن ۽ دوستن سان گڏ ڪيترن ڏينهن جي اڃ ۽ بک جي سختي برداشت ڪندي ڪربلا جي زمين تي مسڪيني حال ۾ شهيد ڪيو ويندين."

حضرت علي عليہ السلام جي مجاهدن طرفان پاڻي تي قبضو ٿيڻ ۽ پهرو ڏسڻ کان پوءِ معاويہ ششدر ٿي ويو تہ هاڻي انهن تي پاڻي بند ڪيو ويندو. عمرو بن عاص ان کي ملامت ڪئي ۽ معاويہ کي تسلي ڏنائين تہ علي(عليہ السلام) اهوماڻهو آهي جنهن محاصري دوران پاڻيءَ جون مشڪون پري حضرت عثمان رضي الله عنہ تائين پهچايون هيون، تنهنجي لشڪر تي پاڻي بند ڪونہ ڪندو.

هاڻي اهو درياءُ حضرت علي عليہ السلام جي قبضي ۾ هيو. سندن ساٿين مان ڪجھ مجاهدن بدلي وٺڻ لاءِ چيو تہ ٺوري ئي وقت لاءِ صحيح پر دشمن تي پاڻي بند ڪيو وڃي تہ جيئن انهن کي پنهنجي ڪميڻي حرڪت جو احساس ٿئي. بهرحال، حضرت علي عليہ السلام ۽ ان ماڻهوءَ (معاويہ) ۾ وڏو فرق هيو. حضرت علي عليہ السلام حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا تربيت ڏنل هيا. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن جي پرورش ۾ رهيا هيا ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مڪمل تصوير هيا. اهو رسول جنهن سالن تائين دشمني ڪندو رهڻ وارن تي فتح حاصل ڪري قبضي ۾ آڻڻ کان پوءِ انهن کي ائين معاف ڪري ڇڏيو هيو ڄڻ انهن ڪجھ ڪيو ئي ڪونہ هيو. حضرت علي عليہ السلام پنهنجن مجاهدن کي هدايت ڪئي تہ ڪنهن تي بہ پاڻي نہ روڪيو وڃي. پاڻي حلال آهي ۽ جنهن کي بہ جيترو پاڻي گهرجي ان کي کڻڻ جي اجازت آهي.

## لڙائيءَ جو شروع ٿيڻ

بهرحال، معاويہ تي، جنهن جي دل ۾ ڪدورت ڀريل هئي ۽ اسلامي مملڪت تي قبضو ڪري وري عياشي وارو راڄ قائم ڪرڻ جا خواب ڏسي رهيو هيو، حضرت علي عليہ السلام جي اهڙي ڪردار جوبہ اثر ڪونہ ٿيو ۽ پنهنجي هوڏ تي قائم رهيو.

جيڪڏهن شامين ۾ انسانيت نالي ڪا شئي هجي ها تہ حضرت علي عليہ السلام جو اهو معاف ۽ درگذر ڪرڻ وارو اعليٰ گڻ انهن جي هدايت لاءِ ڪافي هيو. اهي حضرت علي عليہ السلام جهڙي شخصيت ۽ معاويہ ۾ فرق ڪن ها ۽ سمجهي وڃن ها تہ اهي معاويہ جي مدد ڪري حق جي مقابلي ۾ باطل جي، ڀلائي جي مقابلي ۾ برائي جي، ۽ معاف ۽ درگذر ڪرڻ جي مقابلي ۾ زيادتي ۽ نهٺائي جي مدد ڪري رهيا آهن.

انهي واقعي ڪان پوءِ ٻن ڏينهن تائين سڪون رهيو ۽ ڪنهن بہ ڌر طرفان حملو ڪونہ ٿيو. 36 هجري جي ذوالحج مهيني ۾ لڙائي شروع تي وئي، ۽ محرم جي مهيني ۾ لڙائي ملتوي ٿي وئي. پهرين صفر ڪان لڙائي وري شروع ٿي وئي ۽ ستن ڏينهن تائين مسلسل گهمسان جي لڙائي هلندي رهي. اميرالمؤمنين حضرت علي عليہ السلام جي مجاهدن وڏي بهادري سان اسلام جي دشمن لشڪر جون وايون بتال ڪري ڇڏيون.

انهي خوني جنگ ۾ ست هزار ماڻهو مارجي ويا. لڙائي رات ڏينهن جاري هئي ۽ حضرت علي عليہ السلام جو عراقي لشڪر دشمن جي شامي فوجين تي غالب اچڻ وارو هيو. انهن معاويہ کي جيئرو پڪڙڻ جو پڪو پهہ ڪري ڀرپور حملو ڪيو ۽ ان جي لشڪرجي وچ ۾ پهچي ويا. معاويہ ڏاڍو پريشان ٿي ويو ۽ عمرو بن عاص کي چيائين تہ ڪا تدبير ڪرڻ گهرجي. ان چيس تہ تون فڪر نہ ڪر مان اهڙو ڪم ڪندس جو تون پاڻ بہ حيران ٿي ويندين. ان معاويہ کي صلاح ڏني تہ قرآن شريف کي نيزن تي رکي اپو ڪيو وڃي. ان جنگ کي روڪڻ لاءِ جيڪا ان کي ۽ ان جي ساٿي باغين کي هن ڌرتي تان مٽائي رهي هئي، معاويہ هڪدم ائين ڪيو ۽ قرآن شريف کي نيزن تي رکي اپو ڪرايو ۽ پنهنجي طرفان اعلان ڪيو:

"اي عراقيو! هي خداپاڪ جو ڪتاب آهي جيڪو توهان ۽ اسان جي وچ ۾ فيصلو ڪندو، اچوته هن تي عمل ڪريون. شام جي ماڻهن کان پوءِ ڪير انهن جي ٻارن کي پالڻ لاءِ سنڀاليندو ۽ عراقين کان پوءِ ڪير انهن جي معصوم ٻارن جي نظرداري ڪندو."

حضرت علي عليہ السلام قرآن شريف کي جڏهن نيزن تي ڪچي متي ٽيندو ڏٺوته فرمايو:

"خدا پاڪ جو قسم! اهي ماڻهو قرآن شريف جي مڃڻ وارن مان ڪونہ آهن. اهي صرف هڪڙو ڏوڪو ۽ فريب ڪري رهيا آهن. انهن کي خبر آهي تہ مون جنگ جمل ۾ پنهنجن مخالفن جي آڏو قرآن شريف پيش ڪيو هيو، سو انهن بہ انهي عمل کي ورجايو آهي. اهي ماڻهو جيڪڏهن قرآن شريف کي مڃڻ وارن مان هجن ها تہ جنگ جمل ۾ بہ ان کي مهت ڏين ها. توهان انهن دغابازن جي ظاهري ڏيک کي نہ ڏسو پر پنهنجي حوصلي ۽ ايمان کي مضبوط رکو. قرآن شريف کي انهن انهي ڪري وچ ۾ آندو آهي جو انهن کي شڪست ڏسڻ ۾ اچي رهي آهي، ورنہ اهي ڪڏهن بہ ائين ڪونہ ڪن ها."

بهرحال، معاويہ جي اها چالاڪي ڪامياب وئي ۽ هرطرف کان صلح جا آواز اچڻ لڳا. ائين پئي لڳوتہ صلح جو نعرو هڻڻ وارا قرآن شريف کي نيزن تي کڻڻ وارن ماڻهن سان گڏ آهن. ان کان پوءِ جيڪو ڪجهہ ٿيو ۽ ٿيندو رهيو آهي اهو اسلامي دنيا جي تاريخ جو هڪڙو نہ ڪٽندڙ ۽ افسوس ناڪ باب آهي.

## حضرت علي عليہ السلام جي شهادت

سن 40 هجري جي رمضان مهيني جي 21 تاريخ اها حشرانگيز ۽ قيامت خيز تاريخ آهي جنهن ڏينهن اسلام جي محافظ دين ۽ ايمان جي سردار رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حقيقي وارث ڪوفي جي مسجد ۾ زهر ۾ ٻڏل تلوار جي حملي ۾ شهادت ماڻي. اهو حملو ڪرائڻ ۽ کين شهادت جي درجي تي پهچائڻ ۾ ڪنهن جو هٿ هيو ۽ سندن شهادت جو مکيہ دشمن ڪردار ڪير هيو ان ۾ اختلاف آهي.

معاويہ ۽ عمرو بن عاص جمل ۽ صفين وارين لڙاين ۾ پنهنجو

حشر ڏسي چڪا هيا. انهن کي پڪي خبر هئي تہ حضرت علي عليہ السلام جي زندگيءَ ۾ انهن کي پنهنجون مرادون حاصل ڪرڻ تي سگهنديون. انهيءَ ڪري ڪنهن بہ طريقي سان علي عليہ السلام کي پنهنجي رستي تان هٽائڻ جا سانباها ڪرڻ شروع ڪيائون تہ جيئن سک جو ساهہ کڻي پنهنجن مقصدن ۾ ڪاميابي ماڻي سگهن. انهيءَ فڪر ۾ هيا تہ معاويہ کي ٻيا ساٿاري بہ ملي ويا.

انهيءَ سازش کي تيار ڪرڻ لاءِ معاويہ سان عبدالرحمان بن ملجم مرادي، حجاج بن عبدالله صريمي جيڪو برڪ جي نالي سان مشهور هيو ۽ عمر بن بڪر تميمي نالي خارجي پڻ صلاحڪار هيا. چيو وڃي ٿو تہ انهي سازش جي پٺيان اشعث بن قيس ڪِندي جو بہ هٿ هيو. انهي سازش کي مڪمل ڪرڻ لاءِ ان جو ابن ملجم سان معاهدو ٿيو هيو ۽ سازش جو منصوبو ڪنده ۾ تيار ڪيو ويو هيو. ڪجهہ ماڻهن جو چوڻ آهي تہ اها سازش ابن ملجم ۽ معاويہ بن ابو سفيان جي ملي ڀڳت هئي. جنهن جي دليل ۾ ابو اسود دولي جي انهن شعرن کي ثبوت طور پيش ڪيو ٿو وڃي جيڪي انهي سازش جي مڪمل ٿيڻ کان پوءِ ان معاويہ کي مخاطب ٿيندي چيا هيا. يا حڪيم ثنائي جي هينين بيتن ۾ ثبوت موجود آهي:-

| | |
|---|---|
| پسرِ ملجم آں سگِ بے دین | آں سزاوار لعنت و نفرین |
| بر زنِ عاشق آں شُده میشوَم | آں نگوں ساز تر زِ راهبِ رُوم |
| بُود آں زن زِ آلِ بوسفیان | منعم مالدار و خوب و جواں |
| گشت از ایں سِر معاویہ آگاہ | مرد را گشت جملہ کار تباہ |
| گفت کار تو باکمال شوَد | ایں چنیں زن ترا حلال شوَد |
| گر تو درکار خویش شیر ولي | هست کابین حره خونِ علي. |

{يعني: ملجم جو پٽ اهو بي دين ڪتو جيڪو لعنت ۽ نفرت جو حقدار آهي، هڪڙي عورت تي عاشق ٿي پيو ۽ ان بدبخت (عورت) جي لاءِ ٻڌو آهي تہ روم جي راهب کان بہ وڌيڪ ساڙيلي هئي، اها عورت ابوسفيان جي قبيلي منجهان هئي ۽ خوشحال، مالدار، خوبصورت ۽ جوان هئي، معاويہ انهي راز کان واقف ٿي ويو ۽ انهيءَ ڪري ان (ملجم) کي تباهہ ڪري ڇڏيائين، معاويہ ان کي چيو تہ جيڪڏهن تون

گهرين تہ اها عورت تنهنجي لاءِ حلال ٿي سگهي ٿي. جيڪڏهن تون پنهنجي ڪم لاءِ دليري ڏيکارين ڇوتہ ان جو ڪابينو (حق مهر) علي (عليہ السلام) جو خون آهي.}

انهن شعرن ۾ انهي قتل کي سڌو سنئون معاويہ ڏانهن منسوب ڪيو ويو آهي، جيڪڏهن اها سازش بين خارجين جي هجي ها تہ انهن شعرن ۾ اهڙي طرح معاويہ جي ملوث هجڻ جو ذڪر ڪونہ ڪيو وڃي ها.

انتقام جي باھ بہ ڪيتري خطرناڪ شئي آهي ۽ مذهبي جنون بہ ڪيڏو ڀوائتو ٿيندو آهي. انهن ذڪر ڪيل ڳالهين سازشين جون اکيون ايتريون تہ انڌيون ڪري ڇڏيون هيون جو انهن ڳالهين جي هوندي قتل ۽ انتقام جي منصوبي کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ ٻئي ڪنهن بہ بهاني جي ضرورت ڪونہ هئي. ليڪن انهن ڪان عشق ۽ محبت جي باھ زوردار هئي، جنهن ان عشق جي داستان کي ان مقدس شهيد جي خون سان لڪرايو. جنهن ماڻهوءَ کي عشق جي انڌ معشوق جي قول و قرار ۽ پيار جي واعدن جو قيدي بڻائي ڇڏيو هجي ان عاشق کي هوس جي اڃ جي بيماري لڳي ويندي آهي.

ابن ملجم گهمندو ڦرندو ڪوفي اچي پهتو جتي خارجين جي هڪڙي وڏي جماعت موجود هئي. هڪڙي ڏينهن تميم الرباب قبيلي جي خارجين سان ان جي ملاقات ٿي جن ۾ اها عورت قطام بنت عدي بہ موجود هئي. ان جو پيءُ، ڀائر ۽ ٻيا ويجها مائٽ خارجين سان ٿيل لڙائي ۾ مارجي ويا هيا. ابن ملجم جڏهن ان کي پنهنجو ڪرڻ لاءِ ان کي پيغام ڏنو تہ ان پٽر دل نازنين ان کي چيو تہ مون کي حاصل ڪرڻ جو شرط اهو آهي تہ جيڪو مهر طلب ڪريان اهو ادا ڪر. مون کي حاصل ڪرڻ لاءِ منهنجي دل آزاريندڙ ڏکن جي باھ کي وساڻو پوندئي.

ابن ملجم راضي ٿي ويو ۽ ان کان معلوم ڪيائين تہ ان جي تسلي ڪهڙي ڳالھ سان ٿيندي؟ ان جواب ڏنو:

"ٽي هزار درهم، هڪڙو غلام، هڪڙي ٻانهي ۽ علي (عليہ السلام) جي قتل سان منهنجي دل کي سڪون ملي سگهي ٿو."

روايتن مان ثابت آهي تہ حضرت علي عليہ السلام جي دل ۾ اچڻ

واري حادثي جو احساس ٿي ويو هيو. ابن ملجم کي جڏهن به ڏسندا هيا ته خيال ڪندا هيا ته ان بدبخت جا هٿ سندن خون سان رنگجڻ وارا آهن. پاڻ فرمائيندا هيا ته خدا پاڪ جو قسم! مون کي حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن ٻڌائي ڇڏيو آهي ته ”منهنجو موت قتل سبب“ ٿيندو.

جمع جي سڄي رات ابن ملجم اشعث بن ڪِندي جي مسجد ۾ ان سان سَٿون سَٿيندو رهيو. ان ڪوفي ۾ شبيب بن بجره نالي هڪڙي خارجي کي انهيءَ ڪم لاءِ پاڻ سان ملائي ورتو هيو. ٻئي تلوار ڪڍي هليا ۽ ان دروازي جي اوٽ ۾ ويهي رهيا جنهن دروازي مان حضرت علي عليه السلام مسجد شريف ۾ نماز پڙهڻ لاءِ ايندا هيا.

ان رات امير المؤمنين علي عليه السلام کي ننڊ ڪونه آئي. سندن فرزند حضرت حسن عليه السلام کان روايت آهي ته باک ڦٽي مهل مان سندن خدمت ۾ حاضر ٿيس ته پاڻ فرمايائون:

”ٻچڙا! سڄي رات جاڳندو رهيو آهيان، ٿوري دير ٿي جو ويٺي ويٺي اک لڳي وئي هئي، ننڊ ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي زيارت ٿي. مون کين عرض ڪيو يا رسول الله صلي الله تعاليٰ عليڪ وعليٰ آلڪ وسلم! توهان جي امت کان مون کي ڏاڍا ڏک ۽ تڪليفون پهتيون آهن.‘ پاڻ فرمايائون ’دعا ڪر ته خدا پاڪ توهان جي انهن کان جان آجي ڪري ڇڏي‘ ان تي مون دعا ڪئي ’اي الله سائين! مون کي انهن کان وڌيڪ سٺا ساٿي عطا ڪر ۽ انهن کي منهنجي مقابلي ۾ تمام گهڻو بڇڙا ساٿي ڏي.‘“

حضرت حسن عليه السلام وڌيڪ بيان ڪن ٿا ته ان وقت ابن التياح مؤذن به حاضر ٿيو ۽ ماڻهن کي نماز لاءِ پڪارڻ لڳو. ياٽرو! نماز! مون سندن هٿ ورتو ۽ پاڻ اٿيا......ابن التياح اڳيان هو ۽ مان پنيان هيس. پاڻ دروازي مان ٻاهر نڪري ماڻهن کي نماز لاءِ سڏيائون. ياٽرو! نماز! ۽ اهو سندن روزاني جو معمول هيو. پاڻ مسجد شريف ڏانهن ويندي ماڻهن کي نماز لاءِ مسجد شريف ۾ اچڻ لاءِ جاڳائيندا رهندا هيا.

ان رات پاڻ ڪجهه شعر پڙهندا مسجد شريف ڏانهن هلندا رهيا:

"موت سان منهن ڏيڻ لاءِ سندرو ٻڌ. ڇوتہ موت توسان ضرور ملاقات ڪندو. موت کان نہ ڏڄ، جيڪڏهن اهو توتي اچي وڃي."

پاڻ جيئن ئي اڳتي وڌيا بہ چمڪندڙ تلوارون ظاهر ٿيون ۽ هڪڙو آواز بلند ٿيو "علي، حڪومت تنهنجي نہ پر خدا جي آهي." شبيب جي تلوار تہ دروازي جي طاق کي لڳي، پر ابن ملجم جي زهر ۾ ٻڏل تلوار حضرت علي عليہ السلام جي پيشاني مبارڪ تي لڳي ۽ دماغ ۾ لهي وئي، جنهن جو زخم گهرو ۽ گهڻو خطرناڪ هيو. لاڏاڻي ڪرڻ کان اڳ پاڻ پنهنجن عزيزن کي هدايت ڪري قاتل جي لاش کي چيرڻ ڦاڙڻ کان منع ڪيائون:

"اي بنو عبدالمطلب! توهان مسلمانن جو خون اهو چئي نہ وهائجو تہ امير المؤمنين (عليہ السلام) کي قتل ڪيو ويو. خبردار! منهنجي قاتل کان سواءِ ٻيو ڪوبہ ماڻهو قتل نہ ٿئي. حسن (عليہ السلام) ڏس! جيڪڏهن منهنجو انهي ڌڪ لڳڻ سبب لاڏاڻو ٿي وڃي تہ توهان قاتل سان ان کان وڌيڪ سخت ڪاروائي نہ ڪجو. جنهن جو اهو حقدار آهي. ان جا ڪن ۽ نڪ نہ وڍجو. ڇوتہ مون رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ توهان ڇڪ پائڻ واري ڪتي کي بہ چيري ڦاڙي نہ ماريو."

حضرت علي عليہ السلام حالتن کي مد نظر رکندي اڳيئي هيٺين وصيت لکي ڇڏي هئي.

## وصيت

پٽ زماني جي ڦيري، دنيا جي بي وفائي ۽ پڇاڙيءَ جو وقت ويجهو اچڻ سان ائين ٿيو جو دل گهريو تہ سيني کي وساري ڇڏيان، هر پاسي کان اکيون بوتي ڇڏيان ۽ پاڻ کان سواءِ ڪنهن جي ڳڻتي نہ ڪريان. ۽ جڏهن مون ٻين جو فڪر ڇڏي پاڻ کي پنهنجن ئي فڪرن تائين محدود ڪري ڇڏيو تہ منهنجي عقل، مون کي خواهشن کان روڪي ڇڏيو ۽ مون کي انهن کان بچائي ورتو. نتيجو اهو نڪتو جو مون کي پنهنجا معاملا صاف نظر اچڻ لڳا ۽ آءُ انهيءَ سچي حقيقت تائين پهچي ويو آهيان، جنهن ۾ اڻ سنجيده ڳالهين جو دخل بہ ڪونهي ۽ سچائي کي جاڻي ورتو اٿم، جنهن ۾ ڪوڙ جي ٿوري بہ جهلڪ ڪونہ آهي.

مون ڏنو تہ توهان منهنجائي ٽڪرا آهيو جيڪو آءُ آهيان سوئي توهان آهيو. ايتري تائين جو جيڪڏهن توهان تي ڪا آفت اچي تہ ڄڻ مون تي آئي آهي ۽ توهان کي موت اچي تہ ڄڻ مون کي آيو آهي. ان سان مون کي توهان جو ايتروئي خيال ٿيو جيترو پنهنجو ٿي سگهي ٿو. ان ڪري مون هي وصيت لکي آهي جيڪا توهان کي واٽ ڏيکاريندي، هاڻي پلي آءُ جيئرو رهان يا دنيا مان هليو وڃان.

آءُ توهان کي وصيت ٿو ڪريان تہ الله تعاليٰ کان ڊڄندا ڪريو ان جا حڪم مڃيندا ڪجو. سندس ذڪر سان پنهنجي دل کي آباد رکجو ۽ ان جي رسيءَ کي مضبوطيءَ سان جهلجو. توهان جي ۽ الله تعاليٰ جي وچ ۾ جيڪو رشتو آهي، ان کان وڌيڪ مضبوط ڪو ٻيو رشتو نٿو ٿي سگهي، شرط اهو آهي تہ توهين ان کي جهلي رکو.

پنهنجي دل کي نصيحتن ۽ سٺين ڳالهين سان جيئرو رکجو ۽ پنهنجين نيڪين سان دل جي خواهشن کي ماري ڇڏجو ان کي يقين ذريعي مضبوط رکجو ۽ سمجهداريءَ سان ان کي روشن رکجو ۽ موت کي ياد رکي ان کي قابوءَ ۾ ڪجو. کيس سمجهائجو تہ سيني جو خاتمو يقيني آهي، دنيا جا حادثا ان جي سامهون آڻجو زماني جي لاهن چاڙهن کان ان کي ڊيڄارجو ۽ گذريلن جي حالتن کي ان جي سامهون رکجو. توهان کان اڳ وارن تي جيڪي گذريو ان کي ياد ڏيارجو. انهن جي گهرن ۽ کنڊرن کي وچي ڏسجو ۽ اهو ڏسجو تہ هو دنيا ۾ ڇا ڪندا رهيا، ڪيڏانهن هليا ويا، ڪٿي لٿا ۽ ڪٿي ترسيا. ڏسندؤ تہ توهان کي چٽو نظر ايندو تہ هو دوستن کان منهن موڙي هليا ويا ۽ ڏيهہ کي ڇڏي ويا ۽ اهو وقت پري ناهي، جڏهن توهان جو ڳاڻيٽو بہ انهن ۾ ٿيڻ لڳندو ان ڪري پنهنجي اصل منزل لاءِ بندوبست ڪريو پنهنجي آخرت وڪڻي دنيا خريد نہ ڪريو جن ڳالهين کي نٿا ڄاڻو انهن جي باري ۾ نہ ڳالهايو. جنهن شئي جو توهان سان تعلق ناهي ان جي باري ۾ نہ ڳالهايو جنهن راهہ ۾ ڀٽڪڻ جو انديشو هجي، ان راهہ ۾ وک نہ کڻجو ڇو تہ هولناڪين ۾ ڦاسڻ کان بچڻ لاءِ وک کي روڪڻ بهتر آهي.

ٻين کي نيڪيءَ جي راهہ تي لڳايو تہ جيئن پاڻ بہ نيڪن ۾ ڳڻيا

وڃو. هٿ ۽ زبان وسيلي برائيءَ کي روڪيندا رهو. جيستائين ٿي سگهي بُرن ماڻهن کان پري رهو. خدا جي واٽ ۾ اهڙو جهاد ڪريو جو جهاد جو حق ادا ٿي وڃي ۽ جيڪڏهن ڪو ان کي برو قرار ڏئي ته ان جي ڳالهين جو اثر نه وٺو.

حق تائين پهچڻ لاءِ ضروري هجي ته سختين ۾ ٽپي پئو دين ۾ سوچ سمجھ پيدا ڪريو پاڻ ۾ سختين کي برداشت ڪرڻ جي عادت وجهو ۽ ياد رکو حق جي راھ ۾ صبر ڪرڻ بهترين اخلاق آهي. هر معاملي ۾ پنهنجي لاءِ الله جي پناھ ڳوليو اهڙيءَ طرح توهين مضبوط پناھ گاھ ۽ محفوظ قلعي ۾ پهچي ويندا. رڳو پنهنجي پروردگار کان سوال ڪريو ڇوته ڏيڻ ۽ نه ڏيڻ بس انهيءَ جي ئي اختيار ۾ آهي. پنهنجي الله کان وڌ ۾ وڌ ڀلائي گهرو.

منهنجي وصيت کي سمجهو. ان کان منهن نه موڙجو سٺي ڳالھ اها ئي آهي جيڪا فائدو ڏئي. جنهن علم ۾ فائدو نه هجي، ان ۾ ڪابہ ڀلائي ڪونه آهي، ۽ جيڪو علم سکڻ جي لائق نه هجي، ان مان ڪجھ بہ حاصل ڪونه ٿيندو.

پٽ، مون ڏٺو آهي تہ ڪمزور ٿيندو پيو وڃان، آءٌ وقت وڃائڻ کان سواءِ هي وصيت پيو لکان. متان ائين نه ٿئي تہ اهو سڀ ڪجھ چئي نہ سگهان ۽ موت اچي وڃي ۽ دل جي ڳالھ دل ۾ رهجي وڃي يا بدن وانگر عقل ۽ سوچ سمجھ ڪمزور پئجي وڃي يا منهنجي وصيت کان اڳيئي طرح طرح جون خواهشون توهان کي گهيري وٺن. توهان دنيا جي ڪنڊاڪڙن ۾ منجهي پئو ۽ منهن زور اٺ وانگر ٿي وڃو ڇوتہ جنهن جي عمر گهٽ هجي، ان جي دل خالي زمين وانگر هوندي آهي، جو ان ۾ جيڪو ٻج ڇٽيو وڃي ان کي قبول ڪندي آهي. ان ڪري آءٌ گهران ٿو تہ ان کان اڳ جو توهان جي دل سخت ٿئي يا دماغ ڪنهن ٻي جاءِ تي مشغول ٿي وڃي، توهان کي ضروري ڳالهيون سمجهائي ڇڏيان تہ جيئن توهان سنجيدگيءَ سان سوچيو ۽ انهن ڳالهين کي قبول ڪريو جن کان تجربيڪار ماڻهو ئي توهان کي آزمائش ۽ جستجو جي تڪليف کان بچائي سگهن ٿا. اهڙي طرح توهان ڳولا جي محنت کان ۽ دنيا کي آزمائڻ جي مشڪلاتن کان

بچيل رهندا، ۽ تجربي ۽ علم جون اهي ڳالهيون تڪليفون سهڻ بنا توهان تائين پهچي رهيون آهن، جن کي اسان ڳوليندا وتندا هئاسين. هاڻي اهو سڀ توهان جي سامهون کولي بيان ڪيو پيو وڃي، جيڪو شايد توهان جي نظرن کان به لڪل رهجي ويو هجي.

پٽ، توڙي جو مون ايتري عمر ڪونه ماڻي آهي جيتري اڳ وارن ماڻهن جي هوندي هئي، پوءِ به مون انهن جي زندگيءَ تي غور ڪيو آهي ۽ انهن جي حالتن جي باري ۾ سوچيو آهي. انهن جي ڇڏيل نشانن کي ايترو ويجهڙائيءَ مان ڏٺو آهي جو آءٌ به انهن مان هڪ ٿي ويو آهيان، بلڪ انهن سڀني جون حالتون ۽ انهن جي باري ۾ معلومات منهنجي چاڻ ۾ آئي آهي، ان کان پوءِ ته ائين ٿو لڳي جڻ مون سڄي عمر انهن سان ئي گڏ گذاري آهي. ان ڪري مون صاف کي گند کان ۽ نفعي کي نقصان کان ڌار ڪري سڃاڻي ورتو آهي ۽ هاڻي سڀني جو نچوڙ توهان جي سامهون رکي رهيو آهيان.

مون اهو ڪيو آهي جو سٺين ڳالهين کي چونڊي چونڊي گڏ ڪري ڇڏيو آهي ۽ اجاين ڳالهين کان توهان کي پري رکيو آهي، ۽ جيئن ته مون کي توهان جي هر ڳالهه جو ايتروئي خيال آهي جيترو هڪ مهربان پيءُ کي هئڻ گهرجي، ۽ توهان جي اخلاقي سکيا جو به خيال آهي، ان ڪري مناسب سمجهيم ته توهان کي ادب جي تعليم اهڙي ئي مرحلي تي ڏيان جڏهن توهان عمر جي شروعاتي حصي ۾ هجو دنيا ۾ نوان آيا آهيو توهان جي نيت صاف آهي ۽ دل جون خواهشون به پاڪيزه آهن.

مون گهريو هيو ته پهريائين توهان کي الله جي ڪتاب، شريعت جي حڪم، ۽ حلال ۽ حرام جي باري ۾ تعليم ڏيان ۽ ڪنهن ٻئي موضوع جو رخ نه ڪريان، پر اهو انديشو پيدا ٿيو ته جن ڳالهين تي ماڻهن جي عقيدي ۽ مذهبي خيالن ۾ اختلاف آهي، انهن ڳالهين تي توهان جي ذهن ۾ انهيءَ قسم جو شڪ نه پيدا ٿي وڃي، جيئن انهن ماڻهن جي ذهن ۾ ٿيو آهي. جيتوڻيڪ اها ڳالهه مون کي پسند ڪونهي ته توهان سان انهن غلط عقيدن جي ڳالهه ڪريان پر آءٌ سمجهان ٿو ته

ان باري ۾ توهان جي خيالن کي مضبوط ڪرڻ ان کان بهتر آهي تہ توهان کي اهڙين حالتن ۾ مبتلا ٿيڻ ڏيان جن ۾ توهان جي ميسارجي وڃڻ ۽ تباهہ ٿي وڃڻ جو خطرو آهي. مون کي اميد آهي تہ الله تعاليٰ توهان کي نيڪيءَ جي توفيق ڏيندو ۽ سڌو رستو ڏيکاريندو. اهو ئي سوچي هي وصيت نامو لکيو اٿم.

پٽ، ياد رکو تہ توهان جي جنهن ڳالھ کان مون کي خوشي ٿيندي، اها آهي تہ توهان خدا کان ڊڄو الله تعاليٰ جيڪي فرض عائد ڪيا آهن انهن کي پورو ڪرڻ ۾ ڪمي نہ ڪريو. پنهنجي گھر ۽ ڪٽنب جي پاڪ بزرگن جي رستي تي هلو ڇوتہ جهڙيءَ طرح توهان اڄ پاڻ کي ڏسو ٿا، اهڙي طرح اهي بہ پنهنجو پاڻ کي ڏسندا هيا ۽ جيڪو ڪجھ توهان جي سوچڻ سمجهڻ جو ڍنگ آهي، اهوئي انهن جوبہ ڍنگ هيو. نيٺ حالتن کان سکي اهي سنئين رستي تي هليا ۽ اجاين ڳالهين کان بچيا، پر جيڪڏهن توهان جي طبيعت اهو قبول نہ ڪري ۽ گھرو تہ پنهنجي تجربي سان سکو تہ الله تعاليٰ جو نالو وٺي تجربو شروع ڪريو پر اهو ڪم سوچي سمجهي ڪرڻو پوندو. شڪ ۽ شبهي ۾ رهي يا بحث مباحثي ۾ بي عقليءَ سان ڦاسي نہ پر ان کان اڳ جو اهو ڪم شروع ڪريو پنهنجي مالڪ کي مدد لاءِ عرض ڪريو ان کان ڪاميابيءَ جي توفيق گھرو ۽ هر قسم جي شڪ کان بچيل رهو. ڇوتہ شڪ توهان کي حيرت ۽ گمراهيءَ ۾ وجهي ڇڏيندو. جڏهن توهان کي يقين ٿي وڃي تہ دل تي ڪو مير نہ رهيو آهي ۽ هاڻي اها توهان جي اختيار ۾ اچي وئي آهي، عقل پختو ٿي هڪ نڪاٽي تي اچي بيٺو آهي ۽ ذهن هڪ راهہ تي هلڻ لڳو آهي تہ ان وقت ئي هن ماٿريءَ ۾ قدم رکجو نہ تہ ان واٽ تي اونداهي ئي اونداهي آهي، ان ۾ توهان ٿاٻا کائيندا وتندا، حالانڪ جنهن کي دين جي ڳولا هجي، اهو نہ ڀٽڪي ٿو ۽ نہ خطرن ۾ پوي ٿو اهڙين حالتن ۾ دين کي ڳوليندڙ کي گھرجي تہ بچي هلي.

پٽ، منهنجي وصيت کي چڱيءَ طرح سمجهي ڇڏيو ۽ ياد رکو تہ جنهن جي هٿ ۾ موت آهي، ان جي هٿ ۾ زندگي بہ آهي. جيڪو پيدا

ڪندڙ آهي، اهوئي ماريندڙ بہ آهي. جيڪو ميساري ٿو اهوئي نئين حياتي بہ ڏئي ٿو ۽ جيڪو تڪليف ۾ وجهي امتحان وٺي ٿو اهوئي ڇوٽڪارو بہ ڏئي ٿو. يقين ڪريو تہ دنيا جنهن جاءِ تي بيٺل آهي، اها جاءِ الله تعاليٰ جي ٺاهيل قانون مطابق آهي، جو انسان کي نعمتون بہ ملن ٿيون ۽ اهو آزمائش ۾ بہ پوي ٿو ۽ وري آخرت ۾ ان کي اهو صلو ملي ٿو جنهن کي توهان نٿا ڄاڻو.

جيڪڏهن ڪا ڳالهہ توهان جي سمجهہ ۾ نہ اچي تہ مڃڻ کان انڪار نہ ڪجو. بلڪ اهو سوچي ان تي غور ڪجو تہ توهان گهٽ سمجهہ وارا آهيو ڇو تہ جڏهن توهان پيدا ٿيا تہ بي سمجهہ هيا. پوءِ آهستي آهستي توهان کي علم حاصل ٿيو ۽ اڃا خبر ناهي تہ ڪيتريون ڳالهيون آهن جن کان توهان بي خبر آهيو. اهڙيون ڳالهيون جن تي عقل دنگ رهجيو وڃي، ۽ نظر دوکو کائي وڃي ٿي، پر پوءِ صحيح ڳالهہ نظر اچي ٿي، ان ڪري ان مالڪ سان لاڳاپيل رهو جنهن پيدا ڪيو آهي، روزي ڏني آهي ۽ توهان کي هنر ۽ ڍنگ سان ٺاهيو آهي. هاڻي انهيءَ جي ئي عبادت ڪريو ان ڏانهن ڏسندا رهو ۽ انهيءَ کان ڊڄندا رهو.

پٽ، ياد رکو تہ توهان کي الله تعاليٰ جي باري ۾ جهڙي تعليم رسول اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڏني آهي، ڪو بيو نٿو ڏئي سگهي، ان ڪري پاڻ سڳورن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ئي خوشيءَ سان پنهنجو رهبر بڻايو ۽ ڇوٽڪاري لاءِ کين ئي پنهنجو قائد تسليم ڪريو. مون توهان کي نصيحت ڪرڻ ۾ ڪابہ ڪمي ڪونہ ڪئي آهي ۽ توهان ڪوشش جي باوجود پنهنجي باري ۾ ايترو نٿا سوچي سگهو جيترو آءٌ سوچي سگهان ٿو.

اي پٽ، ياد رکو تہ جيڪڏهن توهان جي پروردگار سان گڏ ڪو بيو بہ هجي ها تہ ان جا بہ رسول اچن ها ۽ ان جي سلطنت ۽ حڪومت جا آثار بہ نظر اچن ها، ان جا ڪم ۽ ان جون خوبيون بہ نظر اچن ها، پر نہ، الله تہ هڪ آهي، جيئن هن پاڻ چيو آهي، ان جي ملڪ ۾ ڪوبہ ان سان مقابلو ڪرڻ وارو ڪونہ آهي، هو هميشه کان آهي ۽ سدائين رهندو.

اهو ائين جو هو سڀ کان پهريون آهي جو ان جي ابتدا ناهي، ۽ سڀ کان آخر آهي پر ان جي ڪا انتها ڪونه آهي. سندس شان ان کان وڏيڪ آهي ته دل ۽ نگاهه کي قائل ڪري ان جي رب هجڻ کي مڃيو ۽ ثابت ڪيو وڃي. جيڪڏهن توهان ان حقيقت کي سچائي ورتو آهي ته پوءِ سندس حڪم تي عمل ڪريو ان شخص جيان جنهن جي حيثيت معمولي هوندي آهي، طاقت گهٽ هوندي آهي، ويچارگي گهڻي هوندي آهي. جيڪو ان جي اطاعت جي جستجو ۾ رهي ٿو ان جي سزا کان ڊچندو رهندو آهي ۽ ان کي سندس ناراضگيءَ جو انديشو رهندو آهي ۽ اهڙي قسم جي حالتن ۾ اهو الله جو محتاج رهي ٿو. الله تعاليٰ جنهن شئي جو حڪم ڏنو آهي، اها بهترين آهي ۽ جنهن شئي کان منع ڪئي آهي، اها بدترين آهي.

پٽ، مون توهان کي دنيا جي باري ۾ خبردار ڪري ڇڏيو آهي ته ان جي حالت ڪهڙي آهي، اها سدائين رهڻ واري ڪونه آهي، اها پائيدار ناهي. مون توهان کي ٻڌائي ڇڏيو آهي ته آخرت ۾ ڇا ٿيندو ۽ اتي آرام جو ڪهڙو سازُ ۽ سامان ملندو. دنيا ۽ آخرت جا مثال توهان جي سامهون آهن ته جيئن انهن کان ڪجهه سکو ۽ انهن جون تقاضائون پوريون ڪريو. جن ماڻهن دنيا کي چڱي طرح سمجهي ڇڏيو آهي، تن جو مثال انهن مسافرن جهڙو آهي جن جي ٿاڪ تي ڏڪار جي حالت آهي ۽ ان ٿاڪ کان انهن جي دل بيزار آهي، پر جڏهن هو سرسبز ۽ شاداب منزل ڏانهن هليا ته واٽ تي ڏک ته گهڻا سٺائون، دوستن جو ساٿ ڇڏائجي وين، سفر جون تڪليفون برداشت ڪيائون، خراب خراب کاڌا ماٺ ڪري کاڌائون، ۽ اهو سڀ ڪجهه ان ڪري ڪيائون ته جيئن نيٺ کليل ڪشادي ۽ مستقل قيام جي ٺڪاڻي تائين پهچي وڃن. ان منزل جي خيال ۾ کين واٽ جي تڪليفن جو احساس به نه ٿيو. هي اهي مسافر آهن جيڪي راهه جي خرچ کي نقصان نٿا سمجهن، انهن کي ته سڀني کان وڏيڪ اها شئي پسند آهي جيڪا کين سٺن منزل ۽ مقصد جي ويجهو ڪري ڇڏي.

ٻئي پاسي اهي ماڻهو آهن جن دنيا کان دوکو کاڌو سندن حال انهن مسافرن جهڙو آهي جن کي سرسبز ۽ شاداب منزل ملي، پر اهي ان

ڪان بيزار ٿي پيا ۽ ان طرف هلي پيا جتي سُڪ پيل هجي ۽ تباهي پکڙيل هجي. انهن کي ته ان وقت سخت حادثو پيش ايندو جڏهن اهي پنهنجين حالتن مان نڪري اهڙي منزل تي پهچندا جتي ڪين اوچتو پهچڻو آهي ۽ چاهه ٿئي ضرور پهچڻو آهي.

پٽ، پنهنجي ۽ ٻين جي وچ ۾ هر معاملي کي پاڻ پنهنجي ذات جي ماڻ ۾ توريو. جيڪو پنهنجي لاءِ پسند ڪريو ٿا، اهوئي ٻين لاءِ پسند ڪريو ۽ جيڪو پنهنجي لاءِ نٿا گهرو ته ٻين لاءِ به اهو نه گهرو. جهڙيءَ طرح گهرو ٿا ته توهان سان زيادتي نه ٿئي، اهڙي طرح ٻين سان به زيادتي نه ڪريو. جهڙيءَ طرح گهرو ٿا ته توهان سان سٺو سلوڪ ڪيو وڃي، اهڙيءَ طرح ٻين سان به سٺو سلوڪ ڪريو. ٻين ۾ جيڪا برائي نظر اچي اها جيڪڏهن توهان ۾ به هجي ته ان کي خراب سمجهو. ٻين ماڻهن سان توهان جو جيڪو رويو هجي، انهيءَ رويي کي پنهنجي لاءِ به درست سمجهو.

جيڪا ڳالهه نٿا ڄاڻو ان جي باري ۾ زبان نه کوليو ڀلي توهان کي ٿورو علم هجي، ڪنهن جي باري ۾ اها ڳالهه نه چئو جيڪا پنهنجي باري ۾ پسند نٿا ڪريو. ياد رکو پاڻ پسندي صحيح راهه تي هلڻ نٿي ڏئي ۽ عقلن کي بيمار ڪري ڇڏي ٿي. روزي ڪمائڻ ۾ ڀڄ ڊڪ ڪريو ۽ اڻين نه ڪمايو جو ٻوءِ ٻيا کائين، ۽ جڏهن نئين راهه تي هلڻ جي توفيق ٿي وڃي ته پنهنجي پروردگار جي سامهون سڀ کان وڌيڪ جهُڪي پيش تجو. ڏسو توهان جي سامهون هڪ ڊگهو ۽ ڏکيو رستو آهي، ان کان سواءِ توهان کي انهيءَ رستي لاءِ ٿمر به ساڻ کڻڻو آهي. جيتري ضرورت هجي اوتري سامان جو اندازو ڪري وٺو پر ان سان گڏ پٺيءَ جو بار هلڪو رکو پنهنجن ڳلهن تي ايترو بار نه کڻي هلو جو ان جو وزن اوهان لاءِ مصيبت بڻجي وڃي، جيڪڏهن توهان کي ڪو اهڙو ضرورتمند ملي وڃي جيڪو توهان جو سامان قيامت تائين کڻي سگهي ۽ جڏهن به توهان کي ان جي ضرورت پوي ته هڪدم اهو سامان ان جي حوالي ڪري ڇڏيو ان کي غنيمت ڄاڻو ۽ سامان ان تي لڏي ڇڏيو ۽ جيترو ٿي سگهي ان جي پٺيءَ تي رکي ڇڏيو ڇوته ٿي سگهي

ٿوته پوءِ توهان اهڙي شخص کي ڳوليو ۽ نه ملي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو توهان جي دولتمنديءَ جي ڏينهن ۾ توهان کان قرض گهري رهيو آهي ۽ واعدو ڪري رهيو آهي ته توهان جي تنگيءَ جي ڏينهن ۾ موٽائي ڏيندو ته ان کي غنيمت ڄاڻو.

ياد رکو توهان جي سامهون هڪ تمام ڏکيو لَڪ آهي جنهن ۾ هلڪي ڦلڪي ماڻهوءَ جو هلڻ وزنائتي ماڻهوءَ کان مڙئي سٺو رهندو ۽ آهستي هلندڙ ماڻهو تکي ڊوڙندڙ جي ڀيٽ ۾ خراب حالت ۾ هوندو. توهان جي منزل ياته جنت آهي يا دوزخ، ان ڪري اڳيئي طئي ڪري ڇڏيوته توهان کي ڪهڙي منزل تي لهڻو آهي ۽ ٽاڪ ڪرڻ کان اڳ ان جاءِ کي نيڪ ٽاڪ ڪري ڇڏيو. ڇوته جڏهن هڪ ڀيرو مري وياته پوءِ نه معافيءَ جو امڪان آهي ۽ نه دنيا ڏانهن موٽ ٿي سگهي ٿي.

يقين ڪريوته جنهن جي هٿ ۾ زمين ۽ آسمان جا خزانا آهن، ان توهان کي گهُرڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي آهي ۽ توهان جو عرض قبول ڪرڻ جو واعدو ڪيو آهي، ۽ چيو آهي ته اوهان گهُرو هو ڏيندو. توهان رحم جي درخواست ڪريو هو رحم ڪندو. ان پنهنجي ۽ توهان جي وچ ۾ پهريدار ڪونه بيهاريا آهن جيڪي توهان کي روڪين، نه وري توهان کي ان تي مجبور ڪيو آهي ته اوهان ڪنهن کي ان وٽ سفارش لاءِ آڻيو تڏهن ڪم ڪندو. جيڪڏهن توهان گناهه ڪيا آهن ته هن توبه جي گنجائش ختم ڪونه ڪئي آهي ۽ سزا ڏيڻ ۾ جلدي به نه ڪئي آهي. توهان غلطيءَ کان پوءِ توبه ڪريو ٿاته توهان جي غلطين جا طعنا به نٿو ڏئي، ۽ توهان کي خوار به نٿو ڪري، حالانڪ اهڙا ڪم ڪري توهان کي بدنام ٿيڻوئي هيو. نه هن توبه قبول ڪرڻ لاءِ (سخت شرط هڻي) توهان سان سختي ڪئي آهي، نه گناهه جي باري ۾ توهان کان سختيءَ سان پڇا ڳاڇا ڪري ٿو ۽ نه پنهنجي رحمت کان مايوس ڪري ٿو. بلڪ هن گناهه ترڪ ڪري ڇڏڻ کي نيڪي قرار ڏنو آهي، اهوئي نه هو هڪ برائي کي هڪ ئي ڳڻي ٿو جڏهن ته هڪ نيڪيءَ کي ڏهه ڳڻي ٿو. هن توبه جو دروازو کولي ڇڏيو آهي. جڏهن به کيس سڏيو توهان جو سڏ ٻڌي ٿو. جڏهن به دل ئي دل ۾ کيس ڪجهه

چئو، هو جاڻي وٺي ٿو. توهان ڪائنس مرادون گهرو ٿا ۽ ان جي سامهون پنهنجي دل جا راز کوليو ٿا ۽ ان وٽ ئي پنهنجن ڏکن سورن لاءِ دانهيو ٿا ۽ التجا ٿا ڪريو ته توهان کي مصيبتن مان ڪڍي. توهان ان کان ئي پنهنجن ڪمن ۾ مدد گهرو ٿا ۽ سندس رحمت جي خزانن مان اهي شيون گهُرو ٿا جيڪي ڪو بيو ڪنهن به حالت ۾ نٿو ڏئي سگهي. مثال طور: گهرو ٿا ته توهان جي عمر وڌي، توهان کي جسماني صحت ۽ سگهه ملي يا چڱيءَ طرح رزق حاصل ٿئي. هن دعا جي اجازت ڏئي توهان جي هٿ ۾ پنهنجي خزاني جون ڪنجيون ڏئي ڇڏيون آهن ته جڏهن گهرو انهن ڪنجين سان رحمت جا دروازا کولي سگهو ٿا ۽ نعمتن جا مينهن وسائي سگهو ٿا.

ها، ڪڏهن دعا قبول ٿيڻ ۾ دير ٿي وڃي ته ان کان نااميد نه ٿجو ڇوته دعا جو قبول ٿيڻ توهان جي نيت تي منحصر آهي. ڪڏهن ڪڏهن دعا قبول ٿيڻ ۾ دير ڪئي ويندي آهي، ان ۾ گهُرندڙ کي ان جي طلب کان وڌيڪ بخشش ٿي سگهي ٿي. ائين به ٿئي ٿو ته توهان ڪا شئي گهرو ٿا ۽ اها نٿي ملي، پر اڳتي هلي دنيا يا آخرت ۾ ان کان سٺي شئي ملي وڃي ٿي. اهو به ٿي سگهي ٿو ته توهان جي ڀلائيءَ لاءِ توهان کي ان کان محروم رکيو وڃي، ڇوته توهان اهڙي شئي گهري سگهو ٿا جيڪا توهان کي جيڪڏهن ڏني وڃي ته توهان جي دين جي بربادِيءَ جو خطرو آهي. توهان جي دعا انهن ئي ڳالهين لاءِ هجي جيڪي توهان جي لاءِ فائديمند هجن، ۽ جيڪي شيون نقصانڪار آهن اهي توهان کان پري رهن. دولت باقي رهڻ واري نه آهي ۽ نه توهان ان لاءِ باقي رهڻ وارا آهيو.

پٽ، توهان کي آخرت لاءِ پيدا ڪيو ويو آهي، دنيا لاءِ نه. توهان ميسارجي وڃڻ لاءِ ناهيا ويا آهيو زندگيءَ لاءِ نه. توهان ان گهر ۾ آهيو جنهن کي هرحال ۾ ڇڏڻو آهي، ۽ جتي رڳو ضرورت جيترو سامان گڏ ڪرڻو آهي، ڇوته توهان آخرت ڏانهن وڃي رهيا آهيو موت توهان جو پيڇو ڪري رهيو آهي، جنهن کان ڀڄندڙ بچي نٿو سگهي ۽ ان جي هٿن مان نڪري نٿو سگهي. موت هرحال ۾ ان کي سوگهو ڪندو. ان

ڪري ان ڪان هوشيار رهو ڇوته ائين نه ٿئي جو هو توهان کي برين حالتن ۾ گهُٽي وٺي ۽ توهان توبه لاءِ سوچيندائي رهجي وڃو ۽ موت توهان جي ۽ توبه جي وچ ۾ رڪاوٽ بڻجي وڃي. ائين ٿئي ته سمجهوته توهان پنهنجو پاڻ کي تباھ ڪري ڇڏيو.

پٺ، موت کي لاڳيتو ياد ڪندا رهو ۽ انهن حالتن کي نه وسارجو جيڪي اوچتو اچي مٿي تي ڪڙڪنديون. ته جيئن جڏهن اهي اچن ته توهان پنهنجي سار سنڀال جو سامان تيار رکو ۽ ان لاءِ پاڻ کي مضبوط ڪري ڇڏيو ته جيئن اهي حالتون اوچتو اچي توهان تي قبضو نه ڪن.

خبردار، دنيا وارن کي دنيا ڏانهن جهڪندي ۽ ان تي ساھ ڏيندي ڏسي توهان دوکي ۾ نه اچجو ڇوته پروردگار ان باري ۾ توهان کي ٻڌائي چڪو آهي ۽ دنيا پاڻ به پنهنجين مصيبتن جو حال ٻڌائي چڪي آهي ۽ پنهنجين برائين کي کولي کولي بيان ڪري چڪي آهي. جيڪي ماڻهو دنيا تي مرن ٿا اهي ڀؤڪندڙ ڪتا ۽ چيري کائڻ وارا جانور آهن، جيڪي پاڻ ۾ هڪٻئي تي ڪِرن ٿا. طاقتور ڪمزورن کي ڳڙڪائي وٺي ٿو ۽ وڏو ننڍي کي چيپاٽي ڇڏي ٿو. اهي سڀ جانور آهن جن مان ڪي ٻڌل ۽ ڪي ڇڙيل آهن. جن عقل جو پلئه ڇڏي ڏنو آهي ۽ اڻ ڄاتل رستي تي هلي رهيا آهن. يعني اهي مشڪل راهن ۾ آفتن جي چراگاھ ۾ ڇُڙيل آهن. جتي نه ڪو رکوالو آهي جيڪو کين سنئين رستي تي لڳائي ۽ نه ڪو ڌنار آهي جيڪو کين چارو ڏئي. دنيا انهن کي ڀٽڪڻ لاءِ ڇڏي ڏنو آهي ۽ سندن اکين جو اهو حال ڪري ڇڏيو آهي جو انهن کي روشنيءَ جو مينار نظر نٿو اچي. اهي دنيا جي اوجهڙ ۾ ڦاسي پيا آهن ۽ ان جي لذتن ۾ ٻڏل آهن. اهي ته دنيا کي ئي پنهنجو رب سمجهي ويٺا آهن. دنيا انهن سان کيڏي رهي آهي ۽ اهي دنيا سان کيڏي رهيا آهن. افسوس! انهن ايندڙ دنيا کي وساري ڇڏيو آهي. سچ ته اهو آهي ته جلد ئي اونداهي ختم ٿي ويندي ۽ قافلو پاڻ کي منزل تي ڏسندو. جيڪو به لاڳيتو گذرندڙ رات ۽ ڏينهن جي گهوڙي تي سوار آهي، اهو جيتوڻيڪ بيٺل آهي پر هلندو پيو وڃي. هن جيتوڻيڪ ڪنهن جاءِ تي ٽاڪ ڪيو آهي پر ان جو رستو ڪٽبو پيو وڃي.

هيءَ ڳالهه چڱي طرح سمجهي ڇڏيو تہ توهان جون خواهشون ڪڏهن بہ پوريون نٿيون ٿي سگهن، ۽ توهان جيتري زندگي وٺي آيا آهيو ان کان وڌيڪ نٿا جي سگهو. توهان بہ پنهنجن اڳ وارن جي رستي تي آهيو ان ڪري پنهنجي رفتار کي هلڪو رکو ۽ روزي ڪمائڻ ۾ نہ تڪڙا هلو نہ سست، ڇوتہ اڪثر طلب جو نتيجو مال کي وڃائڻ هوندو آهي. اهو ضروري ناهي تہ روزيءَ جي ڳولا ۾ لڳو رهندڙ ٿئي ڪامياب ٿئي ۽ رزق جي جاکوڙ ۾ نہ تيز نہ سست، پر وچٿري واٽ اختيار ڪرڻ وارو محروم رهي.

هر قسم جي ذلت کان پنهنجو پاڻ کي بچايو ڀلي اها توهان کي ڪيترين ئي وڏين نعمتن ڏانهن وٺي ويندڙ هجي، ڇوتہ توهان کي عزت جو مٽ نٿو ملي سگهي.

ٻين جا غلام نہ بڻجو ڇوتہ الله تعاليٰ توهان کي آزاد بڻايو آهي. اها ڀلائي، ڀلائي ناهي جيڪا برائيءَ سان اچي. اها دولت، دولت ناهي جيڪا ذلت جي راهہ سان حاصل ٿئي. خبردار، خبردار توهان کي لالچ جون انڌاڌنڌ ڊوڙندڙ سواريون هلاڪت جي گهاٽ تي نہ وٺي وڃن. جيستائين ٿي سگهي، پنهنجي ۽ خدا جي وچ ۾ ڪنهن جو احسان اچڻ نہ ڏيو ڇوتہ توهان جو حصو تہ هرحال ۾ توهان کي ملي رهندو. خدا جو ڏنل ٿورڙو مخلوق جي ڏنل گهڻي کان، گهڻو وڌيڪ آهي، حالانڪ مخلوق وٽ بہ جيڪي ڪجهہ آهي، اهو خدا جوئي ڏنل آهي. چپ رهڻ سان پيدا ٿيندڙ خرابيءَ جو علاج آسان آهي، پر ڳالهين مان پيدا ٿيندڙ خرابيءَ جو علاج مشڪل آهي. ٿانوَ ۾ پيل سامان ٿانوَ جو ڍڪ بند ڪري ئي محفوظ ڪري سگهجي ٿو. پنهنجو مال خرچ نہ ڪرڻ، ٻين اڳيان هٿ پکيڙڻ کان گهڻو سٺو آهي. ڪجهہ نہ ملڻ جي مايوسيءَ جي ڪڙاڻ ٻين کان گهرڻ جي مٺاڻ کان بهتر آهي. هر انسان پنهنجا راز پاڻ ئي چڱي طرح لڪائي سگهي ٿو پر ڪڏهن ماڻهو پنهنجن پيرن تي پنهنجن هٿن سان پاڻ ڪهاڙو هڻندو آهي. جيڪو گهڻو ڳالهائي ٿو اهو وڌيڪ غلطيون ڪري ٿو. نيڪن سان گڏ اٿو ويهو توهان بہ نيڪ ٿي ويندا. برن کان پري رهندا تہ بديءَ کان بچيل هوندا. حرام کائڻ

بدترين آهي. هيٺين تي ظلم ڪرڻ سڀ کان وڏو ظلم آهي. جتي نرمي نامناسب هجي اتي سختي ئي نرمي آهي. ڪڏهن ڪڏهن دوا بيماري ٿي ويندي آهي ۽ بيماري دوا. ڪڏهن برو چاهيندڙ ڀلائيءَ جي راهه ڏيکاري ويندو آهي ۽ ڪڏهن ڀلائي چاهيندڙ فريب ڏئي ويندو آهي.

خبردار، اميدن جي سهاري نہ ويهجو ڇوتہ اميدون بيوقوفن جي موڙي هونديون آهن. جيڪي ڪجهہ تجربي سان سکو ٿا، ان کي محفوظ رکڻ عقلمندي آهي. بهترين تجربو اهوئي آهي جنهن مان نصيحت حاصل ٿئي. موقعي مان فائدو وٺو ان کان اڳ جو موقعو توهان جي حق ۾ نہ رهي. هر ڪوشش ڪندڙ ڪامياب ڪونہ ٿيندو آهي، هر ويندڙ واپس نٿو اچي، مال کي ضايع ڪرڻ ۽ عاقبت کي بگاڙي ڇڏڻ بربادي ۽ تباهي آهي. هر ڪم جو هڪ نتيجو ۽ صلو هوندو آهي. جيڪي توهان جي نصيب ۾ آهي، سو توهان کي ضرور ملندو. واپاري خطرو کڻي ٿو ان ڪري ڪڏهن ڪڏهن ٿورو مال گهڻو نفعو ڏئي ٿو. ان مددگار جو ڪو ڀروسو ڪونہ آهي جيڪو ذليل هجي، ۽ اهو دوست بيڪار آهي جيڪو بدگمان هجي. جيستائين زمانو ساٿ ڏئي، توهان بہ زماني جو ساٿ ڏيو. گهڻي جي اميد ۾ ٿوري شئي کي خطري ۾ نہ وجهو. خبردار، گهڻو حاصل ڪرڻ جي خواهش توهان کي انڌو نہ ڪري ڇڏي، هٺ ڌرمي توهان کي بي عقل نہ بڻائي ڇڏي. دوست، دوستي ٽوڙي تہ توهان ان کي ڳنڍيو. هو دوري اختيار ڪري تہ توهان ان کي ويجها ٿي وڃو هو سختي ڪري تہ توهان نرمي ڪريو. دوست سان اهڙي طرح پيش اچو جيئن توهان ان جا ٻانها آهيو ۽ هن توهان تي ڪو احسان ڪيو آهي. پر خبردار! اهو ورتاءُ انهيءَ سان هجي جيڪو ان جو اهل بہ هجي، نااهل سان نہ ڪجي.

دوست جي دشمن کي پنهنجو دوست نہ بڻايو نہ تہ دوست بہ دشمن ٿي پوندو. دوست کي اهڙي نصيحت ڪريو جيڪا طرفداري واري نہ هجي، ان کي سٺي لڳي يا خراب. ڪاوڙ پي وڃو. مون ڪاوڙ جي جام کان مِٺو ڪو جام نہ ڏٺو. جيڪو توهان سان سختي ڪري، توهان ان سان نرمي ڪريو اهو پاڻهي نرم ٿي ويندو. جيڪڏهن دوستي ڇڏڻي

ئي پوي، تہ بہ ڪجھہ نہ ڪجھہ لڳاءُ باقي رکو تہ جيئن جڏهن گھُرو تہ دوستيءَ کي ڳنڍي سگھو. جيڪو توهان جي باري ۾ سٺي راءِ رکي، ڪوشش ڪريو تہ ان جي راءِ ڪوڙي نہ نڪري. دوست جابہ ڪي حق هوندا آهن. دوستيءَ جي گھمنڊ ۾ اهو حق ضايع نہ ڪريو ڇوتہ جنهن جا حق تلف ڪيا ويندا آهن، اهو پوءِ دوست نہ رهندو آهي. ائين نہ ٿيو جو توهان جو گھراٺوئي توهان جي هٿان سڀ کان وڌيڪ بدنصيب ٿي وڃي. جيڪو توهان کان پاسو ڪري، توهان بہ ان جي پويان نہ لڳو. توهان جو دوست ناتا ڇني تہ توهان محبت جو رشتو ڳنڍڻ ۾ ان کان گوءِ کٽي وڃو. ظالم جي ظلم کان پنهنجي دل ننڍي نہ ڪريو ڇوتہ سچ پچوتہ اهو پاڻ کي نقصان ۽ توهان کي فائدو پهچائي رهيو آهي، ۽ جيڪو توهان کي فائدو پهچائي، ان جو بدلو اهو ناهي تہ توهان ان سان برائي ڪريو.

پٽ، رزق ٻن قسمن جو هوندو آهي: هڪ اهو جنهن کي توهان ڳوليو ٿا ۽ ٻيو اهو جيڪو توهان کي ڳولي ٿو. جيڪڏهن توهان ان تائين نہ ويندا تہ هو پاڻ توهان وٽ هلي ايندو. ضرورت پوڻ تي ٻاڏائڻ ۽ ڪم نڪرڻ تي بداخلاقيءَ سان پيش اچڻ وڏي خراب عادت آهي. دنيا ۾ توهان جو حصو رڳو ايتروئي آهي، جيتري سان توهان پنهنجي عاقبت سنواري سگھو. جيڪڏهن توهان هٿان نڪري ويل شئي تي روڄ راڄو ڪريو ٿا تہ پوءِ هر ان شئي تي بہ ڏک ۽ افسوس ڪريو جيڪا توهان کي نہ ملي. جيڪي ڪجھہ ٿي چڪو ان جي ذريعي ان جو پتو لهو جيڪي ٿيڻو آهي، ڇوتہ معاملا سڀ جا سڀ هڪجهڙا ئي هوندا آهن: ۽ خبردار انهن ماڻهن جهڙا نہ ٿيو جن تي نصيحت جو ان وقت تائين اثر نٿو ٿئي، جيستائين انهن کي پوريءَ طرح تڪليف نٿي پهچي. سمجهدار انسان پنهنجي سوچ سان نصيحت حاصل ڪري ٿو ۽ جانور مارڪُٽ سان سڌو ٿئي ٿو. مٿي تي آيل مصيبتن کي همت، صبر ۽ ڀرپور يقين سان ختم ڪريو. ياد رکو جنهن وچٽري واري واٽ ڇڏي، اهو ٻي راهہ تي ويو.

سچو دوست مائٽ وانگر هوندو آهي. دوست اهوئي آهي جيڪو پرپٺ دوستيءَ جو حق ادا ڪري. جيڪو لالچ ۾ پيو سمجهوتہ اهو

مصيبت ۾ پيو. ڪيترائي پنهنجا آهن جيڪي ڏارين کان وڌيڪ ڏاريا آهن، ۽ ڪيترائي ڏاريا آهن جيڪي پنهنجن کا وڌيڪ پنهنجا آهن. پرديسي اهو آهي جنهن جو ڪو دوست نہ هجي، جنهن سچ جي واٽ ڇڏي، ان جو رستو تنگ آهي، جيڪو پنهنجي حيثيت تي قائم رهي ٿو ان جي عزت باقي رهي ٿي. سيني کان وڌيڪ مضبوط تعلق اهو آهي جيڪو هڪڙي ماڻهوءَ ۽ ٻئي ماڻهوءَ جي وچ ۾ آهي.

جيڪو توهان جي پرواهہ نہ ڪري اهو توهان جو دشمن آهي. جڏهن لالچ ۽ هوس تباهيءَ جو سبب ٿئي تہ مايوسي بہ ڪاميابي بڻجي سگهي ٿي. هر عيب ظاهر نہ ٿيندو آهي. واندڪائيءَ جو وقت وري وري نٿو اچي. ڪڏهن اکين وارو صحيح رستو وڃائي ڇڏي ٿو ۽ انڌو صحيح رستو ماڻي ٿو. برائيءَ کي پاڻ کان پري رکو ڇوتہ اها تہ جڏهن گهرندا ويجهي هلي ايندي جاهل سان دوستي ٽوڙڻ عقلمند سان دوستي ڳنڍڻ برابر آهي. جيڪو زماني کان مطمئن ٿي ويٺو هوندو آهي، زمانو ان کي دغا ڏئي ويندو آهي ۽ جيڪو ان کي وڏو سمجهي ويٺو آهي، اهو ان کي ذليل ڪري ڇڏي ٿو. هر تير انداز جو تير نشاني تي نٿو لڳي.

جڏهن حاڪم بدلجي ٿو تہ زمانو بہ بدلجي وڃي ٿو. سفر تي هجو تہ گڏ ويندڙ جي باري ۾ اڳواٽ ڇنڊڇاڻ ڪري وٺو. ڪنهن گهر ۾ ترسو تہ پهريائين پاڙيسريءَ جي جانچ وٺو. خبردار، اهڙي ڳالهہ نہ ڪريو جنهن سان کِل ٿئي، پلي اها ڪنهن ٻئي جي چيل ڳالهہ ڇو نہ هجي.

خبردار، عورتن سان صلاح نہ ڪجو ڇوتہ انهن جو عقل ڪمزور هوندو آهي ۽ سندن ارادو پڪو ڪونہ هوندو آهي. ڪين پردي ۾ ويهاريو، انهن جي نظرن کي اک تيٽ ڪرڻ ۽ ڳولها ڦولا ڪرڻ کان روڪيو ڇوتہ پردي جي سختي انهن جي عزت ۽ آبروءَ کي برقرار رکڻ واري آهي. بدڪردار ماڻهن جو انهن جي گهرن ۾ اچڻ وڃڻ، انهن جي بي پردي رهڻ کان بہ وڌيڪ خطرناڪ آهي. جيڪڏهن ٿي سگهي تہ اهي توهان کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي نہ سڃاڻين تہ ائين ئي ڪريو. خبردار، انهن کي انهن جي ذاتي معاملن کان وڌيڪ اختيار نہ ڏيو ڇوتہ عورت هڪ گل آهي، حڪمران ناهي. هوءَ جيتري عزت جي حقدار آهي، ان

ڪان اڳتي نہ وڌو ۽ اهو حوصلو پيدا ٿيڻ نہ ڏيو جو اهي ٻين جي سفارش ڪرڻ لڳن. بي سبب بدگمانيءَ جو اظهار بہ نہ ڪجو ڇوتہ ان سان نيڪ چلت واري ۽ پاڪباز عورت بہ برائيءَ جي رستي تي هلي پوندي

پنهنجن ملازمن مان هر هڪ جي ذمي ڪونہ ڪو ڪم ضرور حوالي ڪري ڇڏيو تہ جيئن اهي توهان جي خدمت کي هڪٻئي تي نہ ٽارين. پنهنجي ڪٽنب جي عزت ڪريو ڇوتہ اهو توهان جي وارن ۽ پرن وانگر آهي، جنهن سان توهان اڏامو ٿا. اهوئي توهان جو بنياد آهي، جنهن کي توهان هر پيري اچي لهو ٿا. اهي ئي توهان جا بازو آهن جن جي مدد سان پنهنجي حفاظت لاءِ وڙهو ٿا.

هاڻي توهان جي دين ۽ توهان جي دنيا کي الله جي حوالي ڪريان ٿو ۽ ڪائنات اهوئي گهران ٿو تہ توهان جي حال ۽ مستقبل ۾ ۽ دنيا ۽ آخرت ۾ توهان جي حق ۾ اهو فيصلو ڏئي جنهن ۾ توهان جي ڀلائي هجي.

## غازي عباس علمدار عليہ السلام کي امام حسين عليہ السلام جي حوالي ڪرڻ:

حضرت علي عليہ السلام آخري پساهہ کڻي رهيا هيا ۽ لڳو پئي تہ مالڪ حقيقي سان سندن ملاقات ۾ گهڻي دير ڪونہ هئي. پاڻ پنهنجن سيني پٽن کي هدايت ڪندا رهيا ۽ هرهڪ کي شرعي امور ۽ احڪام کان باخبر ڪندا رهيا. پنهنجن پٽن کي تاڪيد ڪيائون تہ فرزند رسول و ثقلين حضرات حسن ۽ حسين (عليهم السلام) جي اطاعت ۽ مدد کان ڪڏهن بہ منهن نہ موڙجو. پوءِ عباس علمدار کان سواءِ ٻين سيني پٽن جا هٿ وٺي امام حسن عليہ السلام جي هٿ ۾ ڏنائون.

جڏهن عباس علمدار جي امڙ سائڻ حضرت فاطمہ (ام البنين) رضي الله تعاليٰ ڏٺو تہ حضرت علي عليہ السلام پنهنجن سيني پٽن کي حضرت امام حسن عليہ السلام جي حوالي ڪيو پر سندس نور نظر عباس عليہ السلام کي ڪنهن جي بہ حوالي ڪونہ ڪيائون تہ پاڻ ڏاڍيون پريشان ٿي ويون ۽ ڏک جي جذبي ۾ گهبرائي عرض ڪيائين "منهنجا سرتاج! منهنجا آقا! منهنجا مالڪ! ڇا هن ناچيز ٻانهيءَ کان ڪا غلطي ٿي آهي يا عباس کان ڪوئي قصور ٿيو آهي؟"

اميرالمؤمنين علي عليہ السلام فرمايو "ڇو؟"

سائڻ سڳوري عرض ڪيو "مولا! توهان سيني پٽن کي حسن (عليہ السلام) جي حوالي ڪيو پر هن ٻانهي جي ٻچڙي "عباس" کي ڪنهن جي بہ حوالي ڪونہ ڪيو. منهنجي دل ڏري رهي آهي."

حضرت ام البنين رضي الله تعاليٰ عنها جي انهي پريشان ڪندڙ سوال تي حضرت علي عليہ السلام جي اکڙين مان لڙڪ وهڻ شروع ٿي ويا. فرمايائون "اي ام البنين! جيڪڏهن توهان انهي راز کان واقف هجو ها تہ اهڙو سوال ڪونہ ڪريو ها."

حضرت علي عليہ السلام تاجدارِ ڪربلا امام حسين عليہ السلام کي پنهنجي ويجهو ڪيو ۽ عباس علمدار عليہ السلام کي بہ سڏ ڪيائون. حضرت عباس علمدار عليہ السلام جو هٿ امام حسين عليہ السلام جي هٿ ۾ ڏئي فرمايائون "ٻچڙا! هي تنهنجي حوالي آهي. مان هن کي تنهنجي غلامي ۾ تو ڏيان." پوءِ عباس علمدار عليہ السلام کي فرمايائون "پٽ! هي تنهنجو آقا آهي. ان جو ساٿ ۽ ان جي مدد ڪرڻ تنهنجو فرض آهي. جڏهن منهنجو هي ٻچڙو ڪربلا جي ميدان ۾ دشمنن جي نرغي ۾ ڦاسي وڃي تہ ان جي مدد ڪجان."

## آخري گهڙي

اميرالمؤمنين حضرت علي عليہ السلام وصيت ڪري چڪا. هاڻي خالقِ ڪائنات سان ملاقاتي ٿيڻ جا آثار وڌيڪ ظاهر ٿيڻ لڳا. ٻاڻ 21 رمضان مبارڪ سن 40 هجري تي جمع جي رات 63 سالن جي عمر ۾ سيني مٿن مائٽن ۽ دوستن ساٿين کي روئيندو ڇڏي خالق حقيقي سان وڃي مليا. انا لله وانا اليہ راجعون.

سندن لاڏاڻي ٿيڻ سان اهلبيت ڪرام ۽ سندن ساٿين تي ڏک جا پهاڙ ڪري پيا. هر طرف کان آه و بڪا جي صدا اچڻ لڳي تہ سرور ڪائنات کان پوءِ افضل ترين انسان هن دنيا مان روانا ٿي ويا. ائين پئي لڳو تہ ڪائنات جو ذرو ذرو ڏک ۾ غرق ۽ روڄ راڙو ڪري رهيو آهي. سندن اولاد ۽ ٻين ساٿين کين آخري غسل ڏئي، جنازي نماز کان پوءِ کين نجف اشرف ۾ سندن ابدي آرامگاه جي حوالي ڪيائون.

## حضرت عباس عليہ السلام جي اخلاقي دنيا

دنياء اسلام جي عالمن جو انهيءَ ڳالهہ تي اتفاق آهي تہ حضرت عباس علمدار عليہ السلام رعب ۽ جلال جي باوجود خُلقِ عظيم جي تصوير ۽ خُلقِ حسن جو مرقع هيا. پنهنجي پرائي سان سهڻي اخلاق سان پيش اچڻ جو جذبو سندن رڳ رڳ ۾ سمايل هيو. حضرات حسنين ڪريمين عليهم السلام جي سامهون تہ هر وقت وڏي عقيدت ۽ احترام جو مظاهرو ڪندا رهندا هيا. امام حسين عليہ السلام سان تہ سندس ايتري عقيدت هئي جو انهن کي ڪڏهن بہ "ادا" چئي مخاطب ڪونہ ٿيندا هيا پر سدائين "آقا" ڪري سڏيندا هيا.

هڪڙي دفعي امام حسين عليہ السلام کين فرمايو تہ ادا عباس! ڪهڙو سبب آهي جو توهان مونکي ڪڏهن بہ "ادا" چئي ڪونہ ٿا سڏيو. عباس عليہ السلام عرض ڪيو تہ منهنجي جان توهان تان قربان ٿئي، ڳالهہ اها آهي تہ توڙي جو اسان ٻئي هڪڙي پيءُ جي نسل مان آهيون پر منهنجي امڙ توهان جي امڙ سانئڻ جي ٻانهي آهي. ڪٿي مان ام البنين جو پٽ ڪٿي توهان خاتونِ جنت سلام الله تعاليٰ عليها جي جگر جا ٽڪڙا. عباس علمدار عليہ السلام ۾ سيئي سهڻا اخلاق موجود هيا.

## حضرت عباس عليہ السلام جي عصمت

اهو مڃيل اصول آهي تہ عصمت بصيرت کان سواءِ اڌوري هوندي آهي ۽ قائم بہ رهي نٿي سگهي. بصيرت ديني امور ۽ اعتقادي مسئلن ۾ تبصري ۽ غور وفڪر ڪرڻ جي صلاحيت جو نالو آهي. حضرت عباس علمدار جي ناقدالبصير هجڻ جو اهو مطلب آهي تہ پاڻ اعتقادي امور ۾ حق ۽ باطل جي تميز ڪرڻ لاءِ پوري صلاحيت رکندڙ هيا ۽ ايمان جي سمورن درجن جا حامل هيا.

عصمت جي لغوي معنيٰ آهي ڏوهن گناهن کان بچڻ يعني الله تعاليٰ طرفان ٻڌايل سيني محارم (حرام ڳالهين ۽ شين) کان بچيل هجڻ. جڏهن تہ اصطلاحي معنيٰ ۾ عصمت ان مخفي لطفِ الاهي کي چئبو آهي جيڪو انهن خاص ٻانهن تي ڪيو ويندو آهي جن ۾ ڏوهہ گناهہ ڪرڻ جي طاقت ۽ خاصيت هجڻ جي باوجود انهن ۾ ڏوهہ گناهہ کان بچڻ ۽ ڏوهن گناهن ڏانهن ڏيان نہ ڏرڻ جي بہ صلاحيت موجود هوندي آهي.

معلوم ھجڻ گھرجي تہ معصوم گناھ کان بچڻ لاءِ مجبور ڪونہ آھي پر الله تعاليٰ ان تي اھڙو مخفي ڪرم ڪندو آھي جو اھو شخص پنھنجي اختيار سان گناھ کان بچڻ لازمي سمجھڻ لڳندو آھي. يا الله تعاليٰ طرفان عطا ڪيل قوت، عقل، اندر جي صفائي ۽ سٺن اخلاقن جي ڪري اھو الله تعاليٰ جي محبت ۾ اھڙي درجي تي پھچي ويندو آھي تہ نفساني شھوتون ۽ شيطاني خيال ان جي ويجھو اچڻ جي جرئت ڪونہ ڪندا آھن.ائين جمال، جلال ۽ عظمتِ الاھي ان جي دل تي جلوہ گر ٿي ويندا آھن ۽ اھو پانھو پاڻ کي الله تعاليٰ جو منظورِ نظر سمجھندي ڏوھن گناھن کان پرھيز ڪندو آھي ۽ الله تعاليٰ کي راضي رکڻ لاءِ مشغول رھندو آھي. اتفاق سان جيڪڏھن بشري تقاضا موجب ان جي دل ۾ گناھ جو خيال بہ ايندو آھي تہ اھو پانھو الله تعاليٰ جي جلال وعظمت جي خوف کان ڏوھ کان پاسو ڪندو آھي.

اھو واضح سمجھڻ گھرجي تہ عباس علمدار عليہ السلام جي عصمت مان اھا عصمت مراد ڪونہ آھي جيڪا رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ اھلبيت عليھم السلام جي عصمت ھئي. بلڪ غازي عباس عليہ السلام جي عصمت مان اھا قوت مراد آھي جيڪا گناھن کان روڪي رکي، يعني اھڙي قوت جنھن سان پنھنجي نفس کي گناھن جي آلودگي کان محفوظ رکي سگھجي.

## عباس علمدار جي شادي

غازي عباس علمدار عليہ السلام يارھن سالن جي ڄمار ۾ صفين جي لڙائي ۾ پنھنجا جوھر ڏيکاريا. چوڏھن سالن جي ڄمار ۾ بابي سائين جي شفقت کان محروم ٿي امام حسين عليہ السلام جي خدمت ۾ آيا. رات ۽ ڏينھن گذرندا رھيا. ڀرپور جواني ۾ قدم رکيائون. امڙ سائڻ جي دل ۾ تمنا ٿي تہ منھنجي ٻچڙي جو گھر آباد ٿئي. ھڪڙي ڏينھن امام حسين عليہ السلام کي عرض ڪيائين "ٻنھي جھانن جا سردار! ڪھڙو تہ سٺو ٿئي جيڪڏھن منھنجي ٻچڙي جو گھر آباد ٿي وڃي."

امام حسين عليہ السلام سوچ ويچار ڪري شادي جا سانباھا ڪرڻ شروع ڪيا. امام حسين عليہ السلام عباس علمدار عليہ السلام لاءِ

پنهنجي بابي سائين جي سوٽ حضرت عبيدالله بن عباس بن عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنه کان ان جي نياڻي حضرت لبابہ رضي الله تعاليٰ عنها جي سڱ جي گهر ڪئي. حضرت عبيدالله رضي الله تعاليٰ عنه اهو منظور ڪيو ۽ غازي عباس علمدار عليہ السلام جي شادي حضرت لبابہ رضي الله تعاليٰ عنها سان ٿي وئي. سندن اولاد تي روايتن ۾ اختلاف آهي، پر عام طور تي اهو مڃيو وڃي ٿو تہ ڪين فضل ۽ عبيد نالي ٻہ پٽ هيا.

## امام حسن عليہ السلام

15 رمضان سن 3 هجري تي باغِ نبي صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا پهريان نوراني گل، تفسير سورت ڪوثر يعني امام حسن عليہ السلام جي ولادت مديني ۾ ٿي. اوستاد قمر جلالوي مرحوم پنهنجي عقيدت جو اظهار هيئن ڪيو آهي:

رسول زادی کی آغوش میں حسن یوں ہیں
کھلا ہوا جیسے قرآن رحل کے اوپر۔

امام حسن عليہ السلام پنهنجي والدين جا پهريتي اولاد هيا.سندن ڄمڻ کان پوءِ رسول اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کين پنهنجي هنج ۾ کنيو. ساڄي ڪن ۾ آذان پڙهيائون ۽ کاٻي ڪن ۾ تڪبير (اقامت) چيائون. سندن عقيقي جي رسم ادا ڪئي وئي جنهن ۾ سندن مٿي جا وار ڪوڙيا انهن جي وزن جيتري چاندي فقيرن کي ڏني وئي. حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سندن نالو "حسن" رکيو. واضح ٿئي تہ امام حسن عليہ السلام کان اڳ اهو نالو ڪنهن بہ انسان تي ڪونہ رکيو ويو هيو بلڪ امام حسن عليہ السلام ان نالي وارا هن دنيا ۾ پهريان شخص آهن. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سندن ڪنيت "ابو محمدؐ" رکي.

## امام حسن عليہ السلام جي شخصيت

امام حسن عليہ السلام جنت جي جوانن جا سردار آهن ۽ پاڻ انهن ٻن شهزادن مان هڪ آهن جن جي پيڙهي ذريعي رسول الله صلي الله

تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو نسل قائم رهيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مديني ۾ جڏهن نجران جي نصارن سان مباهلو ڪرڻ لاءِ ميدان ۾ تشريف کڻي آيا تہ امام حسن بہ ساڻن گڏ هيا. امام حسن عليہ السلام اصحابِ ڪساء ۾ بہ شامل آهن.

امام حسن عليہ السلام انهن ٻن شخصيتن مان هڪ آهن جن جي حڪم ۽ فرمان جي تعميل ڪرڻ الله تعاليٰ پنهنجن ٻانهن تي واجب ڪئي آهي. امام حسن عليہ السلام نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي آل ۾ شامل آهن ۽ ڪوبہ مسلمان سچو مؤمن ڪونہ آهي جيڪڏهن اهو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان گڏ سندن آل تي درود نٿو موڪلي. هي اهو شهزادو آهي جنهن جي پاڪ صاف هجڻ جي سَنَد لاءِ قرآن شريف ۾ آيت تطهير نازل ٿي. امام حسن عليہ السلام انهن شخصيتن مان هڪ آهي جن جي محبت کي الله تعاليٰ رسالت جو "اجر" قرار ڏنو.

## حضرت حسن عليہ السلام جي امامت ۽ خلافت

الله تعاليٰ جي دين کي انسانن تائين پهچائڻ لاءِ پيغمبر سڳورا موڪليا ويا. چار آسماني ڪتاب نازل ڪيا ويا. شريعتون نافذ ٿيون، جنهن لاءِ حضرت نوح عليہ السلام ۽ حضرت ابراهيم عليہ السلام سختيون سٺيون. حضرت موسيٰ عليہ السلام مصيبتون برداشت ڪيون ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام مخالفتن جو مقابلو ڪيو. پوءِ ان دين جي تڪميل ۽ ان کي ڪمال تي پهچائڻ لاءِ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم صدمن مٿان صدما سٺا، تڪليفون برداشت ڪيون، دل تي زبان جا ۽ جسم تي پٿرن جا زخم کاڌا. جان کان پياري چاچي حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ دل و جان سان سندن مٿان پنهنجي دولت قربان ڪندڙ پياري گهرواري حضرت خديجہ الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها جي وفات جا ڏک برداشت ڪيا. نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي اهي ڏينهن بہ ڏسڻا پيا جنهن ڏينهن سندن سوٽ حضرت عبيده بن حارث رضي الله تعاليٰ عنہ بدر جي لڙائي ۾ جان جو نذرانو پيش ڪيو. دين جي حفاظت ۾ سندن

چاچي حضرت حمزه رضي الله تعاليٰ عنہ شهادت ماڻي ۽ احد جي ميدان ۾ ان شهيد جي جسم کي چيري سندس جيئرو ڪڍي چٻاڙيندڙ عورت هنده کي بہ ڏٺو. سندن سوٽ حضرت جعفر رضي الله تعاليٰ عنہ جون ٻانهون قلم ٿيون ۽ "طيار" جو لقب ماڻيائين، ۽ حضرت علي عليہ السلام جهاد ذريعي اسلام جي دشمنن جو مقابلو ڪندا رهيا.

جمعي جي ڏينهن 21 رمضان سن 40 هجري تي حضرت علي عليہ السلام جي شهادت ٿي. حضرت علي عليہ السلام جي شهادت کان پوءِ اسلام چئني طرفن ڏي مددگار جي تلاش ۾ اکيون ڦاڙي تڪي رهيو هيو. اتي موجود سڀني مسلمانن گڏيل راءِ سان امام حسن عليہ السلام کي پنهنجو خليفو ۽ امام مقرر ڪيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڏوهٽي ۽ حضرت علي عليہ السلام جي ٻچڙي لبيڪ چيو.

## امام حسن عليہ السلام جي بيعت

تاريخ ۾ آهي تہ اسلامي مملڪت جي سڀني پرڳڻن اتفاق راءِ سان امام حسن عليہ السلام جي بيعت ڪئي. ان جي اطاعت ۽ وفاداريءَ جو واعدو ڪيائون. صرف ڪوفي ۾ 42 هزار مسلمانن وفاداريءَ جو واعدو ڪندي بيعت ڪئي. بيعت ڪرڻ وارن ماڻهن ۾ اهي مسلمان بہ شريڪ هيا جن حضرت علي عليہ السلام جي بيعت ڪري واعدو وچن ڏنو هيو تہ اهي حضرت علي عليہ السلام جي پاران معاويہ سان لڙائي ڪندا. اٿين بصري، مدائن ۽ عراق جي ٻين شهرن جي مسلمانن بيعت ڪئي. معاويہ ۽ شام وارن کان سواءِ ٻئي ڪنهن بہ امام حسن عليہ السلام جي بيعت کان نہ انڪار ڪيو ۽ نہ وري منهن موڙيو. جڏهن تہ انهن حضرت علي عليہ السلام جي بيعت کان بہ منهن موڙيو هيو. اٿين اها ساڳي دشمني ۽ نفرت جيڪا حضرت علي عليہ السلام خلاف هلندي پئي آئي، امام حسن عليہ السلام جي خلاف بہ نشانبر هئي.

امام حسن عليہ السلام خليفي جي حيثيت سان مجمع ۾ ظاهر ٿيا ۽ مسجد شريف ۾ پنهنجي والد سڳوري واري ممبر تي اچي ويا. پاڻ بغير ڪنهن ٻئي مقصد يا ڪنهن خاص طريقي کي اختيار ڪرڻ جي تہ ان کي ماڻهو پنهنجي سامهون رکن ها. پاڻ صرف انهي مقصد سان

ممبر تي تشريف کڻي آيا ته حضرت علي عليه السلام جي شهادت جي عظيم سانحي جي باري ۾ ماڻهن کي خطاب ڪن. پاڻ فرمايائون:

"بيشڪ اڄ رات هن دنيا مان اهڙو شخص موڪلائي ويو جو ان کان اڳ ويڄڻ وارا ان کان گوءِ کڻي ڪونه سگهيا. نه وري ان کان پوءِ اچڻ وارا ان کان گوءِ کڻي سگهندا. هي اهو شخص هيو جيڪو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم سان گڏ جهاد ڪندو هيو ۽ پنهنجي جان کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي آڏو ڍال بڻائي بيهندو هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم ان کي جهنڊو ڏئي جهاد جي ميدان ۾ روانو ڪندا هيا ۽ حضرت جبرائيل عليه السلام ان جي ساڄي پاسي ۽ حضرت ميڪائيل عليه السلام ان جي کاٻي پاسي هوندا هيا. اهو شخص ميدان مان ڪڏهن به ناڪام ٿي ڪونه موٽيو پر سدائين ڪامياب ۽ ڪامران ٿي موٽندو هيو. پاڻ اهڙي رات ۾ وفات ڪيائين جنهن رات حضرت موسيٰ عليه السلام وفات ڪئي ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام ان رات آسمان ڏانهن کنيا ويا. ان ئي رات قرآن شريف نازل ٿيو................"

## امام حسن عليه السلام جي طرزِ حڪومت

نبوي دور جي پوري تواريخ شاهد آهي ته چوڏهن لک چورس ميلن کان به وڌيڪ ڪشادي ۽ پکڙيل علائقي تي ڏهن سالن تائين الله تعاليٰ جو نظام ڪاميابيءَ سان نافذ رهيو. ڪنهن به قانون جي خلاف ورزي ڪئي ته ان کي اسلامي تعزيرات مطابق تنبيهه ڪئي وئي يا سزا ڏني وئي. جتي به ضرورت محسوس ٿي ته اتي اڪابر اصحابن نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي سنت ۽ عمل جي پيروي ڪندي معاشري جي اصلاح ڪئي. جيڪڏهن ٻاهرين قوتن اسلام ۽ مسلمانن خلاف قدم وڌائڻ جي ڪوشش ڪئي ته ڪڏهن جهاد جي ذريعي انهن جو صفايو ڪيو ويو يا ڪڏهن صلح جي ضرورت ٿي ته رتوڇاڻ کان بچڻ لاءِ صلح ڪيو ويو.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي وفات کان پوءِ حڪومتي نظام جيڪو هر لحاظ کان مڪمل هيو. ان ۾ وقت جي

ضرورت مطابق تبديليون ڪيون ويون. مثال طور: نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زماني ۾ باقاعده فوج ۽ خزاني جو تصور ڪونہ هيو هر وقت ۽ هر ضرورت تي مسلمان هڪ آواز تي لبيڪ چوندا هيا. ليڪن حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جي زماني ۾ اسلامي رياست ايتري وڏي علائقي تي پکڙجي وئي جو حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه باقاعده فوج ۽ خزاني جي قيام کي ضروري سمجهيو ۽ محسوس ڪيائين تہ بغير فوج ۽ خزاني جي حڪومت هلي نٿي سگهي. ائين مخلصانہ طريقي سان اسلامي مملڪت جو ڪاروهنوار هلندو رهيو.

امام حسن عليہ السلام جو خلافتي دور ڪجهہ ماڻهن لاءِ خاص مقصدن جي ڪري ۽ ڪجهہ ماڻهن جي سُستي ۽ بي پرواهي جي ڪري هڪڙي غلط صورت ۾ شڪل اختيار ڪري ويو آهي. بلڪ ائين چئجي تہ حقيقت کي غلط رنگ ڏيڻ وارن ماڻهن امام حسن عليہ السلام جي نوراني شخصيت کي عام ماڻهن ۽ انصاف کان عاري تحقيق ڪرڻ وارن (مغربي ۽ مشرقي، ٻئي ) جي نظر ۾ اهڙو خليفو ڪري پيش ڪيو ويو آهي جيڪو ڪنهن ڪم جو نہ هجي، عورتن ڏانهن گهڻو لاڙو رکڻ وارو هجي ۽ دنيا جي مال جي بدلي خلافت کي وڪڻڻ وارو هجي. جڏهن تہ انهن ڳالهين جو حقيقيت سان ڪوبہ واسطو ڪونہ آهي.

حقيقي انصاف کان ڪم وٺي چند چارڻ ڪجي تہ خبر پوندي تہ امام حسن عليہ السلام جي خلافت جو دور اهم ترين دور هيو. ڇو تہ تاريخ ۾ ان دور جهڙي خلافت وري ڪونہ آئي آهي. انهيءَ دور ۾ جيڪو اهم ڪم ٿيو اهو اهو آهي تہ مقصدي و الاهي حڪومت ۽ سياسي و دنياوي حڪومت جو سَنڌو ظاهر ٿي ويو ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پيشن گوئي سچ ثابت ٿي تہ سندن وفات جي ٽيهن سالن کان پوءِ هن امت جو ڪار وهنوار هڪڙي بدترين بادشاهہ جي هٿ ۾ اچي ويندو. انهيءَ دور ۾ پهريون دفعو مسلمان سڏائڻ وارن قبائلي تعصب جو مظاهرو ڪيو.

امام حسن عليہ السلام هڪڙو عقلمند، سنو سياستدان ۽ تدبير ڪرڻ وارو (مدبر) خليفو هيو. اهڙو انسان جنهن الله جي مدد ۽ رهنمائي

هيٺ "وَمَكَرُوا وَمَكَرَ اللهُ، وَاللهُ خَيرُ المَاكِرِينَ." جي مصداق معاويہ بن ابوسفيان جهڙي چالاڪ ۽ مڪار ماڻهوءَ کي ان جي پنهنجي ڄار ۾ ڦاسايائين ۽ ان جو اصلي روپ پڌرو ڪرائي ڇڏيائين. ڏوکيباز خود پنهنجي ڏوکي ۾ ڦاسي پيو. ڇوته امام حسن عليہ السلام طرفان معاويہ سان صلح ڪرڻ هڪڙو طاقتور هٿيار هيو جنهن دشمن جي بنيادن کي لوڏي کوکلو ڪري ڇڏيو. مطلب ته امام حسن عليہ السلام جو هر سياسي قدم ۽ سياست، چاهي ڪاميابي جي شڪل ۾ آهي يا ظاهري طور شڪست جي صورت ۾، پر قدر ۽ عظمت جي نشاني آهي.

امام حسن عليہ السلام هڪڙي امام ۽ خليفي جي حيثيت ۾ سموريون ذميواريون چڱي نموني سان پوريون ڪيون. اهو الله تعاليٰ جي منشا موجب دنيا مان برائين کي ختم ڪرڻ ۾ مشغول رهيو. ڪين ناني سائين ۽ بابي سڳوري وانگر خراب ماڻهن جي ذات ڪان نہ پر انهن جي خرابين ڪان نفرت هئي. پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لڙائي بت پرستن يا عيسائين، يهودين يا ٻين غير مسلمانن سان ڪونہ هئي، پر سندن لڙائي انهن جي بڇڙاين سان هئي ۽ سندن جهاد بڇڙاين کي ختم ڪرڻ لاءِ هيو. ورنہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم گهرن هاته آسانيءَ سان ابوسفيان ۽ ان جي خاندان وارن کي قتل ڪرائي ڇڏين ها. جن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي اذيتن پهچائڻ سان گڏ اڻ ڳڻيون جنگيون بہ مسلط ڪيون هيون. ليڪن مڪي جي فتح واري ڏينهن توڙي جو ابوسفيان ڊپ ڪان سر بچائڻ جي نيت سان اسلام قبول ڪيو ته ان کي ڇڏي ڏنائون ۽ ان سان رعايتون ڪندا رهيا. يعني خراب ماڻهوءَ کي ختم ڪونہ ڪيو پر ان جي بڇڙاين کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائون.

## اسلام قبول ڪرڻ ڪان پوءِ بنواميہ جي سياست

اسلام جي واڌويجهہ جو عمل ڏسي بنواميہ وارن سياسي طور اهوئي مناسب سمجهيو ته اسلام جي دائري ۾ داخل ٿي پنهنجو اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ ڪا تدبير ڪرڻ بهتر عمل ٿيندو. انهن "قهر درويش بر جان درويش" واري چوٽي واري اصول کي سامهون رکندي ئي مجبور ٿي

اسلامي طوق کي ڳچيءَ ۾ وڌو هيو. ظاهري طور اهي ماڻهن کي ڏيکارڻ لاءِ خوش ٿي رهيا هيا تہ انهن مٿان رحمت جو مينهن وسي رهيو آهي. مڪي جي فتح جي صورت ۾ نبوت کان شڪست کائڻ کان پوءِ بہ ان سان مقابلو ڪرڻ انهن لاءِ گھاٽي وارو سودو هيو. انهيءَ ڪري اهي مسلمان ٽولي ۾ شامل ٿي نبوت جو دروازو بند ٿيڻ جو انتظار ڪرڻ لڳا. انهن جي سوچ اها هئي تہ نبوي تبليغ ڪنهن کي ورثي ۾ تہ ملي ڪونہ ٿي سگھي، ڇوتہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ڪو نرينو اولاد ڪونہ هيو. انهيءَ ڪري خاموشي سان اقتدار حاصل ڪرڻ جون تدبيرون ڪرڻ کي ئي پاڻ لاءِ بهتر سمجھيائون. علامہ اقبال شايد انهيءَ صورتحال کي مدنظر رکي هيئن چيو:

زبان سے کہہ بھی دیا لا الٰہ الا اللہ تو کیا حاصل
دل و نگاہ مسلمان نہیں تو کچھ بھی نہیں۔

## معاويہ جي سازش

حضرت امام حسن عليہ السلام جي باري ۾ معاويہ کي جڏهن خبر پئي تہ مسلمانن ڪوفي ۾ ان جي بيعت ڪري پنهنجو امام ۽ خليفو چونڊيو آهي تہ پريشان ٿي ويو ۽ سمجھيائين تہ مسلمانن جو حڪمران ٿيڻ لاءِ ان جي اميدن تي پاڻي ڦرڻ وارو آهي. ان مناسب موقعي جو انتظار ڪيوتہ جيئن امام حسن عليہ السلام جي حڪومت خلاف ڪوفي ۾ بدانتظامي جي فضا پيدا ڪري سگھي. اهو انهيءَ مقصد ۾ ڪامياب ويو ۽ ان ڪم لاءِ وڏي چالاڪيءَ سان بي ضمير ماڻهن کي نقد رقم عيوض خريد ڪيائين. هر طرف پنهنجا جاسوس پکيڙي ڇڏيائين جيڪي مختلف طرفن مان افواهہ پکيڙيندا هيا. معاويہ جي فوجي طاقت ۽ هٿيارن جي باري ۾ ڳالهيون ڪري ماڻهن کي امام حسن عليہ السلام جي حڪومت خلاف بدظن ڪندا هيا.

معاويہ شام ۾ پنهنجن سيني حامي قبيلن ۽ سپاهين کي لڙائي جي تياري ڪرڻ جو حڪم ڏئي ڇڏيو ۽ پنهنجي تسلط هيٺ سيني علائقن ۾ خط ذريعي اعلان ڪرايائين تہ پنهنجي جنگي ساز ۽ سامان سان اچي لشڪر ۾ شامل ٿيو ۽ ڪوفي تي حملو ڪرڻ لاءِ ساٿ ڏيو.

هڪدم هزارين سپاهين تي مشتمل لشڪر ساڻ ڪري ڪوفي تي حملو ڪرڻ لاءِ نڪري پيو. اڳتي وڌندو "مسڪن" نالي ماڳ تي اچي پڙلاءُ ڪيائين. اهو ماڳ بغداد کان ڏهه فرسخ جي فاصلي تي تڪريت واري رستي ۾ اوانا جي ويجهو آهي.

گهڻو مناسب ٿيندو جيڪڏهن اسان معاويه کي انهي نالي سان ياد ڪريون تہ اهو پهريون شخص هيو جنهن اسلامي تاريخ ۾ جهالت واري دور جي قبيلائي عصبيت جو ٻيهر بنياد رکيو. اهو پهريون شخص هيو جنهن اسلامي مملڪت ۾ پراڻن تڪرارن ۽ جهيڙن کي زندهہ ڪري اختلافن جي باهہ کي ٻيهر ڀڙڪائي "توحيدي دين" جي بنيادي ڳالهہ "اتحاد ۽ وحدت" کي پائمال ڪري ڇڏيو. انهي بنياد کي لوڏي ڇڏيائين جيڪو حقيقت ۾ هن دين جي ڪاميابي ۽ ڀلائي جي ضمانت هيو.

جنهن ڏينهن کان معاويہ شام ۾ لڙايون شروع ڪيون هيون، اسلام جي لاءِ اهو ڏينهن وڏو منحوس ۽ نقصان ڏيندڙ هيو. انهن لڙاين ۾ جيڪو رت وهايو ويو ۽ جيڪي حق پائمال ڪيا ويا، ۽ جن حقن تي چڙهت ڪئي وئي ۽ مادي خواهشن جيڪا ترقي ڪئي اسلامي تاريخ جي لڙاين ۾ انهن جو مثال ڪونہ ٿو ملي.

اسلام اهڙو دين آهي جيڪو انسانيت جي بلند ترين اصولن مان اتساهہ ٿو وٺي. لڙائي جي اجازت صرف ان وقت هوندي آهي جڏهن اها الله تعاليٰ جي رضا ۽ ان جي واٽ ۾ وڙهي وڃي، انسانيت جي بقا ۽ ڀلائي لاءِ وڙهي وڃي ۽ اسلامي معاشري جي دفاع لاءِ وڙهي وڃي. ليڪن انهن ماڻهن ۽ سرحدن تي حملو ڪرڻ جيڪي امن جي زندگي گذاري رهيا هجن، يا الله ۽ الله جي رسول جي مڃڻ وارن خلاف انهيءَ لاءِ لڙائي ڪرڻ تہ جيئن انهن مٿان حڪمراني ڪجي، اسلامي اصولن جي نظر ۾ اهڙي لڙائي ناجائز آهي ۽ اهڙين لڙاين کي صرف جاهليت وارو وحشي نظام ئي درست قرار ڏئي ٿو سگهي. هي اهي لڙايون هيون جن جي ڪري مسلمانن جو اتحاد ختم ٿي ويو ۽ انهن جي وچ ۾ نہ ختم ٿيندڙ ساڙ حسد ۽ دشمني جو ٻج پوکجي ويو.

## امام حسن عليہ السلام جو جهاد

صورتحال مڪمل طور تي چٽي هئي تہ ڇا ٿيڻ وارو آهي. امام حسن عليہ السلام کي جڏهن انهي چڙهائي جو اطلاع مليو تہ پاڻ وقت جي خليفي ۽ امام جي حيثيت ۾ مجبور هيوتہ انهن حالتن جو جواب ڏئي ۽ موقعي مناسبت سان قدم کڻي. باغين ۽ ڏڦيڙ پکيڙڻ وارن سان جنگ ڪرڻ نهايت ضروري ۽ اهڙو فرض هيو جنهن جي باري ۾ امام حسن عليہ السلام پراعتماد هيا ۽ انهن جو ديني فڪر حڪم ڏئي رهيو هيوتہ اسلامي خلافت انهي وقت تائين مضبوط نٽي ٿي سگهي ۽ نہ وري مسلمانن ۾ اتحاد پيدا ٿي سگهي ٿو جنهن جي ان وقت سڀ کان گهڻي ضرورت هئي, جيستائين انهي اختلاف ۽ فتني کي ختم نٿو ڪيو وڃي جنهن کي معاويہ ٽن سالن کان لڳاتار پنهنجن صلاحڪارن جي ذريعي مسلمانن جي صفن ۾ پيدا ڪري رهيو هيو.

امام حسن عليہ السلام مجبور ٿي معاويہ جي لڙاڪو ذهنيت جو جواب ڏيڻ لاءِ جهاد جو اعلان ڪرايائون ۽ فوج جو وڏو انگ ساڻ ڪري ڪوفي مان نڪري پيا. ڪيترائي مخلص مؤمن, قرآن جا مڃيندڙ ۽ اسلام جو نيڪ ڪردار رکندڙ ماڻهو امام حسن عليہ السلام جي دعوت تي لبيڪ چئي گڏ ٿي ويا. ليڪن انهن جنگي مجاهدن جي وچ ۾ اهڙا ماڻهو بہ نظر اچي رهيا هيا جيڪي پهريان ڪنهن چڱي ڪم ۾ شامل ٿيندي ڪونہ ڏٺا ويا هيا, ۽ انهن جي باري ۾ خبر ڪونہ هئي تہ اهي ڪير آهن.

ڪسر ۾ ڇهن مهينن تائين لڙائي جاري رهي. لشڪر جو اڳواڻ امام حسن عليہ السلام جو چاچو (پي جو سوٽ) عبيدالله بن عباس هيو جيڪو معاويہ کان رقم ملڻ جي لالچ ۾ غداري ڪري معاويہ سان وڃي مليو. ان کان پوءِ قيس بن سعد انصاري جي اڳواڻي ۾ 20 هزار مجاهدن جو لشڪر معاويہ جي مقابلي لاءِ روانو ڪيائون ۽ پاڻ دير ڪعبہ جي ويجهو ساباط نالي ماڳ تي وڃي قيام ڪيائون. اتان انهيءَ دوران معاويہ فريب کان ڪم وٺندي هڪڙي ماڻهوءَ کي مدائن روانو ڪيو جنهن اتي پهچڻ سان امام حسن عليہ السلام جي لشڪر ۾ اهو مشهور ڪيوتہ امام

حسن عليہ السلام جي سپہ سالار قيس بن سعد معاويہ سان صلح ڪري ڇڏيو آهي. لشڪر ۾ اهو افواهہ پکڙجڻ سان افراتفري پکڙجي وئي. امام حسن عليہ السلام اتي پنهنجن ساٿين جي ٽال مٽول ڪرڻ ۾ سُستي جو مظاهرو ڪيائون. ماڻهن کي گڏ ڪري خطبو ڏنائون:

”ڏسو مان خدا جي خلق جو سڀني ماڻهن کان وڌيڪ هڏ ڏوکي آهيان. مون ڪنهن بہ مسلمان سان ساڙ يا حسد ڪونہ ڪيو آهي. توهان کي معلوم هجي تہ اتفاق ۾ اتحاد توڙي جو توهان کي ڪيترو بہ ناپسند هجي اهو اختلاف ۾ ڏقيڙ کان ڪئي دفعا وڌيڪ سٺو آهي. ياد رکو مان توهان جي فائدي لاءِ توهان کان وڌيڪ بهتر سوچڻ جو حق رکان ٿو. توهان تي لازم آهي تہ منهنجي راءِ کان منهن نہ موڙيو ۽ نہ وري منهنجي حڪم جي مخالفت ڪريو.“

افسوس تہ سندن خطبي جو ماڻهن تي ڪوبہ اثر ڪونہ ٿيو بلڪ خارجي زور زور سان پڪارڻ لڳا تہ هي (امام حسن) ڪافر ٿي ويو آهي (معاذالله) ڪجھ ماڻهن تہ مورڳو امام حسن عليہ السلام تي حملو ڪيو ۽ سامان ڪسڻ شروع ڪيائون. ڪنهن سندن پيرن هيٺان مصلو کسڪائي ڪنيو تہ ڪنهن سندن چادر مبارڪ کسي ورتي. امام حسن عليہ السلام وڏي آواز سان پڪارڻ لڳا تہ ربيعہ وارا ۽ همدان وارا ڪٿي آهن. اهي ٻئي قبيلا يڪدم اچي سندن چوڌاري گڏ ٿي ويا ۽ سورش ڪرڻ وارن کي امام حسن عليہ السلام کان پري هٽائي ڇڏيائون. امام حسن عليہ السلام صدمي جي حالت ۾ اتان مدائن جي گورنر سعد ڏانهن وڃڻ لاءِ روانا ٿيا. هڪڙي خارجي جراح بن قيصہ اسدي رستي ۾ وجھ وٺي سندن مٿان حملو ڪيو ۽ ٽنگ ۾ گرز هنيو جيڪو هڏي تائين لهي ويو.

## امام حسن عليہ السلام جو صلح

اسلام هڪڙو مڪمل قانونِ حيات آهي، جيڪو زندگيءَ جي هر پهلوءَ تي حاوي هجڻ جي دعوا رکي ٿو. اهوئي قانون آهي تہ اهوئي حڪومتي آئين بہ آهي. ايترو مضبوط آهي جو ان جي بنيادي قانوني احڪامن ۾ تبديلي ٿي نٿي سگهي، جنهن تي رسول الله صلي الله تعاليٰ

عليہ وآلہ وسلم بہ عمل ڪري ڏيکاريو. لچڪدار ايترو آهي تہ نت نيون سياسي ۽ تمدني ضرورتون پيدا ٿين تہ انهن کي قرآن شريف ۾ ڄاڻايل منشاء الاهي جي مطابق عمل ۾ آڻي سگهجي ٿو. جنگ ڪرڻي آهي تہ اها بہ امن کي قائم رکڻ لاءِ ورنہ اسلام ۾ جنگ کي صرف دفاعي حيثيت حاصل آهي. ڪنهن جو ناحق رت وهائڻ يا ناجائز طريقي سان مال ملڪيت تي قبضو ڪرڻ اسلامي روح جي خلاف ۽ حرام آهي. ائين اسلام ۾ صلح ڪرڻ جي اهميت کي بہ چٽي نموني سان بيان ڪيو ويو آهي، جنهن کان انڪار ڪرڻ جي اجازت ڪونہ آهي.

شام جي حاڪم (معاويہ) جون فوجون رسول اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شهر مديني ڏانهن چڙهائي ڪري رهيون هيون. شام جي اموي حڪومت شامي حڪمران جي ذاتي مفاد لاءِ اسلام جي روحاني قيادت کي هميشهہ لاءِ ختم ڪرڻ يا گهٽ ڪرڻ لاءِ سرتوڙ ڪوشش ڪري رهي هئي. هي اهو زمانو هيو جنهن لاءِ نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمائي ويا هيا تہ ان زماني ۾ بادشاهت قائم ٿي ويندي ائين اسلامي عقيدن تي باطل جي زور پوڻ جو اهو پهريون دور هيو. جيئن نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اسلام جي اشاعت لاءِ سرڌڙ جي بازي لڳائي هئي، ائين ان جي ڏوهٽي امام حسن عليہ السلام پنهنجي جان خطري ۾ وجهي اسلام جي حفاظت ڪئي، جنهن جي تڪميل لاءِ سندن ڀاء امام حسين عليہ السلام قربانيون ڏئي اسلام کي بچائي ورتو. امام حسن عليہ السلام جو دور سڀ کان مشڪل دور هيو. رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو محافظ سندن چاچو حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ هيو جنهن جي انتقال کان پوءِ حضورجن کي مڪو ڇڏڻو پئجي ويو هيو ليڪن ڪنهن وڏي فوج سان مقابلو ڪونہ هيو. پر اڄ هتي باقاعده هڪڙي سرڪش فوج سر مٿان مسلط هئي ۽ محافظ اڪيلو ڀاء امام حسين عليہ السلام هيا. اهو ٻنهي ڀائرن جو عزم هيو. جيڪو اسلامي تواريخ جو سڀ کان اهم باب آهي.

امام حسن عليہ السلام ڪجهہ عرصو مدائن ۾ علاج ڪرائڻ کان پوءِ ٺيڪ ٿي ويا ۽ معاويہ سان مقابلو ڪرڻ جي تياري ڪرڻ لڳا. پر

معاويہ پيغام موڪليو تہ توهان جن شرطن تي گهُرو تہ مان توهان سان صلح ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. امام حسن عليہ السلام جو معاويہ سان صلح ڪرڻ هڪڙو تڪليف ڏيندڙ واقعو آهي، جيڪو نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لاڏاڻي کان پوءِ امامن سڳورن کي مسلمان سڏائيندڙ ٽولي کان برداشت ڪرڻو پيو.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اڳڪٿي ڪندي ارشاد فرمايو هيوتہ منهنجو هي پٽ حسن (عليہ السلام) سردار آهي. گهڻو جلد الله تعاليٰ هن جي ذريعي مسلمانن جي ٻن ٽولن ۾ صلح ڪرائيندو. هي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو اهو فرمان آهي، امام حسن عليہ السلام جنهن هيٺ معاويہ جهڙي چالاڪ ۽ سفاڪ ماڻهوءَ سان صلح ڪيو ۽ مسلمانن کي رتوڇاڻ کان بچايو.

ان صلح ڪرڻ کان پوءِ امام حسن عليہ السلام جيڪي تڪليفون برداشت ڪيون، ڪنهن ۾ طاقت ڪونہ آهي تہ اهڙيون تڪليفون برداشت ڪري سگهي. پر امام حسن عليہ السلام الله تعاليٰ جي مهرباني ۽ مدد سان انهي عظيم آزمائش کي وڏي صبر ۽ ثابت قدمي سان نڀايو. پنهنجي اصلي مقصد ۽ حدف کي يعني الله، الله جي حبيب ڪريم ۽ قرآن شريف جي حڪم کي قائم رکڻ ۽ مسلمانن جي اصلاح جو فرض. امام حسن عليہ السلام انهي فرض کي بهترين طريقي سان پورو ڪرڻ سان گڏ ان آزمائش ۽ امتحان ۾ ڪامياب ويا. اهو اهڙو مقصد ۽ حدف هيو جنهن تي هر وقت سندن ڌيان رهندو هيو ۽ ان مقصد سان عشق جي حد تائين لڳاءُ هين.

افسوس جو مقام آهي تہ اڄ تائين اهڙو ڪو شخص سامهون ڪونہ آيو آهي، جيڪو انهي صلح جي باري ۾ عقلي ۽ نقلي لحاظ کان تحقيق ڪري ان جي متعلق ماڻهن جي ذهن ۾ جيڪي شڪ شبها ۽ غلط فهميون آهن انهن کي دور ڪري ها. جيڪڏهن ڪوئي انسان امام حسن عليہ السلام ۽ معاويہ جي حالتن ۽ ڪردار جوئي ڳوڙهائي سان جائزو وٺي تہ ان کي خبر پئجي ويندي تہ انهن ٻنهي جي وچ ۾ لڙائي ۽ مقابلو ڪا نئين ڳالهہ ڪونہ هئي، پر هر هڪ پنهنجي پنهنجي خاندان جي اڳ

گذريل وڏن جو ڪردار ادا ڪري رهيو هيو. پئي مختلف صفتن ۽ اخلاقي ڪردارن وارا هيا. امام حسن عليہ السلام پنهنجي ناني سائين رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ بابي سائين حضرت علي عليہ السلام جي اخلاق وارن گڻن جو مالڪ هيو. جڏهن تہ سندس مخالف دشمن معاويہ جو اخلاق ان جي خاندان بنواميہ پي ابو سفيان ۽ شهيدن جو جيئرو چباڙڻ واري ماءُ هنده وارو اخلاق هيو.

جڏهن الله تعاليٰ پنهنجي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي دشمنن مٿان غلبو حاصل ڪرڻ جي عظيم ڪاميابي عطا ڪئي ۽ اسلام هر طرف پکڙجڻ لڳو تہ بنواميہ وارن جي شرارت ۽ فساد جا شعلا وسامي ويا. ابوسفيان ۽ ان جي ساٿارين جي تمنائن ۽ خواهشن کي شڪست ٿي. انهن ۾ اسلام سان مهاڏو اٽڪائڻ جي همٿ ڪونہ رهي. ابوسفيان ۽ ابوسفيان جي قبيلي وارن چالاڪي کان ڪم وٺندي اسلام قبول ڪيو ۽ ظاهري طور اهي مسلمان لڏي ۾ شامل ٿي ويا. ليڪن انهن جون دليون سدائين اسلام ۽ اسلام جي داعي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خلاف نفرت سان ڀريون رهيون ۽ سيني ۾ ساڙ ۽ حسد جي باهہ پڙڪندي رهي، جنهن جو اظهار اهي وقت بہ وقت ڪندا بہ رهندا هيا.

نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي طرزِ زندگي ڪري اهي مٿڀو مجبور هيا تہ پنهنجي دشمني واري ڪردار کي لڪائي رکن. ظاهري طور انهن سان دوستي جو اظهار ڪندا هيا ۽ دشمني تي پردو وجهيون پئي آيا. آهستي آهستي مٿڀو انهن جي دشمني کي وساري ويٺا، ايتري تائين جو مڪي جا رهواسي بہ انهن کي اسلام جو هڏڏوکي سمجهڻ لڳا. نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وفات کان پوءِ فتح ۽ ڪاميابي جي ميدان ۾ مٿڀو بنواميہ وارن کي رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خاندان ۽ سندن اصحابن ۾ شمار ڪرڻ لڳا. نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وفات کان پوءِ معاويہ کي موقعو ملي ويو جنهن ۾ ان ڪوشش ڪئي تہ اهو پاڻ کي مسلمانن جو اڪابر ٻڌائي پيش ڪري ۽ پاڻ کي مسلمانن جو حڪمران ٿي ڏيکاري.

ٻئي ۽ ٽئين خليفي جي دور ۾ معاويہ ويهن سالن تائين شام جو گورنر رهيو. انهي عرصي ۾ ان شام کي پنهنجو مضبوط ٺڪاڻو بڻايو ۽ اسلامي مال مان ماڻهن کي ايترو ڏنائين جو ماڻهو ان جا گرويده ٿي ويا ۽ ان ۾ اچا وڏيڪ اميدون لڳائي ڇڏيائون. شام جا سيئي ماڻهو ان جي زرخريد غلامن وانگر ٿي ويا. ائين معاويہ فائدو حاصل ڪندي عجم (غيرعرب) جي نون مسلمانن ۾ پنهنجي جاءِ ٺاهي ورتي. ماڻهو ان کي اسلام ۽ مسلمانن جو اهم ترين شخص سمجهڻ لڳا ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي معزز ترين اصحابن حضرت ابوذر رضي الله تعاليٰ عنہ, حضرت عمار رضي الله تعاليٰ عنہ, ۽ حضرت مقداد رضي الله تعاليٰ عنہ کان بہ وڌيڪ شهرت ماڻي ورتائين. ائين بنواميہ کي وري ترقي ڪرڻ جو موقعو ملي ويو ۽ بني هاشم وارن سان ٻيائي ڪرڻ شروع ڪيائون.

جڏهن معاويہ شام جي امير جي حيثيت سان پنهنجي چالاڪي ۽ سياست ذريعي بنواميہ کي اقتدار تي قابض ڪري ڇڏيو تہ دين جي احڪامن ڏانهن ميري اک سان ڏسڻ لڳو ۽ انهن ۾ گهٽ وڌائي ڪري ماڻهن کي جاهليت واري دور جي رسم ۽ رواجن ڏانهن ڌڪڻ لڳو. جيڪي اسلامي دين جي دائري کان ٻاهر هيا. ان کان پوءِ پنهنجي اصل مقصد يعني مادي فائدن ۽ طبقاتي فرق واري سماجي ڍانچي يعني اڻ برابري واري زندگي جي نظام کي قائم ڪرڻ جي پٺيان لڳي پيو.

انهن سببن جي ڪري معاويہ جي اندر غرور ۽ تڪبر پيدا ٿي ويو ۽ ان سوچيو تہ هاڻي اهو وقت اچي ويو آهي تہ بنواميہ جي منصوبن کي جاري ڪري. البت امام حسن عليہ السلام ۽ امام حسين عليہ السلام کي اهو پنهنجن منصوبن جي ڪاميابي لاءِ رڪاوٽ سمجهي رهيو هيو لهٰذا اسلام کي اسلام جي نالي تي ختم ڪرڻ ۽ حقيقت کي حقيقت جي نالي سان ختم ڪرڻ لاءِ سندرو ٻڌي ورتائين.

امامن سڳورن جي سامهون ان وقت بہ رستا هيا ۽ انهن کان سواءِ ٻي ڪابہ واٽ ڪونہ هئي. ياتہ اهي مقابلو ڪن يا صلح ڪن. مسلمان معاشري جي ان وقت جي حالتن موجب امام حسن عليہ السلام غور ڪيو تہ جيڪڏهن اهي مقابلو ٿا ڪن تہ ان جو نتيجو اهو نڪرندو تہ

صراطِ مستقيم ۽ الله تعاليٰ ڏانهن رهنمائي ڪرڻ وارا رهنما ۽ دين جو دفاع ڪرڻ واريون سرحدون ختم ٿي وينديون. ڇوته جيڪڏهن ان وقت امام حسن عليہ السلام بني هاشم ۽ پنهنجن ٻين ساٿين سان گڏجي معاويہ جي فوج جي مقابلي ۾ اچن ها. جيئن امام حسين عليہ السلام عاشور جي ڏينهن پنهنجن ساٿين کي قرباني جي لاءِ وٺي آيا هيا. ته ان وقت اهو جذبو ڪارآمد ثابت ڪونہ ٿئي ها ۽ لڙائي جي صورت ۾ بني هاشم ۽ انهن جا ساٿي مقابلي ۾ مارجي وڃن ها ۽ معاويہ لاءِ سڄو ميدان خالي ٿي وڃي ها ۽ ان کي اهڙي ڪاميابي ملي وڃي ها جنهن جو ان کي تصور بہ نہ هجي ها ۽ اهو من ماني ڪندو وتي ها.

امام حسن عليہ السلام پنهنجن ساٿين جي ڪمزوري ۽ غداري کان واقف ٿي ويا هيا. تنهن ڪري محسوس ڪيائون ته جنگ ڪرڻ ڪنهن بہ طريقي سان موزون ڪونہ آهي. هن خاندان جي ماڻهن کي حڪومت ۽ اقتدار جي لالچ ته ڪڏهن رهي ئي ڪونہ هئي. اهي ته هر وقت اهو گهُرندا هياته ڪنهن بہ طريقي سان خدا جي خلق جو ڀلو ٿئي ۽ شرعي احڪام ۽ حقوقِ الاهي جاري رهن. سندن شرطن مطابق معاويہ صلح ڪرڻ جي لاءِ راضپو ڏيکاريو ته امام حسن عليہ السلام پنهنجي ناني سائين ۽ بابي سڳوري جي سيرت تي عمل ڪندي مصلحت لاءِ وڌندڙ هٿن کي ڪونہ ٺڪرايو.

امام حسن عليہ السلام وقت جي حالتن پٽاندڙ فيصلو ڪيوته معاويہ کي ان جي سرڪشي ۽ گستاخي ۾ ڪليل ڇڏي ڏجي، ۽ ان حڪومت ۾ رهي جيڪا طاقت حاصل ڪئي آهي ان کي ان ئي حڪومت ۽ طاقت سان گڏ ماڻهن جي سامهون آزمائش ۽ امتحان لاءِ ڇڏي ڏجي. امام حسن عليہ السلام ائين بنواميہ ۽ خاص طور تي معاويہ جي ڇهري تي جيڪو اسلام جو لبادو ڍڪيل هيو ان کي لهرائي ڇڏيو ۽ ماڻهن جي سامهون انهن جو اصل ڇهرو ظاهر ڪرائي ڇڏيائين. جيڪو بدر ۽ حنين جي لڙاين جي عرصي دوران انهن بغض ۽ ڪيني سان پاليو هيو. ائين امام حسن عليہ السلام صلح جي ڇٽي هيٺان عظيم انقلاب برپا ڪري ويا ڇوته ان وقت حق ۽ باطل جي وچ ۾ فرق ختم ٿي ويو هيو. ماڻهو معاويہ کي بہ حق تي ۽ مسلمانن جو رهبر

سمجهندا هيا. اهي فرق ڪونہ ٿي ڪري سگهيا ڇوتہ معاويہ جي ڇهري تي اسلام جو لبادو ڍڪيل هيو. ائين امام حسن عليہ السلام حالتن پٽاندڙ معاويہ سان هيٺين شرطن موجب صلح ڪيو:

1. معاويہ مسلمانن تي الله جي ڪتاب ۽ خلفاء راشدين ۽ صالحين جي سيرت تي عمل ڪندي حڪومت ڪندو.
2. ڪوفي جي بيت المال ۾ جيڪا رقم موجود آهي، اها امام حسن عليہ السلام کي ملندي جنهن مان اهي قرض ادا ڪندا.
3. فسا ۽ دارالبحر مان ملندڙ خراج امام حسن عليہ السلام کي ملندو رهندو جيڪو اهلبيت حضرات جي خرچ پکي لاءِ استعمال ٿيندو آهي.
4. معاويہ کي اهو اختيار ڪونہ هوندو تہ پنهنجو وليعهد مقرر ڪري بلڪ ان کان پوءِ شوريٰ جي فيصلي مطابق حڪمران مقرر ٿيندو.
5. اڄ کان پوءِ معاويہ طرفان خطبن ۽ تقريرن ۾ حضرت علي عليہ السلام خلاف گهٽ وڌ ڳالهائڻ ۽ گارگند ڪرڻ بند ڪيو ويندو.
6. الله تعاليٰ جي ڌرتي تي شام، مصر، عراق حجاز يمن وغيره ۾ سيني جاين تي ماڻهو پنهنجي جان ۽ مال سان گڏ امان امان ۾ هوندا.
7. حسن بن علي (عليہ السلام) ۽ ان جي ڀاء حسين بن علي (عليہ السلام) ۽ ٻين اهلبيت حضرات مان ڪنهن بہ شخص جي خلاف معاويہ ڳجهي نموني يا ظاهر ظهور گهٽ وڌ نہ ڳالهائيندو. انهن کي ڊيڄاريو ۽ ڌمڪايو بہ نہ ويندو.
8. معاويہ صلح جي هن عهد نامي تي الله سان اقرار ڪندو ۽ شرطن کي پورو ڪندو.

امام حسن عليہ السلام جي پوري حياتي ان جي عظمت جو روشن دليل آهي. ان جي فداڪاري ۽ سرفروشي بي مثل، زهد ۽ تقوا بہ پنهنجن ابن ڏاڏن وانگر بي مثال آهن. پنهنجي حق تلفي برداشت ڪندي، هڪڙي غاصب بادشاه جي انفرادي بي راه روي برداشت ڪندي، ايترو بلند ڪردار ۽ صلح پسند انسان دنيا جي تاريخ ۾ ڪونہ ٿو ملي. الله تعاليٰ طرفان ڏسيل هدايت واري ڪم جي انجام ڏيڻ ۾، اسلام جو نالو وٺڻ وارن جي تبديل ٿيل ذهنيتن ۾ ۽ ذاتي ملوڪيت

جي ڳُن ۾ قاتل اسلام جي ٻيڙيءَ کي سنڀالڻ امام حسن عليہ السلام جي صلح جو ڪارنامو آهي.

## صلح کان پوءِ جون حالتون

صلح ۽ جنگ انساني فطرت جون تقاضائون آهن. جنگ جا خطرناڪ ڪنڊا صلح جي دامن ۾ وٽندڙ گل ٿي ويندا آهن. ليڪن آدم جي اولاد جي ڪارگذارين ۾ صلح هڪڙو مظلوم موضوع ٿي ويو. ساڙ حسد ۽ زورزبردستي ان جي اصل مفهوم کي ئي بدلائي ڇڏيو. شڪ شبهن ان کي انسانيت جي زوال ۽ هيناهين جي راهہ تي بيهاري ڇڏيو صلح کان پوءِ بہ قتل ۽ غارت جاري رهيا. هر فرقو ان ۾ پنهنجي ذاتي مفاد جوئي غلام ٿي ويو. اسلام جي دائري ۾ اچڻ کان پوءِ اهو طئي هيو تہ مسلمان ٻئي مسلمان کي قتل ڪونہ ڪندو، ليڪن ٿيو اهو تہ ٻيو خليفو حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ پهريون مسلمان آهي جنهن کي هڪڙي مجوسي غلام قتل ڪيو. ان کان پوءِ ٽئين خليفي حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جو قتل ٿيو جنهن کي پڻ مسلمانن جي هڪڙي ٽولي شهيد ڪيو. ان کان پوءِ اهو سلسلو جاري رهيو ۽ چوٿين خليفي حضرت علي عليہ السلام کي بہ هڪڙي مسلمان ئي مسجد شريف ۾ حملو ڪري شهادت جي درجي تي پهچايو. جرئت وڌندي وئي ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ٻچڙي امام حسن عليہ السلام کي بہ زهر جي وسيلي شهيد ڪرايو ويو ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ٻئي ٻچڙي امام حسين عليہ السلام کي ڪربلا جي ميدان ۾ اڪيلو ۽ بکيو رکي مسلمان سڏائيندڙن ئي شهيد ڪيو. تاريخ ۾ ٿيل اهي شهادتون رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ امام حسن عليہ السلام طرفان ڪيل صلح نظرن جي سامهون هوندي بہ نظرانداز ڪيون ويون.

ائين ٿو محسوس ٿئي تہ جنگي حالتن ۾ جڏهن مفادپرستيءَ لاءِ صلح ٿئي تہ ان جا اثر موسمي ۽ مصلحت گڏيل هوندا آهن. بهرحال، ذهن ۽ سوچ تي پهرو بيهارڻ آسان ڪونہ آهي. صلح تي عمل ڪرڻ لاءِ نيت جو وڏو عمل دخل آهي. جيڪڏهن نيت ۾ ئي کوٽ هجي تہ صلح جا

معاملا ڪيترا بہ آسان هجن، اهي هضم ڪرڻ ٿيندا آهن. چوڏهن صديون گذري ويون، انهي عرصي دوران ايمان ۽ ايقان جي پوک ۾ شخصي عقيدتمندي جا ٻوٽا وڌي ايترو وڏا وڻ ٿي ويا آهن جنهن ۾ دين جا پن تہ ڇڻندا ٿا وڃن، ليڪن شخصيت پرستي جي طاقت وڌندي ٿي وڃي.

صلح ڪان پوءِ معاويہ جي دور ۾ مسلمانن تي جيڪي وڏيون مصيبتون آيون انهن مان ڪجھ هي آهن:

1. خلافت راشده جي نظام جو آخري ۽ قطعي خاتمو ٿي ويو. خلافت جي جاءِ شاهي گهراڻي ورتي ۽ مسلمانن کي ان ڪان پوءِ اڄ ڏينهن تائين پنهنجي مرضي جي خلافت نصيب ڪرڻ تي سگهي.
2. معاويہ جي حڪم سان ان جا سڀئي گورنر مسجدن ۾ خطبن دوران ممبر تي ويهي حضرت علي عليہ السلام کي گارگند ڪندا هيا، ايتري تائين جو مسجد نبوي ۾ بہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جي قبر شريف جي سامهون رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ممبر تي ويهي اموي حڪمران گارگند ڪندا هيا ۽ حضرت علي عليہ السلام جو اولاد ۽ ويجهڙا مائٽ اهي گاريون پنهنجن ڪنن سان ٻڌندا هيا.
3. معاويہ جي دور ۾ قانون جي بالادستي جي اصول کي ختم ڪيو ويو حالانڪ اهو اسلامي رياست جي اهم ترين اصولن مان هيو. اها پاليسي معاويہ جي دور ۾ شروع ٿي ليڪن معاويہ ڪان پوءِ حڪومت جون واڳون جڏهن يزيد کي مليون تہ ڏاڍ ۽ ظلم جا داستان وڌي اڻ ڪٿ ٿي ويا. معاويہ جي زماني ۾ جيڪا سياست کي دين ڪان مٿاهون رکڻ ۽ سياسي مقصدن لاءِ شرعي حدن کي ٽوڙڻ جي شروعات ٿي، اها ان جي مقرر ڪيل جانشين يزيد جي دور ۾ بدترين نتيجن سان انتها تي پهچي وئي.

## ڪوفي کي ڇڏڻ

امام حسن عليہ السلام حڪومتي ڪم ڪارين ڪان ڪناره ڪشي ڪرڻ ڪان پوءِ ڪوفي ۾ رهڻ کي مناسب ڪونہ سمجهيو ۽ اتان رهائش ختم ڪري مديني ڏانهن اچي مستقل رهائش اختيار

ڪيائون. امام حسين عليہ السلام ۽ ٻيا پائر ساڻن گڏ هيا. اهي ٻيا سيئي پائر قول، عمل ۽ مسلڪ ۾ پنهنجي ڀاء امام حسن عليہ السلام سان متفق ۽ متحد هيا. انهن کي خبر هئي تہ توڙي جو امام حسن عليہ السلام حجت قائم ڪرڻ لاءِ صلح ڪري خاموشي ۽ گوشہ نشيني اختيار ڪئي آهي، پر انهن کي پڪ هئي تہ آخرڪار تلوار جو کيل وچ ۾ اچي ئي ويندو ۽ سخت ۽ مشڪل قدم کان سواءِ آخري فيصلو ڪونہ ٿيندو. اهي سيئي انهيءَ لاءِ بہ ذهني طور تيار هيا.

تاريخ ٻڌائي ٿي تہ امام حسن عليہ السلام انهيءَ مقصد لاءِ حڪومت ڇڏي صلح ڪيو تہ دينِ مصطفوي تي ڪوئي حرف نہ اچي ۽ دين جو اصل قائم رهي، پر حالتون ڏينهون ڏينهن بگڙجنديون پئي ويون. معاويہ کي حڪومت ملڻ کان پوءِ سازشي ماڻهن امام حسن عليہ السلام کي چين ۽ سڪون سان رهڻ ڪونہ ڏنو. ديني معاملن ۾ تبديلين ڪري ڏک مان پريشان هيا. مٿان وري معاويہ جي واعدي خلافي ۽ صلح جي شرطن جي خلاف حضرت علي عليہ السلام کي مسجدن ۾ ممبر تي ويهي خطبن ۾ گارگند ڪرڻ واري عمل، ۽ ان سان گڏ سندن حامين جي قتل ۽ بربادي تي ڪين ڳوڙها ڳاڙيا پيا.

امام حسن عليہ السلام ماڻهن جي روين ۽ حالتن کان ڏڪارو ٿي فيصلو ڪيو تہ هاڻي ڪوفي ۾ رهڻ مناسب ڪونہ آهي.

## امام حسن عليہ السلام مديني واپس

امام حسن عليہ السلام جي ڇهن مهينن جي مختصر خلافت ايتري اهم آهي جو اها پوري اسلامي عهد جي بقا جو هٿيار ثابت ٿي. نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وفات کان پوءِ خليفن جي دور جي انوکي تاريخ آهي، جنهن ۾ اسلامي نظام ۽ دنياوي نظام جو ٽڪراء رهيو. شروع خلافتي دور ۾ اسلامي فڪر ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان پنهنجي اصليت سان متصل رهيو پر مسلسل فتحن سبب ٻين قومن ۽ مذهبي نظرين جو اسلامي معاشري ۾ شامل ٿيڻ ۽ اقتدار جي ڪشمڪش اسلام کي امام حسن عليہ السلام جي زماني تائين ايندي ايندي عظيم نظرياتي ۽ فڪري جهيڙي جي ويجهو ڪري ڇڏيو

هيو. اصل ۾ اسلام کي تہ نہ پهريائين خطرو هيو ۽ نہ اڄ آهي، البت خطرو تہ مسلمانن جي فڪري ۽ عملي طريقي کي نظرياتي بدحالي سان پيدا ٿيڻ وارن اثرن ڪري هيو جيڪي نہ صرف سياسي، سماجي، معاشي ۽ اخلاقي طور مسلمانن جي انفرادي ۽ اجتماعي زندگي کي متاثر ڪري رهيا هيا بلڪ مستقبل ۾ پوري امت جي اتحاد جا بخيا اڌيڙڻ جو سبب بہ ٿيڻ وارا هيا.

امام حسن عليہ السلام پنهنجي بابي سڳوري جي شهادت کان پوءِ عوام الناس جي مرضي سان مسلمانن جا خليفا ٿيا هيا. خلافت جي مسند تي ويهڻ کان پوءِ پنهنجي حڪومت ۽ خلافت جي ٿورڙي عرصي ۾ سمورا ڪم چڱي نموني سان انجام ڏنائون. صحيح ترين روايت مطابق 15 جمادي الاول سن 41 هجري جي ڏينهن معاويہ سان صلح جي قرارداد لکي وئي، جنهن جي ذريعي دين کي محفوظ ڪيائون ۽ مؤمنن کي قتل ۽ غارت کان بچايائون. انهيءَ ڪم ۾ پاڻ اهو طريقو اختيار ڪيائون جيڪو سندن والد سڳوري جي ذريعي رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تعليم ڪيو هيو.

معاويہ سان صلح ڪرڻ کان پوءِ امام حسن عليہ السلام ڪوفو ڇڏي مديني شريف اچي ويا ۽ اتي ئي رهي زندگي گذارڻ لڳا. سندن گهر مديني ۾ رهڻ وارن ۽ ٻاهران اچڻ وارن لاءِ ٻيو حرم قرار ٿي ويو. امام حسن عليہ السلام ٻنهي حرمن (مسجد نبوي ۽ پنهنجي گهر) ۾ هدايت جو ٻرندڙ ڏيئو علم جو مرڪز ۽ مسلمانن جي لاءِ پناهہ گاهہ هيا. پري پري کان ماڻهو ايندا هيا ۽ کانئن دين جون ڳالهيون ٻڌندا هيا، شرعي احڪامن جي معرفت حاصل ڪندا هيا ۽ پنهنجن شهرن ڏانهن موٽي وڃي ماڻهن کي الله تعاليٰ جي واٽ تي هلڻ لاءِ سڏيندا هيا.

صبح جي نماز پڙهڻ کان پوءِ سج جي مٿي چڙهي اچڻ تائين مسجد نبوي ۾ ئي ويٺا هوندا هيا، خدا جو ذڪر ڪندا هيا ۽ دين سکڻ وارن جي اڄ کي وسائي انهن کي رشد و هدايت جو رستو ڏيکاريندا هيا. وڏي عمر وارن سان گڏ معاشري جا اهم ماڻهو سندن چوڌاري گڏ ٿي ويندا هيا، دين جو علم ۽ معرفت سکندا هيا.

## امام حسن جا ڏھ سال

امام حسن عليہ السلام طرفان صلح ڪرڻ کان پوءِ بہ حالتن جيڪا ڀيانڪ صورتحال پيدا ڪئي اها اهڙي هئي جيئن ڪو سامونڊي طوفان ڪناري وارن علائقن کي پنهنجي لپيٽ ۾ آڻي اک ڇنڀ ۾ برباد ڪري ڇڏيندو آهي. ڪِلنڌڙ ۽ وسندڙ زندگي کي اجاڙي ڇڏيندو آهي ۽ آباديءَ کي خاموشي ۾ بدلائي ڇڏيندو آهي. زندگي جي چهل پهل کي قبرستان جهڙي ڀيانڪ ويراني ڪري ڇڏيندو آهي. اهڙي سامونڊي طوفان وانگر ئي امام حسن عليہ السلام جي شرطن کي پيرن سان لتاڙي ڪاروهنوار هلايو ويو جنهن سان نہ صرف ماڻهن جي عزتِ نفس مجروح ٿيندي رهي، بلڪ علي عليہ السلام سان دشمني واري انتقام جي باھہ ۾ ماڻهن جي جان ۽ مال کي سڙندي ڏٺو ويو. امام حسن عليہ السلام نيڪ نيتي ۽ صبر سان اهو برداشت ڪندي خاموشي اختيار ڪئي تہ جيئن کين دين جي تبليغ ڪرڻ جو موقعو هٿ اچي. حضرت علي عليہ السلام 25 سال خاموش رهي اهو ڪم انجام ڏنو هيو ۽ هاڻي ان ڪم کي اڳتي وڌائڻ جو سلسلو ان جي پٽ شروع ڪيو ليڪن فرق اهو هيو تہ حضرت علي عليہ السلام کي اهڙيون خراب حالتون سامهون ڪونہ آيون هيون، ڇوتہ هاشمي دٻدٻي جو اثر اڃا ماڻهن جي ذهن تي تازو هيو ۽ خليفا بہ حضرت علي عليہ السلام جو احترام ڪندا هيا. ان جي مشورن تي عمل ڪندا هيا. جڏهن تہ امام حسن عليہ السلام کي بادشاهت واري ذهنيت سان واسطو پوڻ سان گڏ علي (عليہ السلام) دشمني ۾ مڙني انتقامن سان بہ منهن مقابل ٿيڻو پيو.

## معاويہ جي غداري

امام حسن عليہ السلام طرفان اهڙي طريقي سان صلح ڪرڻ ڪا نئين ڳالهہ ڪونہ هئي، بلڪ اها خاصيت کين پنهنجن بزرگن کان ورثي ۾ ملي هئي. ڇوتہ اهو طور طريقو شروع کان ئي سندن خاندان ۾ هلندو پئي آيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حديبيہ جي جاءِ تي مڪي وارن سان صلح ڪري اسلام ۽ مسلمانن لاءِ فتح جو

بنياد رکيو. توڙي جو ان وقت بہ دورانديشي واري نظر نہ رکڻ وارن ماڻهن نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان ائين صلح ڪرڻ تي اعتراض ڪيو هيو پر اهو صلح وڏي ڪاميابي ثابت ٿيو. ائين امام حسن عليہ السلام طرفان معاويہ سان صلح ڪرڻ واري عمل تي ڪجھ ماڻهن اعتراض ڪيو هيو پر صلح حقيقي اسلام ۽ مسلمانن لاءِ فتح ۽ اموين جي بداعمالين کان نجات جو پيش خيمو ثابت ٿيو.

امام حسن عليہ السلام پنهنجي خلافتي دور ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ حضرت علي عليہ السلام طرفان نافذ ڪيل قانونن تي جيئن جو تيئن عمل ڪيو جيڪو نظامِ مصطفويٰ جو تسلسل هيو. ليڪن شام جي حاڪم (معاويہ) اصول کان هٽي فوج ۽ خزاني سان گڏ جاسوسي تي عمل پيرا فوج بہ رکي. اهو عمل خلفاء راشدين جي قاعدي مطابق صحيح ڪونہ هيو البت ان ۾ بادشاهت جا پورا پورا لوازمات شامل هيا. معاويہ جو لڪل چهرو پهرين ڏينهن ئي ظاهر ٿي ويو. صلح ڪرڻ کان پوءِ معاويہ جون فوجون ۽ عراق جي فوج جڏهن نخليہ جي ماڳ تي گڏ ٿيون ۽ معاويہ فوجين آڏو تقرير ڪرڻ لاءِ اٿيو تہ اهو ان وقت پنهنجي ظاهري، ڪاميابي تي مست هيو. تقرير ۾ چيائين "اي عراقيو! خدا جو قسم مان توهان سان نماز روزو يا زڪوات کي قائم ڪرڻ لاءِ لڙائي ڪونہ ڪئي آهي، بلڪ توهان سان منهنجي لڙائي حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ مضبوط ڪرڻ لاءِ هئي. توهان جي نہ چاهڻ جي باوجود مان ان مقصد ۾ ڪامياب ٿي ويو آهيان."

معاويہ هڪڙي ڏينهن مسجد شريف ۾ ممبر تي ويهي پنهنجي تقرير ۾ حضرت علي عليہ السلام ۽ حضرت امام حسن عليہ السلام کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳو تہ امام حسين عليہ السلام اٿيا تہ جيئن ان کي جواب ڏين. پر امام حسن عليہ السلام انهن کي منع ڪئي ۽ پاڻ اٿي بيٺا ۽ معاويہ کي چياٿون: "علي (عليہ السلام) جي لاءِ تو گهٽ وڌ لفظ ڳالهايا آهن. هاڻي ٻڌ. مان حسن (عليہ السلام) ۽ منهنجو پيءُ خيبر شڪن علي (عليہ السلام) آهي، جڏهن تہ تون معاويہ ۽ تنهنجو پيءُ اسلام سان دشمني ڪندڙ صخر آهي. منهنجي امڙ سائڻ فاطمہ (سلام الله تعاليٰ عليها) رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نياڻي

آهي: جڏهن تہ تنهنجي ماءُ شهيدن جا جگر چٻاڙي ڪائڻ واري هنده آهي. منهنجو نانو سائين دنيا جو رهبر ۽ الله جو رسول آهي: جڏهن تہ تنهنجو نانو بدر جي لڙائي وسيلي جهنم ۾ پهچڻ وارو عتبہ آهي. منهنجي ناني خديجہ الڪبريٰ (رضي الله تعاليٰ عنها) آهي: جڏهن تہ تنهنجي ناني فتيلہ آهي. هاڻي اسان مان جيڪو بہ عزت جي قابل نہ هجي ۽ گهٽيا خاندان مان هجي ان تي الله جي لعنت وسي.“ موقعي تي موجود سڀني ماڻهن وڏي آواز سان ”آمين“ چيو.

بهرحال، اهم ڳالهہ اها آهي تہ ان ڪان پوءِ اچڻ وارين حالتن ۽ واقعن ثابت ڪيو تہ امام حسن عليہ السلام صلح ڪري نيڪ قدم کنيو هيو. ڇوتہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بہ خواب ڏٺو هيو تہ سندن ممبر تي بنو اميہ وارن جا پولڙا نچي رهيا آهن ۽ امام حسن عليہ السلام ان جي تعبير ۽ سچ ٿيڻ کي روڪي نٿي سگهيا. اها ڳالهہ ثابت ٿي وئي ۽ بنو اميہ وارن جي چهرن تي اسلام جو ڍڪيل پردو لهي ويو ۽ انهن جو چور چهرو سامهون اچي ويو. اموين جي خواري ۽ ذلت جي گهنٽي کلي بازار ۾ وڄڻ لڳي. امام حسن عليہ السلام جي انهي تدبير جي ذريعي سيد الشهداء امام حسين عليہ السلام لاءِ ممڪن ٿي پيو تہ اهي وڏو انقلاب برپا ڪري سگهن. امام حسين عليہ السلام عاشور جي ڏينهن قرباني پيش ڪري اهڙو انقلاب برپا ڪري ڇڏيو جو وقت جو شاعر بہ ائين چوڻ لاءِ مجبور ٿي ويو ”اسلام زندہ ہوتا ہے ہر کربلا کے بعد“

## امام حسن عليہ السلام جي شهادت

معاويہ گهڻو ڪري امام حسين عليہ السلام جي وجود کي نہ پر امام حسن عليہ السلام جي وجود کي يزيد جي وليعهدي لاءِ وڏي رنڊڪ ٿي سمجهيو ۽ جيستائين امام حسن عليہ السلام کي زهر ڏياري شهيد نہ ڪيو ويو ان وقت تائين يزيد جي وليعهديءَ جو اظهار زبان سان ڪونہ ڪيائين.

امام حسن عليہ السلام تائين پوري اسلامي تاريخ کي ڏٺو وڃي تہ معلوم ٿيندو تہ خدا جي رسول کي جيترين اذيتون ڏنيون ويون، ايترين ڪنهن بہ ٻئي نبي سڳوري کي اذيتون ڪونہ ڏنيون ويون، ليڪن حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڪنهن کي بہ بددعا

ڪونہ ڏني. امام حسن عليہ السلام بہ پنھنجي ناني سائين جي پيروي ڪئي. گارگند ۾ ظلم جي انتھا برداشت ڪئي. ليڪن سندن زبان مبارڪ مان بددعا جو ھڪڙو لفظ بہ نہ نڪتو.

امام حسن عليہ السلام زماني جي ستم ظريفي ۾ مسلمانن جي بي وفائي کان مجبور ٿي معاويہ سان صلح ڪيو ۾ صلح جي شرطن مطابق حڪومت جون واڳون معاويہ جي حوالي ٿي ويون. امام عليہ السلام باقي زندگي جا ڏينھن گذارڻ لاءِ مديني شريف موٽي آيا. پر اتي بہ ڪين سڪون سان رھڻ ڪونہ ڏنو ويو.

معاويہ پنھنجي پٽ يزيد لعين کي جانشين مقرر ڪري مسلمانن کان بيعت ڪرائڻ ٿي گھري، پر ان لاءِ امامن سڳورن کي وڏي رنڊڪ سمجھي رھيو ھيو. انھن کان جان ڇڏائڻ لاءِ منصوبہ بنديون ڪندو رھندو ھيو. امام حسن عليہ السلام کي ڪيترا دفعا کاڌي ۾ زھر ملائي ڏنو ويو پر الله تعاليٰ جي مھرباني سان ڪين شفا عطا ٿيندي رھي.

سن 50 ھجري جو صفر مھينو اچي ويو. امام حسن عليہ السلام جي جعدہ بنت اشعث نالي ھڪڙي گھرواري ھئي. معاويہ جي سازش سان ان حضرت امام حسن عليہ السلام کي کاڌي ۾ زھر ملائي ڏنو. زھر ايترو تيز ۾ قاتل ھيو جو کاڌي جي ٻن گرانھن کائڻ سان ئي امام عليہ السلام جي پيٽ ۾ وڍ پوڻ لڳا. ڪين ھڪدم رت جون الٽيون شروع ٿي ويون، جنھن ڪري پاڻ حياتي جي جنگ ھارائي ويا. امام حسين عليہ السلام کي گھرائي فرمايائون تہ مان جلد اوھان کان جدا ٿي پنھنجي خالق حقيقي سان ملڻ وارو آھيان. مون کي زھر ڏنو ويو آھي جيڪو منھنجي جيئري کي ساڙي ختم ڪري رھيو آھي. مونکي خبر آھي تہ مونکي زھر ڪيئن ۾ ڪھڙي مقصد سان ڏنو ويو آھي پر مان الله تعاليٰ کان انصاف جي گھر ڪندس.

پوءِ امام حسين عليہ السلام کي وصيت فرمايائون تہ مونکي ناني سائين جي پرسان دفن ڪجو. ڇوتہ مونکي انھن سان ۾ انھن جي گھر سان ٻين ماڻھن کان وڌيڪ حق آھي. البت امام حسين عليہ السلام کي اھوبہ تاڪيد ڪيائون تہ جيڪڏھن منھنجي اتي دفن ٿيڻ تي ڪير

اعتراض ڪري تہ مان توهان کي قسم ٿو ڏيان تہ ڪنهن بہ قسم جو جهڳڙو فساد نہ ڪجو پر صبر کان ڪم وٺي مونکي جنت البقيع ۾ امڙ سائڻ جي پرسان دفن ڪجو.

ان کان پوءِ امام حسين عليہ السلام کي پنهنجي اولاد، پنهنجي خاندان ۽ انهن ڳالهين جي باري ۾ خيال رکڻ لاءِ چيو جيڪي پاڻ کان پوءِ ڇڏي وڃي رهيا هيا. پوءِ سندن والد سڳوري حضرت علي عليہ السلام شهادت جي وقت جيڪي وصيتون ڪيون هيون اهي پنهنجي ڀاءُ امام حسين عليہ السلام کي ڪيائين ۽ ان کي مؤمنن جي تئين امام جي حيثيت ۾ ڇڏي شهادت ماڻي پنهنجي خالق حقيقي سان وڃي ملاقاتي ٿيا. انا لله و انا اليہ راجعون.

سندن شهادت تي مسلمانن جي گهرن ۾ ڪهرام برپا ٿي ويو. مديني ۾ بين شهرن ۾ اهڙو گهر ڪونہ هيو جنهن ۾ امام حسن عليہ السلام جي شهادت جو ماتم نہ ٿيو هجي. حضرت عباس عليہ السلام بہ پنهنجي آقا ۽ مربي ڀاءُ جي شهادت تي روئي رهيا هيا. سندن چهري جو رنگ ڦڪو ٿي ويو هيو ۽ سندس اکڙين مان لڙڪ لار ڪري وهي رهيا هيا.

# أموي سلطنت

## معاويہ جو اقتدار

امام حسن عليہ السلام کان پوءِ خلافت جو نالي ماتر آغاز ٿيو جنهن ۾ پنهنجي من ماني ڪرڻ، پنهنجا حڪم هلائڻ ۽ پنهنجي اقتدار کي مضبوط ڪرڻ لاءِ طاقت جو استعمال شروع ٿي ويو. ماڻهن کان بيعت وٺڻ لاءِ انهن جي ضميرن کي مال جي ذريعي خريد ڪرڻ کي واحد حل شمار ڪيو ويندو هيو. امام غزالي رحمت الله تعاليٰ عليہ جي قول مطابق خلافت اهڙن ماڻهن کي ملي وئي جيڪي ڪنهن بہ لحاظ کان خلافت جا اهل ڪونہ هيا. امام حسن عليہ السلام جي خلافت کان پوءِ عملي طور اسلامي خلافت ختم ٿي وئي ۽ ان جي بجاءِ ذاتي سلطنت جو دور شروع ٿي ويو. ڇوتہ انهن دورن ۾ اهڙيون خصوصيتون ۽ نشانيون ملن ٿيون.

دراصل رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هن دنيا ۾ اسلام جو پيغام کڻي آيا هيا، جڏهن هن دنيا مان رحلت فرمايائون تہ اسلام سان گڏ هڪڙي مملڪت بہ ڇڏيائون. گوڙهائي سان ويچار ڪيو وڃي تہ اها حقيقت معلوم ٿي ويندي تہ نبي آخرزمان حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هن دنيا ۾ اسلام جي ڪنهن محدود مملڪت قائم ڪرڻ لاءِ ڪونہ آيا هيا، پر پاڻ ڪريمن جو مشن عالمي ۽ آفاقي هيو. ڪنهن محدود آبادي، علائقي يا خطي تي حڪومت ڪرڻ نہ پر سندن مقصد هيو تہ سموري دنيا ۾ خدائي حڪومت جو ادراڪ هجي، جنهن ۾ هڪڙو خودمختيار معاشرو هجي. هر انسان دنيا ۾ معرفت ۽ خوفِ خدا جي وچ ۾ زندگي بسر ڪري، انهيءَ ڪري پاڻ ڪريمن صلي

الله تعاليٰ عليه وآله وسلم نه ڪنهن تي جنگ مسلط ڪئي ۽ نه وري ڪڏهن لڙائي ۾ اڳرائي ڪيائون. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم پنهنجن سهڻن اخلاقن ۽ ڪردار جي پاڪائيءَ سان ماڻهن جون دليون هٿ ڪيون ۽ اسلام پکڙجندو رهيو. پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم رحمت اللعالمين هيا ۽ سندن حقيقي جانشينن ۽ اولاد ۾ به ساڳيون خوبيون هيون. جتي به قرآني احڪامن جي پابندي ڪونه آهي ته اهو حضورجن جو مشن ڪونه آهي ۽ نه وري خالقِ ڪائنات جي مرضي. مگر افسوس ته حضورجن جي لاڏاڻي کان پوءِ درجي بدرجي حالتون اهڙيون پيدا ٿينديون ويون جو اصل پيغام ۽ ان جي حقيقت کان پريءِ اسلام جي مفهوم ۽ اساس کي ڇڏيءِ اسلام پکيڙڻ ۾ اقتدار تي گهٽي کان گهٽو ڌيان ڏنو ويو. بي انداز فتحون اسلام جي دامن ۾ جڳهه وٺڻ لڳيون، جنهن کي اسلامي مملڪت سمجهي حڪومت ۽ اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ جهڳڙا ۽ فساد برپا ٿي ويا.

خلافت جي قيام سان هر دور ۾ حضرت علي عليه السلام سان مشورو ڪيو ويندو هيو. پهرين خليفن جي دور ۾ اصل ۾ دنياوي ۽ شرعي مسئلا حضرت علي عليه السلام ئي حل ڪندا هيا. ليڪن امام حسن عليه السلام جي خلافت کان پوءِ حڪومت تي بادشاهي نظام مسلط ٿي ويو جنهن جو پهريون بادشاهه معاويه هيو.

معاويه جي حڪومت ۾ خلافت ۽ ملوڪيت جو فرق سامهون اچي ويو. خليفن جي دستور جي تبديليءَ سان گڏ ان (معاويه) جي طرز زندگي ۽ بيت المال جي حيثيت ۾ تبديلي اچي وئي. راءِ جي آزادي ختم ڪئي وئي، شورائي حڪومت جو خاتمو ٿي ويو. پراڻيون نسلي ۽ قومي نفرتون وري ظاهر ٿيڻ لڳيون ۽ قانون جي بالادستي ختم ٿي وئي. عدليه جي آزادي ختم ٿي وئي، جنهن جو مثال اهو آهي ته پهريان خليفا وقت جي قاضي طرفان ڪيل فيصلن تي چڙهت ڪونه ڪندا هيا. جڏهن ته معاويه قاضيءَ جي فيصلن تي چڙهت ڪري ڏوهين کي معاف ڪرڻ لڳو.

معاويه جي هٿ ۾ اختيارن جي اچڻ سان خلافت جو ملوڪيت ڏانهن منتقل ٿيڻ جو مرحلو شروع ٿيو. معاويه جي سياست ان جي پي

ابوسفيان واري سياست هئي جنهن ۾ صرف اقتدار حاصل ڪرڻ کي فوقيت ڏني وئي. خلافتِ راشده کان پوءِ معاويہ تاريخي حوالي سان خلافت تي قبضو ڪري باشاھ بڻيو هيو. ان جي خلافت جي مخالفت (نفي) ۾ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مشهور حديث دليل آهي "مون کان پوءِ خلافت 30 سال رهندي، ان کان پوءِ بادشاهت اچي ويندي" اها 30 سالن واري مدت امام حسن عليہ السلام جي خلافت تائين پوري ٿئي ٿي. انهن 30 سالن ۾ اسلام جنهن محبت، خلوص، ۽ انساني حقن کي اهميت ڏني هئي ۽ اجاگر ڪيو هيو اهي پس منظر ۾ هليا ويا. ان مان ظاهر ٿيوتہ معاويہ ۽ ان کان پوءِ اچي حڪومت ڪندڙ ماڻهو جيڪي پاڻ کي خليفو سڏرائيندا هيا، اصل ۾ اهي خليفا نہ پر حاڪم يا حڪمران هيا.

حضرت علي عليہ السلام ۽ شامي حاڪم (معاويہ) جي وچ ۾ اختلافن کان قطع نظر جڏهن حضرت علي عليہ السلام جي شهادت کان پوءِ امام حسن عليہ السلام کي خلافت ملي ۽ وقت جي نزاڪت کري امام حسن عليہ السلام خليفي جي حيثيت ۾ صلح ڪندي حڪومت معاويہ جي حوالي ڪئي تہ اها اجماع امت جي اتفاق جي آخري مهر هئي. ليڪن معاويہ جي حڪومت ۾ ايران ۽ روم جي وڏين ۽ طاقتور حڪومتن جي دنياوي رنگ جي غالب اچڻ کان پوءِ بہ اسلامي اساس متزلزل ڪونہ ٿي هئي. پر اها تاريخي حقيقت آهي جنهن کي نظرانداز نٿو ڪري سگهجي تہ اسلامي حڪومتي نظام ۾ بنيادي ۽ اصولي طور تي فتني جو ٻج صرف ۽ صرف ان وقت پيو جڏهن معاويہ خلافت کي آبائي ۽ موروثي بنائڻ گهريو. حالانڪ ان جي سامهون حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جو اخلاق ۽ اصول رهنمائي لاءِ ڪافي هيو. جوتہ جڏهن حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ دنيا مان رحلت ڪرڻ لڳاتہ ڪنهن کي بہ پنهنجو جانشين مقرر ڪونہ ڪيائين. توڙي جو ڪنهن ان کي سندس پٽ عبدالله جي نالي ائين ڪرڻ لاءِ چيو. توڙي جو سندس پٽ حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنہ بدري اصحابي هيو ۽ اصحابن ۾ مڃيل عالم هيو ۽ وڏو پارسا هيو انهيءَ جي

باوجود حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ ان کي جانشين مقرر ڪرڻ کان انڪار ڪيو. افسوس تہ معاويہ پنهنجي جانشيني لاءِ ان وقت موجود اصحابن مان بهترين شخص تلاش ڪرڻ جي بجاءِ پنهنجي فاسق ۽ فاجر پٽ يزيد کي وليعهد نامزد ڪيو. يزيد جي وليعهدي آخرڪار اها انقلابي ڪاروائي ثابت ٿي جنهن سموري قاعدي کي برباد ڪري ڇڏيو. ان کان پوءِ خانداني موروثي بادشاهي جو سلسلو شروع ٿي ويو ۽ اڄ تائين مسلمانن کي پاڻ پنهنجو خليفو چونڊڻ نصيب ڪونہ ٿيو آهي. ان کان پوءِ ماڻهو مسلمانن جي آزادانہ ۽ کليل مشوري سان نہ پر طاقت جي زور سان اقتدار تي قابض ٿيڻ لڳا. بيعت ذريعي اقتدار ملڻ نہ پر اقتدار جي زور تي بيعت حاصل ٿيڻ لڳي.

## يزيد لاءِ وليعهدي جي ڪوشش

امام حسن عليہ السلام ۽ معاويہ جي وچ ۾ جيڪي صلح جا شرط مقرر ٿيا هيا انهن جي خلاف ورزي سان گڏ ڏهہ سالن جي عرصي، معاويہ جي وڏندڙ عمر ۽ بيماري صورتحال کي وڏيڪ مشڪوڪ بڻائي ڇڏيو. معاويہ جي حياتيءَ جو دور ڪو گهٽ ڏگهو ڪونہ هيو جنهن ۾ ان مسلمانن جي قسمت جو مالڪ بڻجي پنهنجي خواهش پوري ڪري ڇڏي. دنيا جي دٻدٻي ۽ رعب تاب ۾ مال ۽ دولت جا چڱيءَ طرح مزا ماڻي ورتائين، جنهن جو اعتراف ان هڪ خاص انداز ۾ پاڻ بہ ڪيو ۽ چيو تہ اسين دنيا ۾ ٻڏل رهياسين ۽ ان جا عاشق ٿي رهياسين.

هن دنيا ۾ معاويہ جيڪو ڪجهہ حاصل ڪرڻ گهريو ٿي ان مان گهڻو ڪجهہ حاصل ڪري چڪو هيو. ليڪن ان انهيءَ تي بس ڪونہ ڪئي ۽ هڪڙو فڪر اهڙو هيس جيڪو هر وقت ان جي ذهن تي مسلط رهندو هيو ۽ ننڊ حرام ٿي وئي هيس. فڪر اهو هيس تہ پاڻ کان پوءِ خلافت ۽ حڪومت کي پنهنجي اولاد ۽ خاندان ۾ ڪيئن منتقل ڪريءِ ۽ گهريائين ٿي تہ سندس اولاد بہ اهڙي طرح مزا ماڻي حالانڪ اهو پاڻ معاهدي جي شرط ۾ قبول ڪري چڪو هيو تہ پاڻ کان پوءِ اهو ڪنهن کي بہ خليفو نامزد ڪونہ ڪندو. انهيءَ جي باوجود ڪيس ان ڳالهہ جو فڪر هيو تہ پنهنجي پٽ يزيد کي پنهنجو جانشين بڻائي.

البت يزيد جي ڪمن ۽ عادتن ڪري سمجهيائين ٿي تہ مسلمانن کي ان ڳالهہ لاءِ راضي ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. ان ڪري ان خواهش کي زبان تي آڻڻ کان پاسو ڪندو رهيو ۽ آهستي آهستي ان جا انتظام مڪمل ڪرڻ لڳو. انهن مان هڪ بندوبست اهو هيو تہ اهڙن بااثر ماڻهن کي ختم ڪيو وڃي جيڪي خلافت جا دعويدار بڻجي ٿي سگهيا يا يزيد جي جانشيني تي اعتراض ڪرڻ جي جرئت ڪري ٿي سگهيا.

سندس ساٿارين ۽ ويجهو رهندڙن کي ان ڳالهہ جو اندازو هيو تہ معاويہ جي اها دلي خواهش آهي تہ اهو يزيد کي پنهنجو وليعهد بڻائي، پر انهن کي بہ ائين ٿيڻ جي حالت نظر ڪونہ ٿي آئي. سڀ کان پهريائين جنهن انهي رڪاوٽ ۽ جمود کي چرپر ۽ عمل ۾ تبديل ڪيو اهو ڪوفي جو والي مغيره بن شعبہ هيو. اهو شخص وڏو مدبر ۽ عرب ۾ نهايت چالاڪ ماڻهو هيو. اهو يزيد ڏانهن ويو ۽ ان کي اها پٽي پڙهايائين تہ تون پنهنجي پيءُ کان پنهنجي لاءِ وليعهدي جو اعلان ڇو نٿو ڪرائين. ڪير ٿو چئي سگهي تہ يزيد پاڻ بہ دل ئي دل ۾ بيچين ڪونہ هوندو. توڙي جو ان کي شراب ۽ ڪباب جي مشغولين ۾ اجا تائين ان ڳالهہ تي غور ڪرڻ جو موقعو نہ بہ مليو هجي پر مغيره جو اهو چوڻ ان جي ديواني طبيعت لاءِ گهٽو ڪجهہ هيو.

يزيد معاويہ وٽ ويو ۽ لاڏ ڪوڏ سان پليل ضدي ٻار وانگر پنهنجي پيءُ کي وليعهدي جي خواهش پوري ڪرڻ لاءِ چيائين ۽ مغيره جي خيالن کي بہ بيان ڪيائين. معاويہ کي تہ ڪڏهن ان جي توقع ئي ڪونہ هئي، ان جو مغيره جون ڳالهيون ٻڌيون تہ دلي مراد پوري ٿيندي ڏٺائين. هڪدم مغيره کي سڏايائين ۽ ان سان خيالن جي ڏي وٺ ڪيائين. مغيره وڏي اعتماد سان ٻڌايو تہ انهيءَ مهم جو پورو ٿيڻ ڪو ڏکيو ڪم ڪونہ آهي. ڪوفي ۾ ماڻهن کي يزيد جي حمايت تي راضي ڪرڻ منهنجو ذمو آهي، بصري ۾ زياد اهو ڪم ڪندو. انهن ٻن جاين کان پوءِ ڪا ٻي اهڙي جاءِ ڪونہ آهي جيڪا يزيد جي مخالفت جي همت ڪري سگهي.

معاويہ کي انهيءَ معاملي ۾ مسلمانن جي عام راءِ جي باري ۾ اجا بہ اطمينان ڪونہ هيو. ان کي عوام جي نفرت ۽ بيزاريءَ جو ڊپ هيو. ان

سمجهيو ٿي تہ مغيره کي عام راءِ جو ترجمان نٿو سمجهي سگهجي، ان کري هن زياد بن ابيہ کي، جنهن کي اهو سياسي طور تي پنهنجو ڀاءُ ٺاهي چڪو هيو، خط لکي ان معاملي ۾ صلاح پڇي. زياد کي گهڻي عرصي کان معاويہ جي انهيءَ خواهش جو اندازو هيو. هاڻي خط ذريعي ان خواهش جو اظهار بہ ٿي ويو هيو. معاملي جي نزاڪت ۽ ان جا سيئي رخ زياد کي ويچاري رهيا هيا، ان کري هن پنهنجي خاص رازدار عبيد بن ڪعب نميريءَ کي سڏائي چيو تہ معاويہ يزيد جي بيعت ڪرائڻ جو ارادو ڪيو آهي۽پر ان کي ماڻهن جي نفرت ۽ بيزاريءَ جو ڊپ آهي. معاويہ گهري ٿو تہ ڪنهن طريقي سان مسلمانن کي انهيءَ لاءِ راضي ۽ متفق ڪجي. اسلامي ذميواريءَ جو احساس تمام اهم آهي جڏهن تہ يزيد هڪ آواره ۽ مطلق العنان شخص آهي ۽ شڪار جو گهڻو ڪوڏيو آهي. تون منهنجي پاران معاويہ وٽ وڃي يزيد جي ڪمن ۽ حالتن جو ذڪر ڪر ۽ کيس صلاح ڏي تہ ٿورو سوچي سمجهي اهو ڪم ڪري متان تڪڙ ڪرڻ ڪري نتيجو ناڪامي جي صورت ۾ ظاهر ٿئي.

واقعا ٻڌائين ٿا تہ مغيره بن شعبہ وڏي حد تائين ڪوفي جي زمين کي هموار بنائڻ جو ڪم ڪري چڪو هيو. بصري ۾ بهرحال، عبيدالله بن زياد (ابن زياد)کي انهيءَ اسڪيم کي تڪميل تي پهچائڻو هيو. اتان جي خلقت سندس پيءُ کان ۽ خود عبيد کان ايتري قدر رعب ۾ آيل هئي جو اتي ڪنهن مخالفت جو امڪان ڪونہ هيو ۽ شام تہ سندن پنهنجو ملڪ هيو.

شام ۽ عراق کي هموار ڪرڻ کان پوءِ معاويہ مڪي ۽ مديني ڏانهن ڌيان ڏنو. مديني ۾ مروان هڪ جلسو منعقد ڪيو ۽ ان ۾ يزيد جي تخت تي ويهڻ جو ذڪر ڪيائين ۽ چيائين تہ معاويہ پنهنجي پٽ يزيد جي بيعت جو اهڙيءَ طرح حڪم ڏنو آهي جهڙيءَ طرح حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ لاءِ بيعت ورتي هئي. اهو ٻڌندي ئي حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جو پٽ عبدالرحمان بگڙي پيو ۽ چيائين: منهنجي پيءُ ابوبڪر پنهنجي پٽ لاءِ بيعت ڪونہ ورتي هئي اهو تہ ڪسريٰ ۽ قيصر جو طريقو آهي. اسين

هرگز انهي شرابي ۽ زاني جي بيعت ڪونہ ڪنداسين. حضرت امام حسين عليہ السلام عبدالله بن زبير ۽ عبدالله بن عمر سان گڏ ٻين ڪجھ ماڻهن بہ ان تجويز جي مخالفت ڪئي. مروان انهي واقعي جو معاويہ کي اطلاع ڪيو ۽ معاويہ ڪجھ ڏينهن صبر ڪيو.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گھروارين مان ام المؤمنين حضرت عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها بہ يزيد جي وليعهدي جي مخالفت ۾ وڌيڪ حصو ورتو. ان مان ظاهر آهي تہ يزيد جي وليعهدي سيني جي ويجهو شريعت جي اصول ۽ اسلامي آئين جي خلاف هئي. ان کان سواءِ حضرت امام حسن عليہ السلام سان صلح جي شرطن ۾ اها ڳالھ طئي ٿيل هئي تہ معاويہ کي پاڻ کان پوءِ ڪو جانشين نامزد ڪرڻ جو حق ڪونہ هوندو.

## امام حسين عليہ السلام

امام حسين عليہ السلام جڏهن اڃا پنهنجي امڙ سائڻ جي پيٽ ۾ هيا تہ نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي چاچي حضرت عباس رضي الله تعاليٰ عنہ جي زال ام الفضل بنت حارث رضي الله تعاليٰ عنها خواب ۾ ڏٺو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي جسم مبارڪ مان هڪ ٽڪرو جدا ٿي سندس جھوليءَ ۾ اچي پيو. انهيءَ خواب کان پاڻ ڏجي ويون ۽ پريشان ٿي ويون. بيچيني ۽ بيقراري واري حالت ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿي ڪين پنهنجو خواب ٻڌايائين. حضورجن ٻڌو مسڪرايو ۽ فرمايو "اي ام الفضل! توهان کي مبارڪ هجي. انهيءَ خواب جي تعبير اها آهي تہ جلدئي اسان جي ٻچڙي فاطمہ (سلام الله تعاليٰ عليها) کي پٽ ڄمندو جنهن جو نيپاڄ تنهنجي جھوليءَ ۾ ٿيندو."

امام حسين عليہ السلام رڳو ڇھ مهينا پنهنجي امڙ سائڻ جي پيٽ ۾ رهي 3 شعبان 4 هجري تي مديني منوره ۾ ڄاوا. صرف ڇھ مهينا ماءُ جي پيٽ ۾ رهڻ جو شرف امام حسين عليہ السلام کان علاوه رڳو حضرت عيسيٰ بن مريم عليہ السلام ۽ حضرت يحيٰ بن زڪريا عليہ السلام کي حاصل ٿيل آهي.

ولادت کان پوءِ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم امام حسين عليہ السلام جي ساڄي ڪن ۾ آذان ۽ کاٻي ڪن ۾ تڪبير (اقامت) چئي پوءِ خير جي دعا ڪري سندن نالو "حسين" رکيائون. روايت ۾ آهي تہ اهو نالو خود پروردگارعالم جو تجويز ڪيل آهي ۽ امام حسين عليہ السلام کان اڳ ڪنهن بہ انسان جو "حسين" نالو ڪونہ هيو.

روايت آهي تہ جڏهن امام حسين عليہ السلام جي ولادت ٿي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تشريف کڻي آيا ۽ فرمايائون تہ منهنجي پٽ کي کڻي اچو. حضرت اسماء بنت عميس رضي الله تعاليٰ عنها کين سفيد ڪپڙي ۾ ويڙهي حضورجن جي حوالي ڪيو. حضورجن کين پيار ڪيو ۽ حضرت علي عليہ السلام کان پڇيائون تہ توهان نالو ڪهڙو رکيو آهي؟ حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو تہ مان اوهان تي اڳرائي ڪري نالو ڪيئن ٿي رکي سگهيس.

رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ آءٌ بہ الله تعاليٰ تي اڳرائي نٿو ڪري سگهان. ان وقت حضرت جبرائيل عليہ سلام تشريف فرما ٿيو ۽ حضورجن کي عرض ڪيائين: "يا رسول الله! اوهان جو پروردگار اوهان کي سلام چوي ٿو ۽ الله تعاليٰ جو حڪم آهي تہ اوهين علي عليہ السلام لاءِ ائين آهيو جيئن موسيٰ عليہ السلام پنهنجي ڀاءُ هارون عليہ السلام لاءِ هيا. ان ڪري توهان پنهنجي ٻچڙي جو نالو هارون عليہ السلام جي ٻئي نمبر پٽ "شبير" جي نالي مطابق رکو."

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ موسيٰ عليہ السلام جي زبان عبراني هئي، منهنجي زبان تہ عربي آهي. حضرت جبرائيل عليہ سلام چيو تہ "حسين" نالو رکو. اهڙي طرح رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پروردگار جي مرضيءَ سان پنهنجي ٻچڙي تي "حسين" نالو رکيو.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لاڏاڻي وقت امام حسين عليہ السلام رڳو ستن سالن جا هيا ۽ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رحلت کان پوءِ ٿيندڙ جملي ناسازگار حالتون ۽ دل ڏکوئيندڙ واقعا سندن باشعور نظرن جي سامهون هيا. امام حسين عليہ السلام جو

بالڪل اهو منظر بہ ڏسي رهيو هيو تہ ناني سائين جو اهو گهر جنهن جي چوڌاري ملائڪ طواف ڪندا هيا، جيڪو آيت تطهير جو مسڪن هيو. جيڪو قرآني آيتن جو محور هيو ۽ جنهن جي چائنٺ تي دنيا عقيدت ۽ احترام سان پنهنجو ڪنڌ جهڪائيندي هئي، اهو گهر دنيا وارن هٿان ڏک ۽ مصيبتن جي آماجگاهہ بڻجي چڪو آهي.

امام حسين عليہ السلام ٻاراڻي عمر ۾ پنهنجي امڙ سائڻ وٽ ويندا هيا تہ اهو ڏسندا هيا تہ سندن امڙ جي اکڙين ۾ ڳوڙهن جو سمنڊ آهي ۽ چپڙن تي خاموشي. ڪڏهن ڪڏهن فرمائينديون هيون تہ مون تي اهي مصيبتون وڌيون ويون آهن جو جيڪڏهن روشن ڏينهن تي وڌيون وڃن هاتہ اهي ڪاريون راتيون بڻجي وڃن ها. جڏهن امام حسين عليہ السلام پنهنجي بابي سائين وٽ ايندا هياتہ اهو ڏسندا هياتہ سندن بابو سائين گهران نڪرڻ ۽ ماڻهن سان ملڻ جلڻ گهٽ ڪري ڇڏيو آهي ۽ اڪثر ڪري اڪيلائي ۾ ڪنڊ ۾ ويهي قرآن شريف جي مطالعي ۽ نازل ٿيل آيتن تي غور ۽ فڪر ڪرڻ ۾ مشغول آهن.

امام حسين عليہ السلام انهيءَ نصب العين کي بہ پنهنجي امڙ سائڻ ۽ بابي سائين جي طرز عمل ۾ جلوه نما ڏسي رهيا هياتہ پلي حالتون ڪيتريون ئي ڇڪتاڻ واريون ۽ اڻ وڻندڙ چونہ هجن، پر سندن مٿان اسلام جي حفاظت جي جيڪا ذميواري عائد ٿيل آهي، ان تان هٿ کڻڻ نہ گهرجي. قرآن شريف سان بہ سندن ساٿ آهي، ان ڪري قرآن شريف جي حفاظت بہ سندن فرض آهي جنهن کي نظرانداز نٿو ڪري سگهجي.

امام حسين عليہ السلام اهوبہ مشاهدو ڪري رهيا هياتہ جڏهن هڪڙي پاسي ماڻهو حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جي بيعت ڪري رهيا هيا تہ ٻئي پاسي سندس بابي حضرت علي عليہ السلام کي بنواميہ جو فسادي سردار ابوسفيان اهو چئي پڙڪائي رهيو هيوتہ ڪيتري افسوس جي ڳالهہ آهي تہ اوهان جي هوندي ٻيو خاندان اسلامي اقتدار ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خلافت تي قبضو ڪري رهيو آهي. خدا جو قسم! توهان تلوار کڻي ٻاهر

نڪرو مان توهان جي مدد لاءِ مديني جي گهٽين کي سوارن ۽ پيادن سان ڀري ڇڏيندس. پر حضرت علي عليہ السلام جذبات کي قابو ڪندي ابوسفيان کي اهو ٻڌايو ته ”خدا جو قسم! تون سدائين اسلام جو دشمن رهيو آهين.“

## غازي عباس امام حسين عليہ السلام جو محافظ

معاويہ تي اها ڳالهہ بہ لڪل ڪونہ هئي تہ يزيد جي وليعهدي جي مخالفت ڪندڙن ۾ سيني کان نمايان هستي امام حسين عليہ السلام جي آهي ۽ انهيءَ آڌار تي ان مديني ۾ اچي امام حسين عليہ السلام سان ملاقات ڪئي.

امام حسين عليہ السلام کي دعوت ملي تہ سموري خاندان وارن ۾ هلچل مچي وئي. سڀ چوڌاري گڏ ٿي ويا. اڪيلو وڃڻ مناسب آهي يا نہ ”مان هڪڙي ماڻهوءَ سان ملاقات ڪرڻ وڃي رهيو آهيان. ڪنهن شينهن يا چيتي جي چنبي ۾ ڪونہ وڃي رهيو آهيان.“ انهن خاص ڪري ابوالفضل عباس عليہ السلام کي ٻڌائڻ لاءِ ائين چيو.

غازي عباس عليہ السلام پنهنجي والد سڳوري جي وصيت کي هڪڙي گهڙيءَ لاءِ بہ ڪونہ وساريو هيو. جڏهن زهر ۾ ٻڏل خنجر جي وار ڪري ڇئن ڏينهن تائين تڪليف ۾ گذاريندي وفات ڪئي هئائون تہ ان کي حسين عليہ السلام جي حوالي ڪيو هئائون، مگر گڏوگڏ حسين عليہ السلام جي حفاظت ڪرڻ جي تلقين بہ ڪئي هئائونس. عباس عليہ السلام خفيہ طور نوجوانن جي هڪڙي جماعت تيار ڪئي هئي. اهي نوجوان عرب جي بهترين سپاهين ۾ ڳڻيا ويندا هيا ۽ ماڻهو انهن جي بهادري کي مڃيندا هيا. عباس عليہ السلام سان گڏ انهن نوجوان بهادرن بہ امام حسين عليہ السلام جي حفاظت جو قسم کنيو هيو. اهي مجاهد عباس عليہ السلام جي اڳواڻي ۾ پري پري کان سندن حفاظت ڪندا هيا. امام حسين عليہ السلام جڏهن بہ ڪنهن ڪم سانگي ٻاهر نڪرندا هيا تہ اهي ٿوري مفاصلي تي گڏ گڏ هلندا رهندا هيا. مسجد شريف ۾ داخل ٿيندا هيا تہ سندن اوسي پاسي کان صفن ۾ موجود رهندا هيا. هٿيارٻند ۽ هر وقت خبردار! انهن ماڻهن

جي خوف کان ڪنهن کي بہ امام حسين عليہ السلام تي اوچتو حملو ڪرڻ جو وجهہ ڪونہ مليو.

امام حسين عليہ السلام کي جوانن جي انهي جٿي جي ٿوري ٿوري خبر هئي. انهن عباس عليہ السلام کان پڇا ڪئي پر اهو ماٺ ٿي ويو.

"ادا! مان ڪنهن ملڪ جو بادشاهہ ڪونہ آهيان جنهن جي حفاظت لاءِ هٿياربند دستي جي ضرورت هجي. مونکي ڊپ بہ ڪنهن کان ٿو ٿي سگهي. سيئي تہ منهنجا پنهنجا آهن." امام حسين عليہ السلام چوندا هيا پر غازي عباس عليہ السلام نہ ڪڏهن دليل پيش ڪيو نہ حجت ڪئي. هڪڙو يقين هيو جنهن تي ان عمل ٿي ڪيو.

امام حسين عليہ السلام ملاقات لاءِ امير معاويہ ڏانهن اڪيلا ويا. وڏي پرتپاڪ انداز ۾ سندن استقبال ڪيو ويو. هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪرڻ کان پوءِ امام حسين عليہ السلام کي چيائين تہ سواءِ قريشين جي پنجن ماڻهن جي يزيد جي وليعهدي جي باري ۾ سيئي ماڻهو راضي ٿي چڪا آهن. مخالف ماڻهن جي توهان اڳواڻي ڪري رهيا آهيو. امام حسين عليہ السلام فرمايو "ان جي تدبير اها آهي تہ اوهان سيني کي سڏائي انهن کان بيعت جي گهر ڪيو. جيڪڏهن انهن سيني بيعت ڪئي تہ اڪيلو مون کان اوهان کي ڪنهن بہ انديشي جي ضرورت ڪونهي."

امام حسين عليہ السلام ان ڏينهن معاويہ سان ملاقات ڪرڻ کان پوءِ ٻاهر آيا تہ سندن پيرن تي هڪڙو ٻگهو پاڇو پيو.

"عباس! (عليہ السلام)" انهن سڪ جو ساهہ کنيو ۽ ننڍي ڀاءُ جي مضبوط ڪلهي تي هٿ رکي سهارو ورتائون. حضرت عباس عليہ السلام پنهنجي بزرگ ڀاءُ جي هٿ جو بار ڪجهہ وڌيڪ محسوس ڪيو ۽ فخر مان ان جو ڪنڌ مٿي ٿي ويو.

وقت ٽارڻ لاءِ اهو بهانو ڪامياب ٿيو ۽ نتيجي ۾ معاويہ جي اها ڪوشش اجائي ثابت ٿي ۽ اهو نااميديءَ سان شام موٽي ويو. امام حسين عليہ السلام جو بيعت کان انڪار سلطنت جي اقتدار لاءِ سخت ڌڪ هيو ۽ معاويہ ان کي سمجهيو ٿي. پر امام حسين عليہ السلام جي اها وڏي

تدبير سمجهڻ گهرجي ته پاڻ پنهنجي عمل کي سياسي حدن تائين محدود رکيائون، يعني رڳو بيعت نه ڪرڻ ۽ ماٺ اختيار ڪرڻ. امام حسين عليه السلام کي خبر هئي ته مخالف ڌر هڪ وقت ۾ انهيءَ ماٺ کي ٽوڙڻ لاءِ تشدد کان ڪم وٺندي، جنهن لاءِ پاڻ تيار هيا پر پاڻ اهو نٿي گهريائون ته مٿن ڪنهن اڳرائي واري قدم جو الزام هنيو وڃي. ٻئي طرف معاويه به سياست جي تقاضا مطابق ان وقت ڪنهن عملي قدم کي مناسب نه سمجهيو. پر ان کان پوءِ نه امام حسين عليه السلام مستقبل کان بي خبر هيا ۽ نه وري معاويه تدبيرن ڪرڻ کان غافل رهيو. حقيقت ۾ امام حسين عليه السلام خاموش رهڻ گهريو ٿي ته مخالف پلي تشدد کان ڪم وٺي جڏهن ته معاويه تشدد جي اڳرائي ڪرڻ کان لنوايو ٿي.

حقيقت ۾ ڪربلا جي جنگ پنهنجن ويجهن سببن جي لحاظ کان هتان ئي شروع ٿي وئي هئي، پر اها ان وقت هڪ صبر آزما نفسياتي ڇڪتاڻ هئي، جيڪا خبر ناهي، ڪيستائين جاري رهي ها، جيڪڏهن معاويه کي موت نه اچي ها، ۽ سلطنت جي طاقت کان بدمست يزيد تخت تي نه ويهي ها.

## يزيد جي تخت نشيني

تاريخ جي مطالعي مان خبر پوي ٿي ته اخلاقي قدرن جي ترقي ۽ عروج لاءِ معاشري ۾ دين جي ڪاميابي وڏي اهميت رکندي آهي. ان جو سبب اهو آهي ته قومون ۽ ملتون، ۽ اڪثر ماڻهو پنهنجي زندگيءَ جا طورطريقا پنهنجن قائدن ۽ اڳواڻن جي مطابق اختيار ڪندا آهن. انهن جي زندگي جو ڪاروهنوار انهن قانونن جي تابع هوندو آهي جيڪي ملڪ ۾ نافذ هوندا آهن. ليڪن اموي جاهليت جي زماني جا باقي زنده ماڻهو هيا، ۽ ٻيا ماڻهو انهن سان طبقاتي نظام جا حامي ۽ طرفدار هيا. اهي پنهنجي پيءُ ڏاڏي جي رسم ۽ رواج تي قائم هيا، ۽ پنهنجي اندر ۾ اهوئي پراڻو ۽ ظالماڻي طرز زندگي وارو نظام وسايون پيا هيا. هي اهي ماڻهو هيا جيڪي هڪڙي نئين دين يعني اسلام جي ظهور جي ڏينهن کان ان جي سخت ترين مخالفن جي صف ۾ بيٺل هيا. ليڪن پوءِ جڏهن انهن ڏٺو ته آڻ مڃڻ کان سواءِ ڪو چارو ڪونه آهي

تہ انهن سوچيو تہ پنهنجن دنياوي مقصدن جي ڪاميابي تائين پهچڻ لاءِ ان نئين دين کي قبول ڪرڻ ۾ ئي فائدو آهي. انهن منحوس مقصدن جي پاڇي ۾ دين جو حدف پائمال ٿي ويو ۽ معاشرو آهستي آهستي منظم طريقي سان بگڙجندو ويو. ماڻهو پنهنجي دنياوي مقصدن کي حاصل ڪرڻ ۾ مشغول ٿي ويا ۽ دين صرف زبان تائين محدود ٿي ويو. چوتہ دين کي صرف دنياوي زندگي جي مقصدن کي هٿي ڏيڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو هيو.

معاويہ جي مرڻ کان پوءِ اسلامي سلطنت تي يزيد قابض ٿي ويو. اهو اسلام جيڪو امن و امان جو ضامن هيو، رت جي اجارن شامين جي هٿ ۾ رانديڪو ٿي ويو. هر طرف لٽ مار ۽ ظلم جي بازار گرم ٿي وئي. عرب جي زمين بي ڏوهي ماڻهن جي رت سان رنگجي وئي. قيصر ۽ ڪسرا واري سوچ رکندڙ ماڻهو اسلام جي پيغمبر جو جانشين هجڻ جي دعوا ڪري رهيا هيا. دمشق جي زار(معاويہ) جي لاڏلي پٽ اسلام کي پنهنجي شهوت پرستين ۽ عشق جي راندين جي رنگ ۾ بوڙڻ ٿي گهريو. زناڪاريءَ جي ڪا حد ڪونہ رهي. ويچين مائرن ۽ ڀينرن سان نڪاح ڪرڻ کي جائز قرار ڏيڻ جون فتوائون اچڻ لڳيون.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي معتبر اصحابن مان ڪجھ راهہ رباني وٺي آخرت جي سفر تي هليا ويا، ڪجھ ڪنڊ ۾ ويهي پنهنجي عزت کي بچائڻ جي فڪر ۾ هيا. بدڪردار انسان مسلمانن جي خليفي جي حيثيت ۾ نوجوان ڇوڪرن جي جهرمٽ ۾ تخت تي ويٺل هيو. شراب جي نشي ۾ مست ٿي حڪم هلائيندو هيو. اسلامي تهذيب روم ۽ ايران جي تمدن سان مٽجي رهي هئي. انهي بدڪردار حڪمران جي تقليد ۾ هر گهر عيش ۽ عشرت جو اڏو ٿيندو پئي ويو. نماز ۽ روزن جي جاءِ تي سهڻن ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين سان چم چٽ ڪرڻ جا نظارا پيش ٿي رهيا هيا. امن پسند شهرين لاءِ زندگي گذارڻ ڏکي ٿي وئي هئي. ملڪ جي دولت گڏ ٿي حڪمران(خليفي) جي عياشين جي خرچن کي پورو ڪرڻ لاءِ گادي واري شهر ۾ اچي رهي هئي. مسلمانن جي محنت سان ڪمايل دولت اسلام جي فلاح ۽ بهبود جي بجاءِ چند شرابي ماڻهن جي عياشين لاءِ وقف ٿي وئي هئي. چند

ڪوڙين جي بدلي ايمان جو سودو ٿي رهيو هيو. جيڪي ان قيمت تي راضي ڪونہ ٿيندا هيا انهن لاءِ تلوار ۽ زهر جو پراڻو نسخو تيار رکيو هوندو هيو. مسجدون ويران ۽ شراب خانا ماڻهن سان پريا پيا هوندا هيا. علمي محفلون برباد ٿي ويون ۽ ڪفر واريون ختم ٿيل عادتون وري زنده ٿي ويون هيون.

## يزيد جو حڪم

يزيد خلافتي تاج ۽ حڪومتي تخت سنڀالڻ سان ئي پنهنجي آبائي مشن ۾ تازو روح ڦوڪڻ لاءِ پنهنجي پيءُ جي اصولن ۽ سمجهايل ڳجهن طريقن سان خلافت ۽ حڪومت جو انتظام هلائڻ شروع ڪيو. سڀ کان پهريائين مديني جي والي وليد بن عتبہ کي خط لکي حڪم ڏنائين تہ حسين (عليہ السلام)، عبدالله بن عمر، عبدالرحمان بن ابوبڪر ۽ عبدالله بن زبير کان بغير ڪنهن رعايت ڪرڻ جي بيعت وٺي ۽ انهن کي ساهہ کڻڻ جي مهلت نہ ڏئي. جيڪڏهن انڪار ڪن تہ انهن جا سر ڪپي ان ڏانهن دمشق موڪلي ڏئي.

وليد اهلبيت حضرات جو خيال رکندڙ هيو. يزيد جو حڪم ڏسي پريشان ٿي ويو ۽ مروان کي گهرائي ان سان مشورو ڪيائين. مروان صلاح ڏني تہ انهن ماڻهن کي سڏرائي انهن کان يزيد جي بيعت جو سوال ڪر. وليد رات جي وقت ماڻهو موڪلي امام حسين عليہ السلام سان ملاقات ڪرڻ جو عرض رکيو. امام حسين عليہ السلام پنهنجي خاندان جا ستر ماڻهو ساڻ ڪري دربار ڏانهن روانا ٿيا. اتي پهچي سيني ساٿين کي حڪم ڪيائون تہ ٻاهر ويهي انتظار ڪريو. جيڪڏهن منهنجو آواز وڏي واڪي وارو ٿي وڃي تہ توهان هڪدم اندر هليا اچجو.

امام حسين عليہ السلام جڏهن اندر پهتا تہ وليد سان گڏ مروان کي بہ ويٺل ڏٺائون. وليد امام حسين عليہ السلام جي گهڻي عزت ۽ تعظيم ڪئي. امام حسين عليہ السلام کي خبر ڏنائين تہ معاويہ مري چڪو آهي. امام حسين عليہ السلام انا لله وانا اليہ راجعون چوڻ فرمايو. پوءِ وليد کين اصل مقصد کان آگاهہ ڪندي يزيد جو خط ڏيکاريو. امام

حسين عليہ السلام پاڻ تي گھڻو ضبط ڪيو ۽ وليد کي فرمايائون تہ تنهنجي بہ اها خواهش هوندي تہ بيعت خفيہ نہ پر ظاهرظهور ٿيڻ گهرجي، انهيءَ ڪري جڏهن سيئي ماڻهو گڏ ڪيوتہ ان ڳالهہ جو سوال اٿارجو. وليد چيوتہ بهتر آهي، اميد تہ توهان بہ تشريف ڪٽي ايندا.

مروان جڏهن اها گفتگو ٻڌي ۽ امام حسين عليہ السلام کي واپس ويندي ڏٺائين تہ هڪدم وليد کي چيائين، تون غلطي ڪري رهيو آهين، حسين (عليہ السلام) کي وڃڻ نہ ڏي، جيڪڏهن اهو هن وقت هليو ويوتہ وري هٿ ڪونہ ايندئي. سٺو اهو آهي تہ هن وقت ئي ان کان بيعت وٺ، راضي نہ ٿئي تہ ان جو سر وڍي يزيد ڏانهن روانو ڪر. اهو ٻڌڻ سان امام حسين عليہ السلام کي ڪاوڙ اچي وئي، پاڻ فرمايائون "اي ابن زرقا، ڇا بڪواس پيو ڪرين. ڪنهن جي مجال آهي جو حسين (عليہ السلام) کي هٿ لائي."

امام حسين عليہ السلام جي آواز ٻڌڻ سان ڪيترائي بهادر انتهائي ڪاوڙ جي حالت ۾ دربار ۾ اندر اچي ويا. امام حسين عليہ السلام انهن سيني جي ڪاوڙ کي ٿڌو ڪري، واپس گهر تشريف کڻي آيا.

## بيعت ڇا آهي؟

معلوم هجڻ گهرجي تہ بيعت "بيع" مان نڪتل آهي، جنهن جي مطلبي معنيٰ خليفي ۽ امام جي آڏو پنهنجو دين، ايمان، عزت ۽ آبرو اختيار ۽ آزادي پيش (وڪڻڻ) ڪرڻ آهي. ظاهر آهي تہ دنيا جو ڪوئي معمولي خوددار ماڻهو بہ پنهنجو دين، ايمان وغيره ڪنهن فاسق فاجر جي آڏو ڪونہ وڪڻندو. پوءِ اهڙي شخصيت طرفان، جيڪا دنيا جي زمان ۽ مڪان ۾ پنهنجو مثال پاڻ هجي ۽ جنهن کي اسلامي ذميواريءَ جو پورو پورو احساس هجي، فاسق ۽ فاجر جي بيعت ڪرڻ جوتہ سوال ئي پيدا ڪونہ ٿو ٿئي.

مسلمانن لاءِ اها ڳالهہ وسارڻ جي قابل ئي ڪونہ آهي تہ امام حسين عليہ السلام جيڪا فاسق ۽ فاجر يزيد جي بيعت نہ ڪئي، ان جو سبب اهو آهي تہ انسانيت جي تقاضا ئي اها هئي ۽ اسلام جي حفاظت جو طريقو ئي اهو هيو. جيڪڏهن (نعوذبالله) امام حسين عليہ

السلام بيعت ڪن هاتہ اج دنيا جي تختي تي لا الہٰ الا الله محمد رسول اللهؐ چوڻ وارو ڪونہ هجي ها. انهيءَ ڪري ئي تہ علامہ اقبال چيو تہ دين پناه است حسين.

اسے یہ ضد ہے کہ اقرار لے اطاعت کا،
مجھے یہ کد ہے ہاتھوں میں اس کے ہاتھ نہ جائے،
وہ کہہ رہا ہے کہ بیعت کرو، ہلاک نہ ہو،
میرا یہ قول کہ سر جائے جائے، مگر بات نہ جائے۔
(وزير ڪراري)

# هجرت

## امام حسين عليہ السلام جي مديني مان مڪي ڏانهن هجرت ۽ ان جا سبب

انهيءَ حقيقت کان انڪار نٿو ڪري سگهجي تہ ڪير بہ پنهنجو گهر گهاٽ ۽ وطن خوشيءَ مان ڪونہ ڇڏيندو آهي. جڏهن ڪوئي وطن ڇڏي ڪنهن ٻئي پاسي وڃڻ جو رخ ڪندو آهي تہ اها يقيني ڳالهہ هوندي آهي تہ ان شخص لاءِ وطن ڇڏڻ جا اهڙا سبب پيدا ٿي ويا آهن، جنهن جي ڪري اهو وطن ڇڏڻ لاءِ مجبور ٿي ويو آهي، ڇوتہ وطن کي ڇڏڻ هڪڙي وڏي اذيت واري ڳالهہ آهي.

قرآن شريف تہ ترڪ وطن ڪرائڻ کي قتل کان بہ وڌيڪ سخت عمل قرار ڏنو آهي. نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هجرت جي موقعي تي جڏهن وطن ڇڏي مديني تشريف کڻي آيا هيا تہ ڪڏهن بہ وطن کي ڪونہ وساريو هئائون. پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مڪي مان اچڻ وارن کان وطن جي گهٽين ۽ اتان جي وڻ ٽڻ جي باري ۾ بہ معلوم ڪندا هيا. امام حسين عليہ السلام جيڪو معاويہ جي مرڻ کان پوءِ پنهنجي وطن کي ڇڏڻ لاءِ تيار ٿيو ان جي سامهون يقيني طور اهڙا سبب موجود هيا جن کين وطن ڇڏڻ تي مجبور ڪيو هيو.

تاريخ جو غور سان مطالعو ڪيو وڃي تہ اها خبر پئجي ويندي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لاڏاڻي کان پوءِ ۽ خاص ڪري حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي شهادت کان پوءِ مسلمان سڏائڻ وارن ڪجهہ ماڻهن طرفان اميرالمؤمنين علي عليہ السلام جي تبليغي

خدمتن جو بدلو ورتو ويو. انهيءَ ڳالهه کان ڪوئي به انڪار نٿو ڪري سگهي ته آلِ رسول کي مختلف طريقي سان تڪليفون پهچايون ويون.

تاريخ شاهد آهي ته جڏهن پهرين سلسلي جي پنجين ڪڙي (علي عليه السلام) خلافتي رشتي ۾ شامل ٿي ته معاويه پنهنجي مڪمل سازش جي ذريعي آلِ رسول کي دنيا مان ختم ڪرڻ لاءِ جنگين جو بنياد وڌو. آخرڪار سازش ذريعي حضرت علي عليه السلام کي ڪوفي جي مسجد ۾ شهيد ڪرايو. ان کان پوءِ امام حسن عليه السلام جي وجود کي ختم ڪرايو. انهن بزرگ هستين جي وجود کان زمين کي خالي ڪرائڻ جي منشا اها هئي ته معاويه آزادي سان حڪومت ڪري سگهي ۽ يزيد جي وليعهدي ۾ ڪير رنڊڪ جو سبب نه ٿئي.

زمين جڏهن يزيد جي خلافت لاءِ هموار ٿي وئي ته معاويه يزيد کي وليعهد نامزد ڪري ان لاءِ بيعت وٺڻ شروع ڪئي. ائين ڪري ان امام حسن عليه السلام سان ڪيل واعدي جي انحرافي ڪئي، جنهن ۾ معاويه اقرار ڪيو هيو ته پاڻ کان پوءِ ڪنهن کي به وليعهد يا مسلمانن جو خليفو/ حڪمران نامزد نه ڪندو. مرڻ کان اڳ پنهنجي فاسق ۽ فاجر پٽ يزيد کي اسلامي برادريءَ جو خليفو مقرر ڪري ڇڏيائين ۽ ان جي مٿي تي خلافت جو تاج رکي هن دنيا مان هليو ويو.

## روانگيءَ جو انتظام ۽ عباس علمدار عليه السلام

اسلام دينِ الاهي آهي. اهو پاڻ کونه آيو آهي پر الله وحده لاشريڪ خاص انتظام ذريعي ان کي مخلوق تائين پهچايو آهي. الله تعاليٰ هدايت جو پوٽو پوکيو ۽ هڪ لک چوويهه هزار نبين سڳورن ان کي پاڻي ڏئي وڏي وڻ ٿيڻ لاءِ ان جي وڌڻ ويجهڻ جو عمل جاري رکيو. ڪوبه دين پاڻ کونه پکڙجندو آهي پر ڪنهن طريقي سان ۽ ڪنهن جي ذريعي پکڙجندو آهي. خاتم الانبياء حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم نه صرف ان جي اهميت کي اجاگر ڪيو بلڪ ان جي پکڙجڻ لاءِ جان جي بازي لڳائي ڇڏي.

دين جي آبياري ۽ بقا لاءِ آلِ رسول ۽ اصحابِ رسول پنهنجين قيمتي حياتين جا نذرانا پيش ڪيا. موڪلڻ واري کي بچائڻ واري کان

بہ وڏيڪ فڪر هوندو آهي. الله تعاليٰ اسلام موڪلڻ واري ذات آهي تہ اسلام آڻڻ وارا رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم آهن. جڏهن تہ اسلام کي بچائڻ وارا حضرت علي عليہ السلام ۽ حضرت علي عليہ السلام جو اولاد آهن. دين موڪلڻ واري (الله تعاليٰ) کي حضرت علي عليہ السلام کان پوءِ بہ دين جي بقا لاءِ مستقل انتظام ڪرڻو هيو. جنهن لاءِ الله تعاليٰ پاڻ ئي آلِ رسول کي ان ڪم لاءِ چونڊيو.

امام حسين عليہ السلام وليد سان ملاقات ڪرڻ کان پوءِ گهر تشريف کڻي آيا. مٽن مائٽن سان صلاح مشورو ڪرڻ ۽ سوچ ويچار کان پوءِ فيصلو ڪيائون تہ مديني کي ڇڏڻ گُهرجي. ان ئي رات پنهنجي ناني سائين رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم، امڙ سائڻ حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ۽ ڀاءُ امام حسن عليہ السلام جي مزارن مبارڪن تي وڃي انهن کان روئي موڪلايائون. حضرت عباس علمدار عليہ السلام کي فرمايائون تہ ادا هاڻي هلڻ لاءِ سوارين کي تيار ڪرايو. حضرت عباس عليہ السلام انتظام شروع ڪري ڇڏيا.

امام حسين عليہ السلام سفر تي گڏ ويندڙ عورتن حضرات کي فرمايو تہ اهي سفر تي نہ هلندڙ پنهنجن مٽن مائٽن کان موڪلائي وٺن. جڏهن تہ ام المؤمنين حضرت ام سلميٰ رضي الله تعاليٰ عنها ۽ غازي عباس عليہ السلام جي امڙ سائڻ حضرت ام البنين رضي الله تعاليٰ عنها کي اتي مديني ۾ ترسڻ لاءِ چيائون ۽ فرمايائون تہ بيمار صغريٰ کي اتي توهان وٽ ڇڏي ويندا سين، توهان ان جي تيمارداريءَ لاءِ ترسي پئو.

جڏهن سواريون تيار ٿي ويون تہ حضرت عباس عليہ السلام امام حسين عليہ السلام کي عرض ڪيو "آقا، سواريون تيار آهن." امام عليہ السلام فرمايو:

"زينب! ڪيستائين روئيندي رهندينءَ. بس هاڻي انهن کان موڪلايو. سامان تيار آهي. ڪجاوا ۽ سواريون تيار آهن. اجا روشني آهي. ٿڌڙي هوا گُهلي پئي. ٻار بہ گڏ آهن. جلدي سان نڪتاسين تہ ٿڌڪار ۾ سفر طئي ٿي ويندو."

"ادا، مان تيار آهيان."

"ادا، بيمار ٻچڙي کي ملڻ کان سواءِ هليا ويندا. ويچاريءَ جي دل ٽٽي پوندي. روئي روئي حياتي وڃائي ويهندي. ادا، ايڏو ظلم ٻه نه ڪجو. ڪير ٿو چوي ته صغريٰ ننڍ پئي آهي. اهاته ڪالهه رات کان ئي بيقراري مان تڙپي رهي آهي. ساٽائي ڪري غش ٿي وڃي ٿي. وري ٿوري دير ۾ چرڪ ڀري اٿي وڃي ٿي."

"مگر ان کان موڪلائڻ جي خيال کان دل ٻڏڻ لڳي ٿي. هڪ ته ايڏو بيمار، وري جي رني ته ساهه نڪري ويندس. ان سان ملڻ مان ڪهڙو فائدو. توهان وڃو ۽ هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪريوس ته خوش ٿي وڃي."

"سڄي رات گوڏي تي سڌاري ڪيس سمجهائيندي گذري آهي. سيني کان جدا ٿيڻ جي خيال کان ماندي ٿي وڃي ٿي."

"ايتري ۾ بانو رضي الله تعاليٰ عنها جو آواز آيو "هاءِ گهر ڀاتيو! ڪجهه ڏسوته منهنجي ٻچڙي کي ڇا ٿي ويو آهي؟ ڪٿي فوت ته ڪونه ٿي وئي."

زينب سلام الله تعاليٰ عليها ڊڪندي وئي "نه نه، هاڻي ئي هوش ۾ اچي ويندي" ان ٻارڙيءَ جي منهن تي پاڻيءَ جا ڇنڊا هنيا.

"ان نامراد سفر کي باهه لڳي، ٻچڙي کي ڇڏيندي دل ٿي منجهي. هن بيمار کي ڪنهن جي آسري تي ڇڏي وڃان."

"الله وارث آهي. اها امان ام البنين سان هريل آهي. اها هن جي ڪري ئي اسان سان گڏ نٿي هلي. ورنه پنهنجن پٽن جي ڪري گڏ هلڻ لاءِ ضد ڪري رهيون هيون. ادا سمجهايس. امان توهان ڪمزور آهيو. اسان خير سان ڪٿي نڪاٽو ڪيون ته پوءِ انشاءالله تعاليٰ عباس اچي توهان کي ۽ صغريٰ کي وٺي ويندو."

"منهنجوته هياءُ ٽڪرا ٽڪرا ٿي رهيو آهي. پر واقعي ساڻ وٺي وڃڻ ٻه ته مشڪل آهي. سڪينه يا ڪبريٰ کي اتي ڇڏي وڃان، ان جي دل خوش ٿيندي رهندي."

"نه ياءُ جو حڪم آهي ته ٻي ڪنهن ٻه ڇوڪريءَ کي هتي نه ڇڏيو وڃي. صغريٰ جي ته مجبوري آهي ۽ سڪينه جي اڃا عمر ئي

ڪيتري آهي. ماءُ جي لاءِ سڏڪندي رهندي اها پنهنجي چاچي عباس سان ايترو هريل آهي جو هڪڙي گهڙي به ان جي جدائي برداشت ڪري نٿي سگهي. ڪبري کي انهيءَ ڪري نٿا ڇڏي سگهون جو ڪٿي ڪجهه سڪون ملي ته پهرين واندڪائيءَ ۾ وڏي ڀاءُ جي وصيت پوري ڪرڻ لاءِ قاسم ۽ ڪبريٰ جي شادي ڪري ڇڏيون."

سيئي صغريٰ کان موڪلائڻ لاءِ گڏ ٿيا. بانو رضي الله تعاليٰ عنها جي انهيءَ موڪلاڻي واري درد کي مير انيس پنهنجن هنن لفظن ۾ بيان ڪيو آهي:

سن کر یہ سخن بانوئے ناشاد پکاری،
میں لٹتی ہوں کیسا سفر اور کیسی سواری.
غش ہوگئی ہے فاطمہ صغریٰ میری پیاری،
بے بس کے لئے کرتے ہیں سب گریہ و زاری.
ماں ہوں میں کلیجہ نہیں سینے میں سنبھلتا،
صاحب میرے دل کو ہے کوئی سینے میں ملتا.
چلاتی تھی کبریٰ کہ بہن آنکھیں تو کھولو،
کہتی تھی سکینہ کہ ذرا منہ سے تو بولو.
ہم جاتے ہیں تم اٹھ کے بغلگیر تو ہو لو،
چھاتی سے اب باپ کے دل کھول کے رولو.
تم جس کی ہو شیدا وہ برادر نہ ملے گا،
گھر بھر میں جو ڈھونڈھوگی تو اکبر نہ ملے گا۔

امام حسين عليه السلام بانو رضي الله تعاليٰ عنها کان اشاري ۾ پڇيو "اڪبر ڪٿي آهي، چئوس ته ڀيڻ کان موڪلائي وٺي."

حضرت اڪبر عليه السلام بيقراريءَ سان اڳتي وڌيو.

"هن کي ڪجهه پيار سان سمجهاءِ ته روئي نه. ماندي ٿي ويندي"

اڪبر عليه السلام ڀيڻ کي آلين اکين سان ڏٺو. دل پڪي ڪري مرڪڻ لڳو. "چو گُڏي! ڇا اسان کان ناراض آهين؟ ڀلا. اسان جو ڪهڙو ڏوهه آهي؟"

”ادا! توهان کان ناراض ٿي مان ڪيئن جيئري رهي سگهنديس. منهنجا وير، الله ڪري توهان کي سفر راس اچي. اسان سان هڪڙو واعدو ڪرڻو پوندو.“

”واعدو ته نه وٺ. منهنجي منڙي بس حڪم ڪر اسان دل و جان سان پورو ڪنداسين.“

”منهنجي موجودگيءَ کان سواءِ شادي نه ڪجو.“

”هرگز ڪونه ڪندس، ٻيو ڪجهه؟“

”پياري ڪنوار ڳولڻ کان پوءِ اسان کي گُهرائجو. پوءِ اسان اچي توهان کي گهوٽ ڪنداسين.“

”ضرور. توهان کان سواءِ اسان جي ڪهڙي مجال آهي جو گهوٽ ٿي سگهون.“

”اسان پنهنجو نگوڙ (پلوءِ ٻڌاٽي) ڪونه ڇڏينداسين. پر ادا، اسان ٺيڪ ڪونه ٿينداسين. مري وڃان ته توهان پنهنجي ڪنوار کي منهنجي قبر تي ضرور وٺي اچجو. اسان جو نگوڙ (پلوءِ ٻڌاٽي) اسان جي قبر تي رکي ڇڏجو. اسان جو روح خوش ٿي ويندو.“

”اهڙيون ڳالهيون ڪندا ته الله ٿو ڄاڻي ته نه اسان شادي ڪنداسين ۽ نه ڪنوار آڻينداسين. سمجهئي.“

”چاچا عباس ڪٿي آهن. وڃڻ کان اڳ اسان سان ملڻ جي واندڪائي به ڪونه هوندن. ها ادا، انهن جي لاڏلي سڪينه جو انهن سان گڏ وڃي رهي آهي. هتي اسان اڪيلا پيلي مرون، انهن کي ڪهڙي پرواهه. بس سڪينه انهن جي لاڏلي آهي، اسان ڪجهه نه آهيون. اهي آهن ڪٿي. الله! اسان انهن کي پري کان ئي ڏسي وٺون.“

”اسان هتي هٿ ٻڌيون پنهنجي شهزاديءَ سان ملڻ جي انتظار ۾ ڪڏهن کان بيٺا آهيون.“ عباس عليه السلام اڳتي وڌيا. صغريٰ هڪدم پنهنجون ٻانهون کولي ڇڏيون. عباس عليه السلام ٻارڙيءَ کي ڀاڪر ۾ ڪٺي ورتو.

”توهان اسان کي ڇڏيون ٿا وڃو؟ ڏسي رهجو اسان مري وينداسين. پر تڏهن ته توهان کي اچڻوئي پوندو. اسان جي جنازي کي ڪلهو ڏيڻ ته ايندا نه؟“

"پٽ، توهان نيڪ ٿي ويندا. اسان واعدو ڪريون ٿا ته جيئن ئي امن ۽ سڪون ٿيو اسان دنيا جي سڀ کان تيز ڏاچيءَ تي سوار ٿي توهان کي وٺڻ ايندا سين. واعدو ڪريو ته امان جو حڪم مڃيندا ۽ دوا پابندي سان پيئندا. اسان ايندا سين ته اسان کي ٺلهي متاري صورت ۾ ملندا. بس تورن ڏينهن جي ته ڳالهه آهي."

"چاچا سائين! الله لڳ اسان کي به وٺي هلو."

"وري ساڳيو ضد. بيبي توهان کان سفر جون تڪليفون برداشت ڪونه ٿي سگهنديون. رستي ۾ ئي ساهه نڪري ويندئي."

"توهان کان ڌار رهي جيئڻ کان سٺو آهي ته توهان جي ٻانهن ۾ ئي ساهه نڪري وڃي. اسان هتي مري وياسين ته ڪوئي ڪلهو ڏيڻ وارو به ڪونه هوندو. چاچا سائين، اسان ڏاڍو روئيندا سين."

## عباس عليه السلام جو بيبين سڳورين کي سوار ڪرائڻ

امام حسين عليه السلام جو حڪم ٻڌڻ سان حضرت عباس عليه السلام سوارين کي حويليءَ جي ڏيڍيءَ پرسان وٺي آيو ۽ بيبيون سڳوريون سوار ٿيڻ لڳيون. امام حسين عليه السلام فرمايو ته بني هاشم وارن مان هرهڪ پنهنجي مائٽياڻي ۽ محرم عورت کي ڪجاوي ۾ سوار ڪرائي.

عباس عليه السلام وڏي آواز ۾ پڪاريو ته ماڻهو پنهنجن گهرن جي ڇتين تي نه چڙهن ۽ اوٺي به هيڏانهن نه اچن. سيئي هتان هٽي پري ٿيو ڇوته بي پردگي ٿيندي ۽ پردي جو خيال رکو. ان کان پوءِ به برقعا پاتل بيبيون سڳوريون تشريف کڻي آيون. انهن جي چوڌاري ٻانهيون گول دائرو ڪري پٺي آيون ۽ بيبيون سڳوريون نهايت سڪون ۽ وقار سان آهستي آهستي قدم کڻنديون ڪجاون جي پرسان اچي بيٺيون. حضرت عباس عليه السلام اٺ کي جهڪايو ۽ پاڻ گوڏا کوڙي ويٺا. ٻنهي بيبين کي سهارو ڏئي ڪجاوي ۾ سوار ڪرايائين. جيڪي وڏي وقار سان ان جي پرسان پهتيون هيون. پڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيو ته انهن بيبين سڳورين مان هڪڙي غازي عباس عليه السلام جي وڏي ڀيڻ

حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها هئي، جڏهن تہ ٻي ڀيڻ سڳوري سندس ڀيڻ ام ڪلثوم رضي الله تعاليٰ عنها هئي.

سڄي شهر تي ڏک ۽ پيڙا جا ڪڪر ڇانيل هيا. گهر گهر چرچو هيو تہ پيغمبرِ اسلام جا ڏوهٽا حسين ابن علي عليهم السلام مديني کي الوداع ڪري وڃي رهيا آهن. سادات جو محلو ويران ٿيڻ جي خبر هئي. ماڻهن جون دليون ٻڏنديون پئي ويون. هوا ماتم ڪري رهي هئي ۽ موسم سوڳوار هئي.

ماڻهو هڪٻئي پٺيان قطار ڪيون ملڻ ۽ خدا حافظ چوڻ لاءِ اچي رهيا هيا. امام حسين عليہ السلام جي قدمن کي چنبڙي روئي رهيا هيا. پاڻ انهن کي مٿي اٿاري سيني سان لڳائي تسلي ڏئي رهيا هيا.

"زندگي وفا ڪئي تہ وري ملنداسين."

عباس عليہ السلام جا دوست ۽ جانثار انهن کي حسرت سان گهوري رهيا هيا. اهي ڪچهريون، گڏجاڻيون سڀ خواب ٿي وينديون. انهن جي وڃڻ سان سموريون دلچسپيون ختم ٿي وينديون.

قاسم عليہ السلام جا هڪجيڏا الڳ اڪين ۾ ڳوڙها پريون ڪنڌ جهڪايون بيٺا هيا. سيني جون دليون ٻڏي رهيون هيون. منهن لٿل هين. علي اڪبر جهڙو مهمان نواز پيارو دوست روز روز ڪونہ ملندو آهي. اهو سهڻو ۽ بردبار شخص وسارڻ سان بہ ڪونہ وسرندو. زندگيءَ ۾ هڪڙو خال پيدا ٿي ويندو. محفلون ويران ٿي وينديون. علمي مباحثا بسا ٿي ويندا. زينب بنت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جا هڪٻئي پٺيان ڄاول ٻار عون ۽ محمد پاڻ سان گڏ پڙهندڙ ٻارن سان وڪوڙيل هيا. ڳوڙها پي زبردستي مرڪي رهيا هيا.

امام حسين عليہ السلام سيني دوستن کي الوداع چيو. آخري ڀيرو وطن جي زمين ۽ آسمان کي آلين اکين سان ڏٺائون ۽ قافلي کي اڳتي وڌڻ جو حڪم ڏنائون.

## مڪي ڏانهن سفر

مديني پاڪ کان مڪي پاڪ جي رستي ۾ اهلبيت حضرات انهن ئي جاين وٽان لنگهيا جن کي سندن ناني سڳوري 60 سال اڳ

هجرت جي موقعي تي طئي ڪيو هيو. رات جي اونداهي انهن کي پنهنجي دامن ۾ وٺي ڇڏيو هيو ۽ پنهنجي ڪارڻ جو پردو ان قافلي تي وجهي ڇڏيو هيو. رات جي سناٽي ۾ اٺن جي پيرن جي کڙڪي کان سواءِ ڪوئي ٻيو آواز ٻڌڻ ۾ ڪونه ٿي آيو ايتري تائين جو اٺن کي تيز هلائڻ لاءِ به آواز ڪونه ٿي ڪيائون. جڏهن قافلو مديني پاڪ کان ايتري پنڌ تي پهتو جتان سواءِ ان شهر جي جبلن جي بلندين ۽ کجي جي وڻن جي چوٽين جي ڪجهه نظر نٿي آيو هڪ دفعو وري وطن کان وڇڙيل مسافرن پنهنجي ناني سائين جي ڳوٺ مديني پاڪ تي آخري نظر وڌي ۽ ان مقدس شهر کان جنهن ۾ انهن جي ٻارپڻي ۽ جواني جو زمانو گذريو هيو حسرت سان موٽي موٽي ڏسندي هميشه لاءِ وڇڙي ويا.

سفر چڱي نموني سان طئي ٿيندو ويو. آلِ رسول جو قافلو جنهن واٽ تان گذري ٿي ويو اتي بهار جهڙي هيڪار اچي ٿي وئي. رڻ پٽ جهومي ٿي اٿيا. پرپاسي وارن ڳوٺن کان ماڻهو زيارت لاءِ انبوهه ڪري ايندا هيا. عوام رت جا ڍڪ پي رهيو هيو. بيقصور آلِ رسول جي بي حرمتي سيني کي ناگوارا لڳي رهي هئي. امام حسين عليه السلام کي وطن ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو ۽ ماڻهو بي وسيءَ مان ڏسندا ٿي رهيا.

ٻيو ڪجهه نه وس ۾ ڪونه هين، پر ماڻهو اناج، کير، پنير ۽ کارڪون وغيره سوکڙي طور کڻي ٿي آيا. امام حسين عليه السلام خيمي مان نڪري ايندا هيا، ماڻهن کي ڏسي سندن اکڙين ۾ لڙڪ ٻرجي ايندا هيا. انهن جو ٿورو مڃيندا هيا ۽ انهن جي حق ۾ خير جي دعا گهرندا هيا.

جيئن جيئن اڳتي وڌندا ويا سفر جون تڪليفون وڌنديون ويون. غير آباد ۽ پٿريلو علائقو شروع ٿي ويو. ايذي مصيبت جي گرمي هئي جو ڏينهن تيڻ سان ئي ٻاهه وسڻ ٿي لڳي. پري پري تائين ساوڪ جو نالو نشان ڪونه هيو. سيني جا چهرا تپش ڪري سانورا ٿي ويا هيا. چشما سڪا پيا هيا. کوهه سڪي ويا هيا. هيانءَ ڇڄي رهيا هيا.

جتي ڪو کجين جو باغيچو ملي ٿي وين ته سيني جي جسم ۾ ساهه پئجي ٿي ويو. ديوانن وانگر پاڻيءَ تي ڪري ٿي پيا. ڍالون،

تلوارون ۽ زرهون ٽانڊن وانگر ٻريون ٿي. سيني کي پاٽيءَ ۾ ٻوڙي ٿڌو ٿي ڪيائون. گهوڙن ۽ اٺن ۾ به جان پئجي ويندي هئي. تازا توانا ٿي ساوڪ کي حسرت مان ڏسندا هيا. پوءِ وري تپندڙ واريءَ جي دنيا ۾ قدم وڌائي ڇڏيندا هيا. ٻار سفر جي تڪليف کان ٿڪجي روئڻ لڳندا هيا. ميلن تائين واري ئي واري ڏسي وحشت ٿيندي هين.

امام حسين عليہ السلام جو مصيبت ماريل قافلو منزلون طئي ڪندو اڳتي وڌندو رهيو. آخرڪار 5 شعبان 60 هجري جمعي جي ڏينهن قافلو مڪي ۾ داخل ٿيو. امام حسين عليہ السلام عارضي طور حج تائين مڪي ۾ ئي رهائش اختيار ڪرڻ جو ارادو ڪيو.

## امام حسين عليہ الاسلام جو قاصد حضرت مسلم رضہ

جڏهن اها خبر ڪوفي ۾ پهتي ته امير معاويہ فوت ٿي ويو آهي ۽ ان جو ظالم پٽ يزيد تخت تي ويهي ويو آهي ته ماڻهن جا حواس گم ٿي ويا. پر جڏهن اهو ٻڌائون ته امام حسين عليہ السلام بيعت ڪرڻ کان انڪار ڪيو آهي ته انهن ماڻهن جا چهرا ٻهڪڻ لڳا. ٽٽل اميد وري جيئري ٿي وئي.

توڙي جو حضرت علي عليہ السلام سان عقيدت رکڻ وارن کي ڪچليو ويو هيو پر اجا به اهڙا ماڻهو موجود هيا جيڪي پردي پٺيان اميد لڳايون ويٺا هيا ته ڪوئي رستو نڪري ايندو. انهن سوچيو ته جيڪڏهن هاڻي سيئي ملي امام حسين عليہ السلام جي پيروي ڪن، ان کي ڪوفي گهرائي ان کي خليفو مڃين ته سيئي مشڪلاتون حل ٿي وينديون. لهٰذا سيني جي راءِ سان هڪڙو خط لکيو ويو جنهن ۾ امام حسين عليہ السلام کي عرض ڪيو ويو ته ڪوفي اچي وڃن. لکيل هيو:

"اسان جو ڪوئي امام ڪونہ آهي. توهان تشريف ڪٺي اچي اسان بدنصيبن کي سهارو ڏيو. جيڪڏهن توهان اچي ويا ته اسان ڀرپور انداز ۾ پنهنجي وفاداري جو ثبوت ڏينداسين. توهان جي لاءِ جان قربان ڪري ڇڏينداسين. اسان موجوده حاڪم کي ڪڏي ٻاهر ڪنداسين. الله جي واسطي جلدي اچو ورنہ اسلام جو نالو نشان مٽجي ويندو. توهان الله جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا ڏوهٽا آهيو ۽ ان جي

امت تي خراب وقت اچي ويو آهي. توهان ڪان سواءِ هن وقت اسان ڪي پنهنجو ڪوئي همدرد نظر ڪونہ ٿو اچي. جلدي ڪان جلدي تشريف ڪڻي اچو ۽ اسان توهان جي انتظار ۾ آهيون.“

مڪي پاڪ ۾ رهائش ڪي اڃا ڪجهہ ڏينهن ٿيا هيا تہ ڪوفين جي خطن جا ڍڳ لڳي ويا. انهن لکيو هيو تہ اسان جمعي جي نماز ڪوفي جي حاڪم جي پٺيان ڪونہ پڙهندا آهيون ۽ توهان جي بيعت ڪرڻ لاءِ تيار آهيون، توهان تشريف ڪڻي اچو.

انهيءَ ڪان اڳ جو امام حسين عليہ السلام ڪوفي ڏانهن روانا ٿين ۽ سندن قافلو پنهنجو سامان ٻڌي، پاڻ پنهنجي سوٽ حضرت مسلم بن عقيل رضي الله تعاليٰ عنہ کي، جنهن تي کين پورو پورو ڀروسو هيو، ڪوفي ڏانهن روانو ڪيو تہ جيئن اهو اتان جي حالتن جي اصليت معلوم ڪري تہ ڪٿي اهي خط ڪنهن چال جو نمونو تہ ڪونہ آهن. ڪوئي ڌوکو تہ ڪونہ آهي!

حضرت مسلم رضي الله تعاليٰ عنہ ان ئي ڏينهن روانو ٿي ويو. ڦيريائين مڪي پاڪ مان مديني پاڪ ويو ۽ اتان سڌو ڪوفي پهتو. ان جا ٻہ ننڍا پٽ عون ۽ ابراهيم ڪوفي ۾ پنهنجن ناناڻن وٽ ويل هيا. سوچيائين تہ انهن سان بہ ملاقات ٿي ويندي. ڪوفي ۾ اهو شيعن مان هڪڙي ماڻهوءَ وٽ ترسيو ۽ ان وٽ ماڻهن جو اچڻ وڃڻ شروع ٿي ويو. ماڻهو ان سان مدد جو واعدو ڪندا هيا ۽ ٻارهن هزارن ڪان بہ وڌيڪ ماڻهن ان جي هٿ تي امام حسين عليہ السلام لاءِ بيعت ڪئي. حضرت مسلم رضي الله تعاليٰ عنہ امام حسين عليہ السلام کي جيڪو مڪي پاڪ ۾ انتظار ۾ هيو خوشخبري جو خط لکيو.

جنهن وقت حضرت مسلم رضي الله تعاليٰ عنہ ڪوفي ۾ داخل ٿيو ان وقت ڪوفي شهر جو حاڪم نعمان بن بشير انصاري هيو. يزيد پنهنجن گهڻ گهرن ماڻهن جي چوڻ تي ان کي هٽائي ڪوفي جي حڪومت بہ بصري جي حاڪم عبيدالله بن زياد (ابن زياد) جي حوالي ڪئي ۽ ان کي حضرت مسلم رضي الله تعاليٰ عنہ کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو. فوجين حضرت مسلم رضي الله تعاليٰ عنہ کي ڇٽني طرفن

ڪان وڪوڙي ڇڏيو. حضرت مسلم رضي الله تعاليٰ عنہ مرڻ لاءِ تيار ٿي ويو ۽ ابن زياد جي سٺ يا ستر هٿيار ٻڌل جوانن جي مقابلي ۾ آيو. جيئن تہ ايترا ماڻهو بہ هن سان وڙهي ڪونہ سگهيا. انهي ڪري انهن ماڻهن چوڌاري ٻاهر ٻاري ان ڏانهن اڇلي ٿي. جنهن وقت حضرت مسلم رضي الله تعاليٰ عنہ کي پنهنجي موت جو يقين ٿي ويو تہ اهو روئڻهارڪو ٿي ويو. ڪنهن ان کي چيو "جيڪو ماڻهو اهڙي اهم مقصد لاءِ پنهنجي جان ڏئي ان کي انهي مصيبت تي جيڪا توتي آئي آهي روئڻ نہ گهرجي."

حضرت مسلم رضي الله تعاليٰ عنہ جواب ڏنو "خدا جو قسم! مان پاڻ لاءِ ڪونہ ٿو روئان. مون کي پنهنجي قتل جي ذري برابر بہ پرواهہ ڪونہ آهي. منهنجو روئڻ امام حسين عليہ السلام ۽ ان جي پاڪ ٻچڙن لاءِ آهي جيڪي رستي ۾ آهن."

## ٻہ گل

مسلم بن عقيل رضي الله تعاليٰ عنہ جي پٽن جڏهن ٻڌو تہ انهن جو پيءُ شهيد ٿي ويو ۽ ان جي لاش جي بي حرمتي ڪئي وئي تہ ٻئي ڏک ۽ خوف مان بيقرار ٿي هڪبئي کي چنبري ويا. ان وقت اهي قاضي شريح جي گهر ۾ ترسيل هيا. انهن سوچيو تہ ڪين قاضي شريح جو گهر ڇڏڻ گهرجي، ڪٿي هنن جي ڪري گهر وارن تي مصيبت نہ اچي وڃي. اسان طرفان انهن کي مهمان نوازي جي اهڙي سزا نہ ڏيڻ گهرجي.

ٻئي قاضي وٽ ويا جيڪو خوف مان ڏڪي رهيو هيو. همٿ ڪونہ ٿي ٿيس تہ معصوم ٻارن کي گهر مان ڪيئن ڇڏي. جڏهن ٻار وٽس آيا تہ شرم مان ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيائين.

"ٻارو! مان ڏاڍو پريشان آهيان. توهان کي بہ بچائي ڪونہ سگهندس. اهي ظالم خبر نہ آهي توهان جو ڪهڙو حشر ڪندا. توهان تيار ٿي وڃو مان لڪ چڇپ ۾ توهان کي پنهنجي پٽ سان گڏ روانو ڪندس. اهو توهان کي حفاظت سان وٺي ويندو. ٻڌو آهي ڪيترائي قافلا وڃڻ وارا آهن. اهي توهان کي مديني ۾ توهان جي چاچي وٽ پهچائي ڇڏيندا."

قاضي شريح هڪدم پنهنجي وڏي پٽ کي سڏ ڪيو ۽ ان کي چيائين تہ ٻارن کي قافلي جي اڳواڻ جي حوالي ڪري چڱجان. ٻڌائجانس تہ خيرخيريت سان پهچي وياتہ وڏا انعام اڪرام ملندئي. اڄ ڪلهہ دنيا رڳو پئسي جو منهن تي ڏسي. سمورو لحاظ ختم ٿي ويو آهي. ان روئي روئي ٻارن کي دعائون ڪيون ۽ موڪلايو.

قاضي جو پٽ عون ۽ ابراهيم کي ساڻ ڪري لڪندو ڇپندو مسافرخاني وٽ پهتو تہ قافلو روانو ٿي چڪو هيو. صرف مٽي جو غبار نظر پئي آيو. ٻارن کي چيائين تہ بس انهي مٽي جي غبار ڏانهن هلندا وڃو تڪڙو تڪڙو ويندا تہ انهن کي پهچي ويندا. ٻارن موڪلايو ۽ تڪڙا تڪڙا قافلي ڏانهن ڊوڙڻ لڳا.

ٻارن جي عمر نَوَ ۽ ڏهہ سال هئي. ڇپندي ڇپندي ساهہ ڦوڪجي وين پر مٽي جي غبار کي پهچي ڪونہ سگهيا. قافلو خبر نہ آهي تہ ڪڏهوڪو لنگهي ويو هيو. ٻار ٿڪجي ساهي پٽڻ لاءِ ويهي رهيا. ٻاک ڦٽڻ سان ئي ماڻهو جاڳي ويندا. ڊڄ کان ٻئي ٻوٽن ۾ لڪي ويا. پري کان آذان جو آواز اچي رهيو هيو. اتي ئي واري تي تيمم ڪيائون ۽ الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ سجدو ڪرڻ لڳا.

ماڻهو اچڻ وڃڻ شروع ٿي ويا هيا. ڪجهہ ماڻهو انهن جي بلڪل ويجهڙو لنگهيا. انهن ماڻهن جي ڳالهين مان خبر پيئن تہ سندن ڳولا شروع ٿي وئي آهي. سندن سرن تي وڏا انعام مقرر ٿي ويا هيا. ماڻهو سيئي ڪم ڇڏي انهن جي ڳولا ۾ گهمي رهيا هيا. اتي ئي ٻوٽن جي اوٽ ۾ ٻنهي کي ننڊ وٺي وئي. اوچتو اک کلين تہ ڏٺائون تہ چئني طرفن کان سپاهين جي گهيري ۾ آهن. انهن کي ابن زياد وٽ وٺي ويا. اهو ان وقت ڪنهن اهم صلاح مشوري ڪرڻ ۾ مصروف هيو. انهن کي جيل ۾ وجهي ڇڏيائون.

انهي جيل جو چوڪيدار وڏو ديندار ۽ گهٽو ڪراڙو ماڻهو هيو. ان کي نہ هلندڙ سياست جي هيراڦيرين جي خبر هئي نہ ڪائي همدردي ان جيل ۾ گهٽو ڪري چورن، ڌاڙيلن ۽ قاتلن کي رکيو ويندو هيو. سوچيائين تہ انهن ٻارن ضرور ڪا شرارت ڪئي هوندي ڪنهن مذاق ۾ ڊيڄارڻ لاءِ جيل ۾ بند ڪيو اٿن. ڪلاڪ ٻن ۾ انهن کي ڇڏي ڏيندا.

”ڪيئن ٻارو! هاڻي ته شرارت ڪونه ڪندو.“ ان ائين ئي ٻارن کي چيو.

”اسان ڪائي شرارت ڪونه ڪئي آهي.“ ٻارن وڏي سنجيدگيءَ مان چيو.

”مون کي بيوقوف ٿا ٺاهيو. ٻڌايو ڪهڙي بدمعاشي ڪئي هيو. ڇا حاڪم جي باغ مان ميوا چورايا هيا يا ان جي پکين کي ستايو هيو؟ توهان ضرور ان جي حوض جي صاف پاڻي ۾ واري اڇلي هوندي يا ان جي اصطنبل ۾ پٿر اڇلي گهوڙن کي ٺاهه ڏنو هوندو.“

”نه اسان ڪجهه به ڪونه ڪيو آهي. شايد توهان کي خبر ڪونه آهي ته اسان ڪير آهيون. اسان مسلم بن عقيل رضي الله تعاليٰ عنه جا پٽ آهيون.“

”مسلم بن عقيل! الله ان تي رحمت ڪري. اهي امام حسين ابن علي عليهم السلام جا نمائندا آهن. مان پاڻ هن جيل ۾ هڪڙو قيدي بڻجي ويو آهيان. ڪابه خبر ڪونه هوندي آهي ته دنيا ۾ ڇا ٿي رهيو آهي. امام عليه السلام ڪڏهن ٿا تشريف ڪٽي اچن. مان انهن جي قدم بوسي لاءِ ضرور ويندس.“

تڏهن پوءِ ٻارن سچي ڳالهه ٻڌايس. ڪراڙو مڙس ٻڌڻ کان پوءِ روئڻ لڳو. ”يا خدا! دنيا ڪهڙي پاسي وڃي رهي آهي. اڃا اسلام جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم کي رحلت ڪئي پنجاهه ورهيه مس ٿيا آهن ته ماڻهو انهن جي تعليم کي بگاڙڻ لڳا آهن.“

”اسان جي ڪري توتي مصيبت اچي ويندي“

”هاڻي ان کان وڏي ڪهڙي مصيبت نازل ٿيندي. منهنجي اکين آڏو قيامت اچي وئي آهي. ٻارو! منهنجو نه ڪوئي اڳيان آهي نه پٺيان، بس جيل جي دروازي تي ويٺو موت جو انتظار ڪريان. موت اچي ويو ته آزاد ٿي ويندس. توهان هليا وڃو ۽ خدا ڪري ته توهان آرام سان اما م عليه السلام جي خدمت ۾ پهچي وڃو. انهن کي منهنجا سلام عرض ڪجو ۽ چئجو ته مرڻ کان اڳ ديدار جي تمنا آهي. خدا قبول ڪري.“

ٻار اتان آزاد ٿي وري هيڏي هوڏي ڦرڻ لڳا. موقعو ملي ٿي وين ته پاڻيءَ جا ٻه ڍڪ نڙي مان هيٺ لاٿائون ٿي. ڪٿان ڪچيون پڪيون

ڪارڪون ملي ٿي وين تہ ڪائي ٿي ڇڏيائون. جيل وڃڻ وقت ڪنهن پيرن مان جوتا بہ لهرائي ورتا هين. ٽتل واري ۽ پٿرن تي گهمندي ڦرندي پيرن ۾ لڦون پئجي ويون هين. ڪنڊن وارن ٻوٽن ۾ لڪڻ سان ڪپڙا بہ ليڙون ليڙون ٿي ويا هين.

مزي مزي سان ڳالهيون ٿي ڪيائون تہ ڪل نڪري ٿي وين. ٻئي چُپ ٿي ويندا هيا. ٻار تہ ڏاڍو سخت جان ٿيندا آهن. ڪيترو بہ لاڏڪوڏ سان پليا هجن پر جڏهن مصيبت اچي ويندي آهي تہ وڏن کان بہ وڌيڪ برداشت جو مظاهرو ڪندا آهن. ٽورو پري ويا تہ هڪڙو گهر نظر آين. ان ۾ روشنيون ٽمڪي رهيون هيون. لڳولڳ سرسبز باغ بہ هيو. ٻئي لڪي لڪي جهاتيون پائڻ لڳا. ماڻهن جي ڪلڻ جو آواز اچي رهيو هيو. هي انهي ڳڻتي ۾ هيا تہ ماڻهو سمهي پون تہ اهي اندر وڃن.

جڏهن اوندھ ٿي وئي تہ ٻئي آهستڙي آهستڙي پٽ تي چڙهي اندر ٽپي ويا ۽ هڪڙي وڻ تي چڙهي ويهي رهيا. اتان اندر اڱڻ جو ڪجهہ حصو بہ نظر اچي رهيو هيو. ماڻهو فرش تي ويٺا هيا. سامهون سيڪيل ٻڪرا ۽ ڪُڪڙ پيا هيا. شراب جو دور هلي رهيو هيو. ويٺي ويٺي ٻار ساٿا ٿي پيا. ننڍي جي اک لڳي وئي. وڏي پاءُ ان جي مٿي کي پنهنجي ڪلهي تي رکي ڇڏيو! پنهنجون اکيون بہ بند ٿي رهيون هيس. مگر ننڍو پاءُ ڪري نہ پوي ان خيال کان اکيون مهٽي مهٽي کولي ٿي ڇڏيائين.

ابراهيم هڪدم ڇرڪ ڀري روئڻ شروع ڪيو. عون پنهنجي قميص سان ان جو وات گهٽوئي بند ڪيو پر سڏڪن جو آواز نڪري ئي ويس. هڪڙي ٻانهي ڪجهہ ميوات ڪٽي وڃي رهي هئي، حيراني مان بيهي ٻڌڻ لڳي. ڪنهن جي سڏڪا ڀري روئڻ جو آواز اچي رهيو هيو. ميون جي پليٽ اندر پهچائي موٽي آئي ۽ پير پير تي ڏئي باغ ۾ سڏڪا ڀرڻ واري کي ڳولڻ لڳي. اوچتو ان جي نظر جو وڻ تي پئي تہ حيران ٿي وئي. هيٺان اچي آهستڙي چيائين:

"توهان ڪير آهيو؟" ٻئي اکيون ڦاڙي ان کي ڏسڻ لڳا.

"ڊڄو نہ. هيٺ لهي اچو. وڻ تان ڪري پيا تہ ڄنگهون ٻانهون ڀڄي پوندو." ٻئي هيٺ لٿا تہ انهن جي حالت ڏسي ٻانهي جي دل ڏڪي وئي. انهن کي پير پير تي ڏياري هلندي پنهنجي ڪمري ۾ وٺي وئي.

"توهان هتي خاموشي سان ويهو مان ڪم ختم ڪري هاڻي تي اچان." اها ٻاهران دروازي کي ڪڙو ڏئي هلي وئي.

ٿوري دير کان پوءِ اها نيڪ عورت ڪوڙ سارو ڪاڏو ٻاڻ سان ڪٺي آئي. "ٻارو وٺو. پيٽ پري کائو."

اها انهن کي پنهنجن هٿن سان کارائڻ لڳي. سوچڻ لڳي تہ ڪنهن جا ٻار آهن. ڪهڙا بي پرواهہ بي رحم ماءُ پيءُ آهن. اهڙن پيارن ٻارن جا اهڙا حال ڪيا اٿن جو فقيرن کان بہ خراب حالت ٿي وئي اٿن. پر ڪپڙا تہ تازو ڦاٽل ٿا لڳن. پيرين پنڌ هلڻ جا عادي بہ نٿا لڳن، پيرن ۾ ڦلوڪڙا پئجي ويا اٿن.

اها عورت دل ئي دل ۾ سوچي رهي هئي "اي خدا! هي ڪهڙو انصاف آهي. انهن کي اولاد ٿو ڏين جيڪي قدر ڪونہ ٿا ڪن. مان ٻارن لاءِ سڪان ٿي، منهنجي جهولي خالي آهي."

ان جو مڙس بہ رات جو آيو. ڏاڍو گهبرايل هيو.

"ڪهڙي ڳالهہ آهي؟" زال پڇيس.

"جيل مان بہ ٻار ڀڄي آيا آهن. سپاهي ڳوليندا ٿا پيا وتن. وڏو انعام مقرر ٿيو آهي. جيڪو انهن ٻارن کي پڪڙي ايندو ان جي قسمت جو ستارو چمڪي ويندو. خبر نہ آهي ڪم بخت ڪٿي گم ٿي ويا آهن. زمين کائي وين يا آسمان ڳهي وين."

عورت جو مٿو ڦري ويو ششدر ٿي وئي. "ڪنهن جا ٻار آهن؟"

"اسان کي مطلب سان ڪم، پتا ڪرڻ جو ڪهڙو ضرور، ڪنهن جابہ ٻار هجن، اسان جو ڇا؟"

"ڪنهن امير جا هوندا تڏهن ئي تہ انهن تي انعام مقرر ٿيو آهي. ويچارا ماءُ پيءُ بيقرار هوندا!"

"تون نسوري بيوقوف آهين. اهي ٻئي مسلم بن عقيل (رضي الله تعالي عنہ) جا ٻار آهن. جيڪو انهن کي پڪڙي ايندو بي حساب دولت ملنديس."

"پيءُ کي تہ ختم ڪري ڇڏيائون. هاڻي پٽن جو رت وهندو. مگر انهن معصومن ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي؟"

"اسان جو ڇا وڃي، اسان کي انعام سان مطلب."

مرد سمهي پيو عورت جاڳندي رهي. خوف مان ننڊ ڦٽي ويس. سمجهه ۾ نٿي آيس تہ ڇا ڪري ٻارڙن کي ڪٿي لڪائي. سوچيائين تہ صبح جو اهو هليو ويندو تہ ڪا ترڪيب ڪنديس. آخر ننڊ اچي ويس.

رات جو ابراهيم خبر نہ آهي ڪهڙو پوائتو خواب ڏٺو جو ننڊ ۾ ئي بي اختيار زور زور سان روئڻ لڳو. وڏي ڀاءُ عون گهٽوئي هٿ رکي ان جو وات بند ڪيو پرڇاپائينس پر سڏڪا بند ڪونہ ٿيس. انهي وقت ان ظالم کي بہ شيطان جاڳائي ڇڏيو. عورت کي ستل ڏسي پير پير تي کڻندو وڃي ڏٺائين تہ پر واري ڪمري کي ڪڙو ڏنل آهي. اندران سڏڪن جو آواز پيو اچي. ڪڙو لاٿائين تہ ٻارن کي ڏسي وات ڦاٽي ويس.

”توهان ڪير آهيو؟“

”اسان ڪونہ ٻڌائينداسين. ورنہ تون اسان کي ماري ڇڏيندين.“

”ڪونہ ماريندس.“

”قسم کڻ.“

ان هڪدم قسم کنيو. جڏهن ان کي خبر پئي تہ هي اهي ئي ٻار آهن جن جي لاءِ انعام مقرر ٿيل آهي تہ دل ئي دل ۾ خوشي مان ٻرجي ويو. سوچيائين تہ جيڪڏهن ٻارن گوڙ ڪيو تہ عورت جاڳي پوندي ۽ قيامت برپا ڪري ڇڏيندي. مالڪ کي خبر پئي تہ دولت جي لالچ ۾ اهو انهن کي ڪسي پاڻ ماري ڇڏيندو. هٿ مان انعام نڪري ويندو. ان ٻارن کي دلاسو ڏنو.

”مان سچو ڏينهن توهان کي ڳوليندو رهيس. ٻڌو! توهان مديني وڃڻ ٿا گهرو تہ اٿو ۽ چُپ چاپ جلدي جلدي مون سان گڏ هلو. قافلو توهان جي انتظار ۾ بيٺو آهي. جلدي ڪيو.“

”اسان ان نيڪ دل عورت جو ٿورو تہ مڃون جنهن اسان کي پناهہ ڏني.“

”وقت ڪونہ آهي ۽ شايد ان جي نيت ڦري وڃي ۽ توهان کي وڃڻ نہ ڏئي. توهان هلو نہ تہ قافلو روانو ٿي ويندو.“

”ايترو تڪڙو نہ پيچ اسان جو ساهہ ٿو ڦوڪجي. تون اسان کي ڪيڏانهن وٺي وڃي رهيو آهين؟“ ٿورو پنڌ اڳتي هلي ٻارڙن چيو.

”چُپ ڪري هلو. بڪ بڪ نہ ڪريو.“ اهو گهبرائي رهيو هيو تہ

جيڪڏهن ڪنهن رستي ۾ ڏسي ورتو تہ ٻار ڪسي ويندو. سڄي شهر جا ظالم انهن ٻارن جي تاڙ ۾ لڳل هيا.

”تون اسان کي درياء جي طرف ڇو ٿو وٺي وڃين, اوڏانهن تہ ڪوئي قافلو ڪونہ ويندو آهي.“

”چُپ چاپ هليا اچو ورنہ پڇتائيندا.“ ان دڙڪو ڏيندي چيو ۽ انهن کي گِهلڻ لڳو.

(ٻار ڏاڍو هوشيار ٿيندا آهن. قاصائي جو هٿ لڳڻ سان ئي ٻڪري ڏڪڻ لڳندي آهي. جڏهن بي زبان موت کي پري کان سڃاڻي وٺندا آهن تہ اهي ٻارڙا ان جي ارادي کي ڪيئن سمجهي نہ وڃن ها. اهي ضد ڪرڻ لڳا.)

مگر اهو نرجائي مان ڪلڻ لڳو. انهن کي گهليندو ويو. جاءِ ويران هئي. ڪنهن بہ ٻارن جي دانهن ڪونہ ٻڌي. ٻار سڀ ڪجهہ سمجهي روئڻ لڳا. ان ظالم خنجر جو وار ڪيو. وڏي ڀاءُ عون ننڍي ڀاءُ ابراهيم کي ڏڪو ڏئي پنهنجو ڪنڌ اڳتي ڪري ڇڏيو. هڪ ئي وار سان سر ڌڙ کان ڌار ٿي ويو. ان ماٺهوءَ ڊوڙي وڃي سر قبضي ۾ ڪيو. ابراهيم ڀاءُ جي لاش تي ڪري تڙپڻ لڳو. ظالم ٻيو وار ڪيو ۽ ٻيو سر بہ ٿيلهي ۾ وڌائين. ماهر قاصائي واري هوشياري سان جسمن کي هڪدم درياء ۾ اڇلي ڇڏيائين. جسمن ۾ اڃا ساهہ باقي هيو. ٻئي جسم ٻڏندا, ترندا ۽ پاڻي جي مٿاڇري تي اڀرندا هڪبئي جي ڀاڪر ۾ لهرن جي وچ ۾ اڳتي لڙهندا ويا.

جڏهن اهو ظالم انعام وٺڻ لاءِ ٻارن جا سر ڪٽي ابن زياد جي دربار ۾ پهتو تہ انهن معصوم ٻارن جا رت ۾ ٻريل سر ڏسي ابن زياد جهڙي ظالم انسان جي دل بہ ڏڪي وئي. خوف مان جسم ۾ ڏڪٽي وٺي ويس. اکين مان ڳوڙها وهڻ شروع ٿي ويس.

”مون زنده پڪڙي اچڻ جو حڪم ڏنو هيو. ڪنڌ ڪپڻ جو ڪونہ چيو هيو. مان انهن کي قتل ڪونہ ڪريان ها. انهن کي گرفتار ڪري حسين (عليہ السلام) سان سودو ڪرڻ ٿي گهريو. هاڻي اهي منهنجي ڪهڙي ڪم جا آهن.“

ابن زياد هڪڙي ماڻهوءَ کي گهرائي حڪم ڏنو"هن خنزير جي پٽ کي وٺي وڃ ۽ ان جاءِ تي جتي هن ٻارن کي ڪُٺو آهي، هن کي به قتل ڪري ڇڏ. هن جي جسم کي پوٽي پوٽي ڪري ڪانون ۽ سرڙهين کي کارائي ڇڏ. خبردار هن پليت کي دفن نه ڪجان ڇوته زمين به انهي گند کي قبول ڪونه ڪندي ٻارن جا سر ڪٽي وچ ۾ درياءِ ۾ لوڙهي ڇڏجان."

اهوماڻهو ان مردود کي گهليندو درياءَ جي ڪناري تي وٺي ويو. ڦهريائين ان جون اکيون ڪڍيائين. پوءِ ان جا هٿ پير وڍيائين ۽ جانورن جي کائڻ لاءِ ڦٽي ڪري ڇڏيائينس.

ٻنهي ٻارڙن جا جسم اڃا تائين ڪناري کان ٿورو پري هڪڙي ٽڪري جي پرسان غوطا کائي رهيا هيا. ان اهي سر به آهستڙي ڇولين جي حوالي ڪري ڇڏيا. پاڻي جي ڇولين سرن کي جسمن وٽ پهچائي ڇڏيو. درياءَ ڪاوڙ مان وڪڙ کائي رهيو هيو. ڇوليون ماتم ڪري رهيون هيون. ان شخص کي ائين لڳوته ٻار انسان جي ڪميڻپائي تي ٺهڪ ڏئي کلي رهيا آهن. ٺهڪ ڏئي رهيا آهن.

## مڪي مان نڪرڻ

اها ڳالهه ته صاف ظاهر ٿي وئي هئي ته هاڻي مڪي ۾ رهڻ ممڪن ڪونه هو. دشمن ڪين چئني طرفن کان وڪوڙي وار ڪرڻ جا منصوبا ناهي رهيا هيا. ڪنهن طرف ته ويڇوٽي پوندو. حج ۾ صرف ٻه ڏينهن باقي هيا مگر امام حسين عليہ السلام حج جو ارادو بدلائي ڇڏيو. ڪين خبر پئجي وئي هئي ته سندن قتل ڪرڻ لاءِ نهايت وڏو ڄار وڇايو ويو آهي. حاجين جي ٽولي ۾ ٽي جلاد پنهنجن بغلن ۾ زهر ٻڏل خنجر لڪايون انهي تاڙ ۾ گهمي رهيا هياته وجهه ملي ته امام حسين عليہ السلام کي ختم ڪن. قاتل گوڙ ۾ گم ٿي وڃي ۽ ڪنهن بي گناهه کي قتل جي ڏوهه ۾ ڦاسايو وڃي. حج جي دوران ڪنهن کي شڪ به ڪونه پوندو. سيني جو ڌيان حج جا رڪن ادا ڪرڻ ۾ لڳل هوندو.

حضرت مسلم رضي الله تعاليٰ عنه جي خط کان پوءِ امام حسين عليہ السلام جلدي ۾ پنهنجي اهلبيت حضرات کي ڪوفي جي سفر لاءِ تيار ڪيو ۽ ان ڳالهه جو انتظار ڪونه ڪيوته حضرت مسلم رضي

الله تعاليٰ عنہ جو زباني پيغام بہ انهن وٽ پهچي. امام حسين عليہ السلام پهرين خط ملڻ شرط مڪي پاڪ مان روانا ٿي ويا.

شام جي وقت جڏهن هوا آهستي آهستي گهلي رهي هئي قافلو هلڪي چانڊوڪي جي روشني ۾ مڪي پاڪ کي خداحافظ چئي ڪوفي ڏانهن روانو ٿيو. ائين پئي لڳو تہ جبل جيڪي مڪي پاڪ جي شهر کي وڪوڙيون بيٺا هيا، حضورجن جي خاندان وارن کي وري موٽي نہ اچڻ واري سفر تي ويندو ڏسي سڪتي ۾ بي جان بيٺا آهن. اجا ٿورو رستو طئي ڪيو هئائون تہ حجاز جي حاڪم جي موڪليل ماڻهن سندن رستو اچي روڪيو ۽ گهريائون ٿي تہ انهن کي مڪي موٽائي وڃن ايستائين جو ٻنهي پاسن کان هٿيار ايا ٿي ويا، ليڪن اهي ماڻهو موٽي ويا ۽ قافلو پنهنجي منزل ڏانهن روانو ٿي ويو.

سفر جي شروعات ۾ قافلو تيزي سان هلندو رهيو ۽ جيئن تہ انهن ٻڌو هيو تہ ڏهہ هزارن کان وڌيڪ ماڻهو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نياٽيءَ جي پٽ جي تشريف آوري جي انتظار ۾ آهن انهن لاءِ سفر سولو هيو. اهڙي طرح جيئن سٺ سال پهريائين مديني جا انصاري امام حسين عليہ السلام جي ناني حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تشريف آوري جا منتظر هيا. انهن هن کان اڳ بہ عراق جو سفر ڪيو هيو ليڪن ان وقت سندن والد سڳورا حضرت علي عليہ السلام زندهہ هيا ۽ سندن دنيا رونق واري هئي.

## ڪوفو

17 هجري ۾ عراق فتح ڪرڻ کان پوءِ مسلمانن انهي شهر جو بنياد رکيو. ان وقت ڪوفو شهر اسلام جو مرڪز ۽ محور هيو ليڪن انهي شهر ۾ ڪجهہ اهڙا ماڻهو بہ رهندا هيا جيڪي سخت ۽ خشڪ طبيعت جا مالڪ هيا. جيڪي حق جي هدايت ڪرڻ وارن جو حڪم ڪونہ مڃيندا هيا ۽ وحدت کي ٽوڙڻ وارا هيا.

حضرت علي عليہ السلام سن 36 هجري ۾ جنگ جمل کان پوءِ ڪوفي ۾ مستقل رهائش اختيار ڪري ڪوفي کي خلافت جي گاديءَ جو هنڌ قرار ڏنو تہ ان شهر جي آبادي ۾ پهريان کان تيزيءَ سان اضافو

ٿيڻ لڳو. ڪوفي ڏانهن هجرت ڪرڻ جي گهڻن سببن مان هڪڙو سبب اهو بہ هيو تہ حجاز ۾ اناج ۽ کاڌخوراڪ جي شين جي پيداوار تمام گهٽ هئي، جڏهن تہ ڪوفو ۽ عراق جا ٻيا شهر اناج ۾ خود ڪفيل هيا. ان کان علاوه دجلہ ۽ فرات جي وچواري علائقي کي دشمن تربيتي مشقن لاءِ استعمال ڪندا هيا. انهن تربيتي مشقن کي ختم ڪرڻ سياسي نظم و نسق جي لاءِ ضروري هيو.

جڏهن ڪوفو اسلامي مملڪت جي گاديءَ جو هنڌ قرار ڏنو ويو تہ اسلامي مملڪت مان هرطرف کان ماڻهو انهي شهر ۾ اچڻ لڳا ۽ مستقل رهائش اختيار ڪيائون. مختلف علائقن کان اچڻ وارن ماڻهن پنهنجن بنيادي اختلافن ڪري انهي شهر کي پنهنجين خواهشن ۽ تمنائن جو ميدان ۽ مرڪز بڻائي ڇڏيو. لهٰذا مختصر عرصي ۾ اهي اختلاف نااتفاقي جو سبب ٿيا، جنهن ڪري فتنو فساد ۽ جهڳڙا شروع ٿي ويا.

حضرت علي عليہ السلام جي شهادت کان پوءِ ان وقت حضرت امام حسن عليہ السلام کان وڌيڪ پرهيزگار ۽ سنين خصلتن جو مالڪ ڪوئي بہ ڪونہ هيو. انهي ڪري سيني مسلمانن جون نظرون امام حسن عليہ السلام تي اچي بيٺيون جن کين پنهنجو خليفو چونڊيو. پر ماضي ۾ واقع ٿيندڙ حادثن ڪري ۽ وقت جي رفتار سان ڪوفي جي سردارن ۾ حڪومت جي خواهش رکڻ وارن ماڻهن جي دلين ۾ ڏسڻ ۾ نہ اچڻ واري دشمني ۽ اختلاف وڌندا رهيا. ڪوفي جا رهواسي امام حسن عليہ السلام سان بہ اهڙو سلوڪ ڪرڻ لڳا جيڪو اهي ان کان پهريائين حضرت علي عليہ السلام سان ڪري چڪا هيا.

اهي ماڻهو اهڙن ڪمن ۾ ماهر ۽ وڏو تجربو رکندڙ هيا. ان خلاف ورزي جو اصل سبب اهو هيو تہ انهن ماڻهن کي حڪومت ۾ پنهنجن ذاتي مفادن لاءِ ڪوبہ رستو نظر ڪونہ ٿي آيو. اهي مايوس ٿي ويا هيا ڇوتہ هاشمي حڪومت خالص ديني حڪومت هئي، ان ۾ دنياوي يا مادي مفاد کي ترجيح ڪونہ هئي.

انهن ماڻهن وٽ بہ رستا هيا. هڪڙو اهو تہ جيترو ٿي سگهي تہ حڪومت ۾ اهم عهدا ۽ ڪم هٿ ڪجن تہ جيئن پنهنجي مرضي ۽

لالچ کي پورو ڪري سگهجي. جيڪڏهن ائين نہ ٿي سگهي تہ حڪومت جي نظام ۾ خلل وجهڻ جي ڪوشش ڪجي ۽ حڪومت خلاف ڪم ڪجي. شام جا خزانا هميشه انهن ماڻهن جي اکين جي سامهون نقد رقم ۽ عهدن جي واعدن جي خوبصورت شڪل ۾ سامهون ايندا رهندا هيا ۽ انهن جي لالچي دلين کي پاڻ ڏانهن ڪشش ڪندا هيا. اهوئي سبب آهي تہ جڏهن ڪوفين امام حسين عليہ السلام کي ڪوفي اچڻ جي دعوت ڏني ۽ امام حسين عليہ السلام ڪوفي ڏانهن وڃڻ لاءِ روانا ٿيا تہ ڪوفي سندن پهچڻ کان اڳ ئي وڪامجي ويا.

## موت جو رڻ پٽ

قافلي اڃا ٻن يا ٽن منزلن جي مفاصلي کان وڌيڪ رستو طئي ڪونہ ڪيو هيو تہ انهن بني اسد قبيلي جي ٻن ماڻهن کي ڏٺو جن کان امام حسين عليہ السلام ڪوفي جي حالتن بابت پڇا ڪئي. حضرت مسلم جي اڳ موڪليل اطلاع مطابق ٿيڻ تہ ائين کپندو هيو تہ اهي ماڻهو اهو ٻڌائين تہ ڪوفي جا ماڻهو ٽولن جا ٽولا ٿي هنن جي استقبال جي لاءِ گڏ بيٺا آهن ۽ خوشي ۾ اهڙا گيت ڳائي رهيا آهن جيڪي بني نجار جون ڇوڪريون سندن ناني سائين جي مديني پاڪ ۾ تشريف آوري جي موقعي تي جهومي جهومي ڳائي رهيون هيون: مگر افسوس تہ معاملو ان جي ابتڙ نڪتو. انهن امام حسين عليہ السلام جي سوال جي جواب ۾ عرض ڪيو:

"الله پاڪ توهان تي رحم فرمائي، اسان کي سڀ ڪجهہ معلوم آهي. سيني جي آڏو بيان ڪريون يا اڪيلائي ۾!"

امام حسين عليہ السلام پنهنجن اصحابن ڏانهن نهاريو ۽ فرمايو "مان هنن ماڻهن کان ڪائي ڳالهہ لڪل ڪونہ رکندو آهيان."

انهن بيان ڪيو "اي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا ٻچڙا. ماڻهن جون دليون تہ توهان سان گڏ آهن پر انهن جون تلوارون اوهان جي خلاف آهن. توهان موٽي وڃو."

ان کان پوءِ حضرت مسلم رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ حضرت هاني رضي الله تعاليٰ عنہ جي قتل جي خبر ٻڌايائون. اها خبر ٻڌي قافلي وارن

تي ڏک واري ماٺ ڇانئجي وئي ۽ ان کان پوءِ عورتن جي روڄ راڙي ۽ سيني ساهين جي روئڻ جو آواز بلند ٿيو. ان بربٽ ۾ هڪڙو ماتم برپا ٿي ويو.

جڏهن روئڻ جو آواز ڪجهه گهٽيو تہ امام حسين عليہ السلام گهريو تہ پنهنجن ساٿين کي موڪلائي ڇڏين ليڪن حضرت عقيل رضي الله تعاليٰ عنہ جو پٽ اٿيو ۽ وڏي آواز ۾ چيائين:

"خداجو قسم! اسان هرگز موٽي ڪونہ ويندا سين جيستائين پنهنجي خون جو بدلو ڪونہ وٺنداسين يا شهادت جو اهوئي پيالو پيئنداسين جيڪو اسان جي پي مسلم (رضي الله تعاليٰ عنہ) پيتو ۽ سڀ قتل ٿي ويندا سين."

امام حسين عليہ السلام انهن پنهي واٿهڙن ڏانهن جن موٽي وڃڻ جي همدردي واري صلاح ڏني هئي، نظر ڪئي ۽ ڏکويل پر فيصلي ڪرڻ واري انداز ۾ فرمايو:

"زندگي انهن (حضرات مسلم ۽ هاني رضوان الله تعاليٰ عنهم) کان پوءِ سٺي نٿي لڳي." تقدير ائين ڪيو ۽ موٽي ڪونہ ويا.

## حُر سان ملاقات

انهن واٿهڙن کان احوال معلوم ڪرڻ کان پوءِ قافلي وارن هلڻ ۾ جلدي ڪونہ ڪئي پر سڄو ڏينهن ۽ رات جي ڪجھ حصي تائين اتي ترسي پيا. جڏهن صبح ٿيڻ وارو هيو تہ امام حسين عليہ السلام جوانن ۽ غلامن کي فرمايو تہ پاڻي گهڻي مقدار ۾ کڻن. پاڻي ڀرڻ کان پوءِ پنهنجي منزل ڏانهن هلڻ شروع ڪيائون. سٺ هجري پورو ٿيو ۽ 61 هجري شروع ٿيو. محرم جي پهرين تاريخ اچي وئي. باقي ٿورو پنڌ طئي ڪرڻو هيو ليڪن انهن جي دل ۾ پڪو شڪ هيو تہ قافلي کي هڪ خوفناڪ انجام سان مقابلو ڪرڻو آهي. امام حسين عليہ السلام ائين پسند نہ ڪيو تہ انهن ماڻهن کان جيڪي شايد دنيا جي مال جي لالچ ۾ ساڻن گڏجي پيا هجن، ڪجهہ ڳجهو رکن. انهي ڪري پنهنجن اصحابن کي مخاطب ٿي فرمايائون:

"اسان کي نهايت خراب خبر ملي آهي. مسلم بن عقيل ۽ هاني بن

عروه رضوان الله تعاليٰ عنهم قتل ٿي ويا ۽ اسان جي مدد جو واعدو ڪرڻ وارن اسان کي ڇڏي ڏنو هاڻي توهان مان به جن جي دل چوي موٽي وڃي. ان تي ڪنهن به قسم جي پابندي ڪونه آهي.“

پاڻي ناهِ پنڌ گهڻو اڳيان رائو رڳي رڃ،
متان ڪا مري اڄ، ڏئي پاراتو پنهل کي.

ڳوڻاٽا عرب ڪانئن ساڄي ۽ کاٻي ٽڙي پکڙي ويا ۽ فقط سندن خاندان وارا ۽ اهي اصحابي جيڪي حجاز کان ساڻن گڏ آيا هيا باقي رهجي ويا. قافلو وري خاموشي سان پنهنجي واٽ تي هلي پيو. ائين پئي لڳو ڄڻ بي اختيار پنهنجي موت ڏانهن وڃي رهيا آهن. ڪجهه وقت پنڌ ڪرڻ کان پوءِ قافلي جي هڪڙي ماڻهوءَ پري کان هڪڙي شئي کي ڏٺو ۽ خيال ڪيائين ته کجي جا وڻ آهن. سڀني قافلي وارن الله اڪبر جو نعرو هنيو ۽ پاڻ ۾ چوڻ لڳا ته ٿوري دير لاءِ کجي جي وڻن جي ڇانو ۾ آرام ڪنداسين. امام حسين عليہ السلام اصحابين کان پڇا ڪئي ته تڪبير جو نعرو ڇو هنيو ويو؟

انهن جواب ڏنو ته کجي جا وڻ ڏٺا آهن. جڏهن ته ٻئي ماڻهوءَ جيڪو رستي بابت چڱي ڄاڻ رکندڙ هيو آواز ڏنائين ۽ چيائين: ”خدا جو قسم! انهي رستي ۾ ميوات جا وڻ ڪونه آهن. منهنجو خيال آهي ته جيڪو ڪجهه توهان ڏسو ٿا اهو گهوڙن جي ڪنن ۽ نيزن کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه آهي.“ امام حسين عليہ السلام ٿوري دير غور ڪيو ۽ پوءِ فرمايو ”خدا جو قسم! مان به اهوئي ٿو ڏسان.“

ان وقت قافلي وارن تي ماٺ ڇانئجي وئي ۽ عورتن جي آهن ۽ ائن جي آوازن کان سواءِ ٻئي ڪنهن به قسم جو ڪڙڪو ڪونه هيو. ائين ٿي معلوم ٿيو ته ڏکويل ماڻهن جي ان جماعت مٿان جيڪا نهايت پڪي ارادي سان آهستي آهستي پنهنجي دردناڪ انجام ڏانهن وڌندي پئي وئي، موت لامارا ڏئي رهيو آهي ۽ ان ڳالهه جو اميدوار آهي ته هڪڙي جاءِ تي گڏ ٿين ته انهن جو ڪم تمام ڪري ڇڏي!

منجهند جو هوا سخت گرم هئي ۽ امام حسين عليہ السلام پنهنجن اصحابن کي ذي حسم جبل ڏانهن وٺي ويا ۽ انن کي ويهاري

چڙهيو. ان وقت تمام گهڻي متي اڏاٽي ۽ معلوم ٿيو ته هڪڙو لشڪر اچي رهيو آهي. فوج ويجهو آئي ته معلوم ٿيو ته حر بن يزيد رياحي هزار سوارن سان قادسيه کان اچي رهيو آهي. جيڪو پاڻي ساڻ کنيو هئائون اهو ختم ٿي ويو آهي. اڃ کان لشڪر اڌمئو ٿي رهيو آهي. اڃ کان جانورن جوبه حال برو هيو.

امام حسين عليه السلام پنهنجن جوانن کي حڪم ڏنو ته هڪدم اڃايلن کي پاڻي پياريو. انسانن ۽ جانورن سڀني کي ڍو ڪرايو. ڪوبه اڃايل نه رهي. حڪم جي دير هئي ۽ آخري پساهه کڻندڙ فوج کي پاڻي پيارڻ شروع ٿي ويا. مشڪن جو منهن کولي ڇڏيائون. انن تي لڏيل پکالون خالي ٿيڻ لڳيون. هڪ هزار سوارن ۽ جانورن کي پاڻي پيارڻ ڪا مذاق ڪونه هئي.

حُر ۽ ان جا ساٿي حسين عليه السلام جي پيش قدمي کي روڪڻ لاءِ آيا هيا. ٻڌو هئائون ته هزارن جو لشڪر حسين عليه السلام سان گڏ ڪوفي طرف وڌي رهيو آهي. آڳرين تي ڳڻڻ جيترن ماڻهن کي ڏسي دنگ رهجي ويا. وري حسين عليه السلام جنهن دريادلي سان اڃايلن جي خدمت ڪئي هئي ان جي خيال کان لشڪر وارن جون زبانون گونگيون ٿي ويون هيون. بهرحال حر کان معلوم ٿيو ته لشڪر سان گڏ ڪوفي جي امير ابن زياد جي طرفان امام حسين عليه السلام وٽ آيو آهي ته جيئن ان ظالم جو هن مضمون وارو پيغام پهچائي:

”مون کي حڪم مليو آهي ته توهان کي زياد جي پٽ وٽ وٺي وڃان يا توهان سان سختي سان پيش اچان ۽ توهان کي پنهنجي جاءِ تان هٽڻ نه ڏيان.“

امام حسين عليه السلام فرمايو ته پوءِ مان توسان جنگ ڪندس ۽ انهي ڳالهه کان ڊڄ ته منهنجي قتل سبب تون بدبخت ٿي وينديں. امام حسين عليه السلام هلڻ جي تياري ڪئي ليڪن حر انهن جو رستو روڪيو. امام حسين عليه السلام معلوم ڪيو ته تون ڇا ٿو چاهين؟

حُر جواب ڏنو ته مون کي اهو حڪم ڪونه آهي ته مان اوهان سان جنگ ڪريان پر اهو حڪم آهي ته جيستائين توهان کي ڪوفي نه

پهچايان توهان کان الڳ نہ ٿيان. جيڪڏهن توهان ڪوفي نٿا هلو تہ اهڙو رستو وٺو جيڪو نہ ڪوفي ويندو هجي ۽ نہ مديني پاڪ تہ جيئن مان ابن زياد کي خط لکان ۽ توهان بہ يزيد کي خط لکو. شايد خدا ائين ڪري جنهن ۾ منهنجي ڀلائي هجي ۽ توهان سان مون کي ڪو واسطو نہ رهي.

امام حسين عليہ السلام انهن خطن کي جيڪي ڪوفين انهن ڏانهن موڪليا هيا کولي ڏيکاريائون.

ڪوفين ڪاغذ لکيو وچ وجهي الله،
اسين تابع تنهنجا، تون اسان جو شاهہ
هيڪر هيڏي آءُ، تہ تخت تابيني تنهنجي.

ان کان پوءِ امام حسين عليہ السلام انهن ماڻهن ڏانهن جيڪي ان لشڪر سان گڏ آيا هيا ڏٺائون ۽ فرمايائون:

"توهان جا خط ۽ ايلچي مون وٽ آيا تہ توهان منهنجي بيعت ڪئي آهي. جيڪڏهن توهان پنهنجي بيعت تي قائم آهيو تہ هدايت جي واٽ سان فيضياب ٿيندو ۽ جيڪڏهن توهان پنهنجي عهد کي ٽوڙي ڇڏيو آهي ۽ منهنجي بيعت کان ڦري ويا آهيو تہ الله سائين مون کي توهان کان بي نياز فرمائيندو. خدا جو قسم! توهان اهڙي حرڪت منهنجي والد صاحب ۽ ڀاءُ عليهم السلام ۽ سوٽ مسلم رضي الله تعاليٰ عنہ سان بہ ڪئي ۽ جيڪو ماڻهو پنهنجي اقرار کي ٽوڙي ٿو تہ ان جو نقصان ان کي ئي ٿيندو آهي ۽ مون کي الله تعاليٰ توهان کان بي نياز ڪري ڇڏيندو."

جڏهن حر اهي ڳالهيون ٻڌيون تہ پنهنجو ڪنڌ نهايت عاجزي مان جهڪائي ڇڏيو ۽ خدا پاڪ کان دعا گهري تہ امام حسين عليہ السلام سان وڙهڻ کان بچائي. ابن زياد کي خط لکيائين تہ ڇا تون اجازت ڏين ٿو تہ امام حسين عليہ السلام جتان آيو آهي اوڏانهن واپس هليو وڃي.

# ڪربلا

## ڪربلا جي واقعي جو تاريخي پس منظر

حق ۽ باطل هر دور ۾ معرڪه آرا رهيا آهن. باطل سدائين پنهنجا مهانڊا بدلائي، حق جي مقابلي لاءِ ايندو رهيو آهي ۽ حق وارا هر زماني ۾ باطل جي حملن کي رد ڪندا رهيا آهن، جنهن جو هڪڙو نمونو ڪربلا جو واقعو آهي. انهي واقعي ۾ به باطل وارن گهٽيون بي بنياد تاويلون پيدا ڪري ان واقعي جي عظمت ۽ همه گيري کي گهٽائڻ جون ڪوششون ضرور ڪيون آهن.

هر واقعي، هر جهڳڙي، هر لڙائي ۽ هر ڪشمڪش جو ڪونه ڪو پس منظر هوندو آهي. جيڪو به واقعو ٿيندو يا لڙائي، جهڳڙو عمل ۾ ايندو ته يقيني طور ان جي بنياد ۾ ڪونه ڪو ڳجهو راز يا معاملو لڪل هوندو. ۽ اهو واقعو يا لڙائي ان معاملي جي سلسلي جي ڪڙي يا نتيجو هوندو.

ڪربلا جو واقعو جيڪو نه رڳو اسلامي تاريخ جو پر انساني عالمي تاريخ جو به هڪڙو عظيم ۽ ڏکوئيندڙ واقعو آهي، ان جي پس منظر ۾ اها حقيقت لڪل آهي ته جهڙي طرح هر نبي، هر پيغمبر ۽ هر رسول هن ڌرتي تي تبليغ جو مقدس فرض نڀائڻ آيو ۽ ان کي خداوندي حڪم هيو ته اهو پنهنجي جنم ڀومي ۾ هدايت جو ڏيئو ٻاري، اهڙي طرح اسلام جو پيغمبر حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم به اسلام کي پکيڙڻ ۽ خداوندي احڪام جي تبليغ ڪرڻ لاءِ رسول ٿي آيا. پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جنهن دور ۾ هن دنيا ۾ تشريف کڻي آيا اهو جاهليت جو زمانو هيو ۽ ان کي عام الفيل جي

نالي سان ياد ڪيو ويندو هيو. ان دور ۾ هر طرف ڪفر جي اونداهي ۽ شرڪ جو غلبو پڪڙيل هيا، ۽ هر طرف جهالت جون ڏياتيون ٻري رهيون هيون. ان وقت ظاهري طور تبليغ ڪرڻ جي گهٽي ضرورت هئي پر شروع ۾ نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڪلي عام تبليغ ڪونہ ڪئي. ڪين شڪست نہ کائڻ واري ساٿي ۽ طاقت، ۽ پنهنجي وجودي نور جي ٽڪڙي جو انتظار هيو. پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اهو سوچي رهيا هيا تہ تبليغ شروع ڪريان تہ ايتري طاقت سان شروع ڪريان جو ان ۾ رنڊڪ نہ اچي. ان لاءِ اهڙو ڪردار پيش ڪريان جو ڪنهن بہ موقعي تي اهو چئي سگهان تہ جيڪڏهن منهنجي هڪ هٿ تي سج ۽ ٻئي هٿ تي چنڊ لاهي رکيو وڃي يا دنيا جو اڌ سون جو ۽ اڌ چاندي جو ناهي ڏنو وڃي تہ بہ حق جي تبليغ کان قدم نہ هٽائيندس.

جنهن وقت جو انتظار هيو اهو اچي ويو. حضرت علي عليہ السلام دنيا ۾ اچي ويا ۽ پنهنجي وقت جي ٻارن کان وڌيڪ طاقت ۽ سمجهہ سان وڏا ٿيندا رهيا. پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي يقين ٿي ويو تہ الله جي شير (اسدالله) ۾ تلوار هلائڻ جي مهارت بہ اچي وئي آهي. الله تعاليٰ طرفان حڪم اچي ويو ”انذر عشيرتڪ الاقربين.“ پنهنجن ويجهن مائٽن کان تبليغ شروع ڪر.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم خداوندي حڪم جي ميجتا ۾ هڪڙي دعوت جو انتظام ڪيو جنهن ۾ پنهنجن ويجهڙن مائٽن کي گهرايائون. سيني گڏ ٿيل مائٽن جي آڏو حق جي تبليغ ڪيائون ۽ انهن کي جهالت جي ڪمن کان تنبيهہ ڪيائون. پاڻ ڪريمن اعلان ڪيو تہ ڪير آهي جيڪو هن ڪم ۾ منهنجو مددگار ٿيندو ۽ وزير هوندو. سندن ڳالهين تي وڏو گوڙ ٿي ويو ۽ سندن مائٽ مخالفت ۽ تنقيد ڪرڻ لڳا، پر حضرت علي عليہ السلام نوجواني عمر هوندي اٿي بيٺا ۽ اعلان ڪيائون تہ مان مددگار ۽ وزير ٿيڻ جي لاءِ حاضر آهيان. ان وقت تائين پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو نور رسالت اڪيلو تبليغ جي ڪم کي سرانجام ڪري رهيو هيو.

هاڻي امامت جو نور بہ اسلام جي خدمت لاءِ گڏجي پيو. نور جا ٻئي ٽڪرا هڪ ٿي ويا. تاريخ ان اسلامي دعوت کي "ذوالعشيره" جي نالي سان ياد ڪري ٿي.

اسلامي تبليغ جي فرض جي ادائگي زور پڪڙيندي وئي ۽ ايتري طاقت حاصل ڪيائين جو دنيا دنگ رهجي وئي. ائين رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ ان جي وصي ۽ امام المتقين علي عليہ السلام خلاف مخالف ماڻهن جي دلين ۾ دشمني بہ وڌندي رهي. حضرت علي عليہ السلام اسلام جي تحفظ لاءِ دفاعي جهاد ڪيا، ۽ بدر، احد، خندق ۽ خيبر جي لڙاين ۾ پنهنجا جوهر ڏيکاريا. حضرت علي عليہ السلام جو مقابلو ڪرڻ لاءِ اسلام جي دشمنن ۾ اهڙي ڪا طاقت ڪونہ هئي جيڪا سندن تلوار جي سامهون بيهي سگهي. آخرڪار هزارين ڪافر ۽ مشرڪ آڻ مڃي اسلام جي حلقي ۾ داخل ٿي ويا. پر تاريخ شاهد آهي تہ انهن لڙاين جي نتيجي ۾ اسلام قبول ڪرڻ وارن مان ڪيترن دلي طور اسلام قبول ڪونہ ڪيو هيو ۽ حقيقي طور ايمان جو مزو ڪونہ چکيو هئائون. اهڙا ماڻهو اسلامي لڏي ۾ شامل ٿيڻ جي سعادت حاصل ٿيڻ جي نتيجي ۾ شڪريو ادائي ڪرڻ بجاءِ انتقام وٺڻ جي سوچ ۽ سازش ۾ رڌل رهيا. جن انهن کي اسلامي حلقي ۾ داخل ڪيو هيو انهن کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا. صرف بنواميہ جي ڪردار جو جائزو ورتو وڃي تہ معلوم ٿي ويندو تہ اسلامي حلقي ۾ اچڻ جي باوجود انهن ۾ جيڪي جذبا موجود هيا اهي ساڳيا جذبا هيا جيڪي بدر ۽ احد جي لڙائي ۾ ظاهر ٿيا هيا ۽ پوءِ جنگ جمل ۽ جنگ صفين ۾ ظاهر ٿيا.

تاريخ شاهد آهي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وفات کان پوءِ صفين جي لڙائي تائين جيڪي حالتون رهيون انهن ۾ سياسي چالبازين جو رنگ شامل هيو ۽ وقت بہ وقت عملي طور ظاهر بہ ٿيندا رهيا. انتقامي جذبا اڀرندا رهيا. تلوارون هلنديون رهيون. هزارين ديندار ماڻهن کي موت جي حوالي ڪيو ويو. پوءِ اهو ظاهر ڪونہ ٿي سگهيو تہ اهو سڀ ڪجهہ ڇاجي لاءِ ٿي رهيو آهي. ليڪن حضرت

علي عليہ السلام جي شهادت کان پوءِ لڪل جذبا ظاهر ٿي ويا. جيڪي ڳالهيون دلين ۾ لڪائي رکيل هيون اهي زبان تي اچي ويون ۽ سياسي چالبازن جا پول پڌرا ٿي ويا. يزيد بن معاويہ اقتدار تي قابض ٿي ويو. ان تخت ۽ تاج سنڀالڻ سان ئي نسلي انتقامي جذبن کي عمل ۽ زبان سان ظاهر ڪيو. چٽن لفظن ۾ چيائين:

لست من خندف ان لم انتقمہ     من بني احمد ماڪان فعل

(مونکي بنو خندف مان نہ سمجهيو وڃي، جيڪڏهن مان اولادِ محمّد (بني احمد) کان ان جي ڪئي جو پورو پورو بدلو نہ وٺي ڇڏيان.)

امام حسن عليہ السلام جي وقت جي حالتن موجب جنگ ممڪن ڪونہ هئي، انهيءَ ڪري پاڻ صلح ڪيائون پر امام حسين عليہ السلام جي لاءِ صلح ڪرڻ ممڪن ڪونہ هيو انهيءَ ڪري پاڻ جهاد ڪيائون. ٻنهي امامن جي زماني جون حالتون تمام گهڻو مختلف هيون. امام حسن عليہ السلام جي سامهون سياسي ۽ سازشي معاويہ طرفان رڳو خلافت تان هٿ ڪڻڻ جو سوال هيو بيعت جو سوال ڪونہ هيو ان ڪري امام حسن عليہ السلام پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سيرت تي عمل ڪري رتوڇاڻ ۽ جنگ جي ڀيٽ ۾ صلح ڪرڻ کي ترجيح ڏنائون تہ جيئن امن امان درهم برهم نہ ٿئي، ۽ مسلمانن جو سڪون قائم رهي. جڏهن تہ امام حسين عليہ السلام جي سامهون هڪ فاسق ۽ فاجر، ظالم ۽ جابر حڪمران جي ناپاڪ هٿن تي بيعت ڪرڻ جو سوال هيو. انهيءَ مطابق امام حسين عليہ السلام حالتن جو جائزو ورتو ۽ اسلام کي خطري ۾ ڏسي، يزيد جي بيعت جي مطالبي کي سختي سان ٺڪرائي ڇڏيائون ۽ جهاد ڪرڻ کي ترجيح ڏنائون. ۽ امام حسين عليہ السلام انهيءَ ئي انداز سان جنگ ڪئي. ڪربلا جي واقعي کان پوءِ ڪنهن بہ حڪومتي حڪمران (اموي ۽ عباسي) آلِ رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ڪنهن بہ دور ۾ بيعت جو مطالبو ڪونہ ڪيو.

امام حسين عليہ السلام ڪربلا جي ميدان ۾ پنهنجن عزيزترين دوستن، مائٽن ۽ اولاد جي جانين جو نذرانو پيش ڪري پاڻ کان پوءِ

ايندڙ هر امام جي امامت کي، رسول الله جي رسالت کي ۽ الله تعاليٰ جي ڪبريائي کي نقصان پهچڻ نه ڏنو.

## نينوا

حُر جي لشڪر کي پاڻي پيارڻ ۽ ان کان حقيقت حال معلوم ٿيڻ تائين ڏينهن جي روشني ختم ٿي اونداهي جي چادر پکڙجي چڪي هئي. اها رات امام حسين عليہ السلام جي اصحابن ۽ حر جي لشڪر اتي گذاري. صبح ٿيو ته امام حسين عليہ السلام قادسيہ جي رستي سان ڪاهي پاسي روانا ٿيا.

جڏهن امام حسين عليہ السلام جي اچڻ جي خبر ڪوفي ۾ مشهور ٿي وئي ته شهر جي ماڻهن مان چار ماڻهو سندن مدد لاءِ نڪتا. ها، صرف چار ماڻهو! حر گهريو ته انهن کي روڪي ليڪن امام حسين عليہ السلام فرمايو ته انهن ماڻهن جي طرفان مان اهڙوئي مقابلو ڪندس جهڙو پنهنجي سر لاءِ ڪيان ها. انهي ڪري حر مجبور ٿي انهن کي اچڻ کان ڪون روڪيو.

امام حسين عليہ السلام انهن کان ڪوفي جي ماڻهن جو حال پڇيو. انهن بيان ڪيو ته ڪوفي جي سردارن وڏيون وڏيون رشوتون ورتيون آهن ۽ انهن جا کيسا ڀرجي ويا آهن. انهي ڪري توهان سان وڙهڻ لاءِ گڏ ٿي ويا آهن. ان کان پوءِ امام حسين عليہ السلام جي سفير حضرت مسلم بن عقيل رضي الله تعاليٰ عنہ تي جيڪي مصيبتون آيون هيون ساڻن بيان ڪيائون. امام حسين عليہ السلام پنهنجا ڳوڙها روڪي نہ سگهيا ۽ قرآن پاڪ جي هي آيت تلاوت فرمائي. ترجمو:

"انهن مان ڪجهہ اهڙا آهن جيڪي حياتيءَ جو مدو پورو ڪري چڪا آهن ۽ ڪجهہ اهڙا آهن جيڪي مدو پورو ٿيڻ جي انتظار ۾ آهن ۽ انهن پنهنجي نقطہ نظر ۾ ذري برابر بہ تبديلي ڪون ڪئي آهي.

(سورت احزاب آيت 23)

امام حسين عليہ السلام پوءِ ماٺ ٿي ويا ۽ سر جهڪائي ڇڏيائون ۽ اها رات انتظار ۾ گذاري. جڏهن صبح ٿيو ۽ امام حسين عليہ السلام فجر جي نماز ادا ڪئي تہ پنهنجن اصحابن کي ڪاهي پاسي هلڻ جو

حڪم ڪيائون. حر سختي سان انهن کي ڪوفي ڏانهن موٽائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو ۽ قافلو لاڳيتو ڪاہي پاسي وڃي رهيو هيو ايستائين جو نينوا جي بيابان ۾ پهتا. ان وقت هڪڙو سوار ڪوفي جي طرف کان ظاهر ٿيو ۽ هن مضمون جو خط حر کي آڻي ڏنائين.

"جنهن وقت توکي منهنجو خط ملي حسين (عليہ السلام) تي سختي ڪرڻ شروع ڪري ڇڏجان ۽ ان کي سواءِ ان بيابان جي جيڪو پاڻي ۽ پاڇولي کان خالي هجي ڪنهن ہي جاءِ تي نہ لاهجان. مون پنهنجي قاصد کي حڪم ڏنو آهي تہ تنهنجي چوڪسي ڪندو رهي ۽ مون کي انهي حڪم، جيڪو مون توکي ڏنو آهي، جي تعميل جو اطلاع ڏئي."

## ڪربلا

حُر امام حسين عليہ السلام جي عظمت جو قائل هوندي بہ دنيادار ماڻهو هيو. اهو پنهنجي مستقبل جي خيال کان ابن زياد جي مخالفت نٿي ڪري سگهيو. هزارين مجبورين ۽ لاچارين جي باوجود ان لاءِ ابن زياد جي حڪم جي بجا آوري ڪرڻ لازمي هئي. ان جي دل گهريو ٿي تہ امام حسين عليہ السلام کي ڪربلا جي ميدان ڏانهن وڌڻ کان روڪي ڇڏي چوتہ هي اها ئي جاءِ هئي جنهن طرف ابن زياد انهن کي وٺي وڃڻ ٿي گهريو. حر پنهنجي دل تي پٿر رکي اڳتي وڌڻ ڏنو. قاصد بہ پنهنجي راضپي جو اظهار ڪيو ۽ قافلو وڌندو رهيو.

حُر جو لشڪر انهن کي انهي دوزخي رستي تي آڻي تيزي سان اڳتي وڌي ويو. هاڻي امام حسين عليہ السلام لاءِ ڪربلا ڏانهن وڃڻ کان سواءِ ٻيو ڪوئي چارو ڪونہ هيو. هاڻي اهي دشمن جي چنبي ۾ هيا.

2 محرم سن 61 هجري جي ڏينهن امام حسين عليہ السلام ۽ ان جا ساٿي هلندا هلندا هڪڙي اهڙي ماڳ تي اچي پهتا جنهن جي پرسان ڪجهہ آبادي هئي. سندن گهوڙو اتي بيهي رهيو ۽ گهڻي ڪوشش کان پوءِ بہ گهوڙو اتان اڳتي وڌڻ کان نابري واري بيهي رهيو. امام حسين عليہ السلام اتي موجود ماڻهن کان پڇيو هن ماڳ جو نالو ڪهڙو آهي. انهن جواب ڏنو تہ هن کي شط العرب چوندا آهن. امام حسين عليہ

السلام فرمايو هن جو پيوءَ کو نالو آهي. انهن ماڻهن چيو تہ حضرت هن ماڳ جو پيو نالو معلوم ڪرڻ کان سواءِ ئي هتان اڳتي هليا ويو. امام حسين عليہ السلام جي گهڻي اسرار ڪرڻ تي انهن ماڻهن ٻڌايو تہ هن ماڳ کي ”ڪربلا“ بہ چوندا آهن. اهو ٻڌڻ سان امام حسين عليہ السلام روئڻهارڪا ٿي ويا ۽ فرمايو تہ خدا جو قسم! هي سرزمين منهنجي لاءِ ڪرب ۽ بي چيني واري ثابت ٿيندي.

امام حسين عليہ السلام اتي موجود ماڻهن کي ٻڌايو تہ هي اها ئي سرزمين آهي جنهن جي مٽي جبرائيل عليہ سلام منهنجي ناني سائين وٽ کڻي آيو هيو ۽ چيو هئائين تہ ان ڌرتي تي منهنجي شهادت ٿيندي ۽ ان ئي مٽي ۾ مون کي دفن ڪيو ويندو.

## عباس علمدار عليہ السلام طرفان خيما کوڙڻ

امام حسين عليہ السلام سيني قافلي وارن کي حڪم ڪيو تہ اتي لهي پون. ان کان پوءِ حضرت عباس علمدار عليہ السلام کي فرمايائون تہ خيمن کوڙڻ جو بندوبست ڪري. پهريائين فرات ندي جي ڪناري پرسان خيما کوڙيا ويا پر حر جنهن کي پهريان کان ئي حڪم هيو تہ حسين (عليہ السلام) کي اهڙي جاءِ تي لاهي جتي پاڻي جو نالو نشان نہ هجي، اهو اعتراض ڪرڻ لڳو ۽ فرات ندي ۽ امام حسين عليہ السلام جي قافلي جي وچ ۾ لشڪر وٺي آيو. حضرت عباس علمدار عليہ السلام جڏهن اها گستاخي ڏٺي تہ جوش ۾ اچي ويو. ليڪن امام حسين عليہ السلام ان کي صبر ڪرڻ جي تلقين ڪئي ۽ ان جي ڪاوڙ کي ٺڏو ڪيائين. پوءِ خيما ٻئي هنڌ ڪناري کان ڪجهہ پري کوڙيا ويا.

## زمين جي خريداري ۽ وصيت

امام حسين عليہ السلام پاڪ بيبين سڳورين کي دلاسا ڏئي خيمن کان ٻاهر آيا. نينوا جي ماڻهن سان ملاقات ۾ انهن سان پنهنجين حالتن جو ذڪر ڪيائون. انهن کي پنهنجي شهادت ۽ سادات کان ڦرلٽ ڪرڻ وارين اذيتن جو يقين ڏياري انهن کان زمين جو ڪجهہ

ٽڪرو خريد ڪرڻ جو ارادو ظاهر ڪيائون. زمين جي مالڪن کان زمين خريد ڪري انهن کي ئي وقف ڪري هيٺين وصيت ڪيائون:

1. جڏهن اسان قتل ٿي وڃون تہ اسان جي لاشن کي دفن ڪجو. الڳ الڳ قبرون ٺاهي نہ سگهوتہ اسان جي لاشن کي هڪڙي ئي قبر ۾ دفن ڪري ڇڏجو.
2. جتي اسان جو قبرون ٺاهيون وڃن ان جي پرسان پوکي راهي نہ ڪجو.
3. اسان جي قبرن جي زيارت لاءِ جيڪي ماڻهو اچن انهن کي اسان جي قبرن جا نشان ٻڌائجو.
4. اسان جي زيارت لاءِ اچڻ وارن جي ٽي راتيون ۽ ڏينهن مهماني ڪجو.

مردن کي وصيت ڪرڻ کان پوءِ انهن جي عورتن سان مخاطب ٿيا. انهن کي تاڪيد ڪيائون تہ توهان جا مرد حڪمران جي خوف کان اسان جي لاشن کي دفن ڪرڻ کان ڊڄن تہ انهن کي غيرت جو جذبو ڏياري توهان ئي اسان جي لاشن کي مٽي ۾ دفن ڪري ڇڏجو.

## عمرو بن سعد ڪربلا ۾

ابن زياد کي جڏهن خبر ملي تہ امام حسين عليہ السلام مديني مان هجرت ڪري ڪوفين جي دعوت تي ڪوفي ڏانهن هلندا پنهنجن اهلبيت حضرات ۽ اصحابن سان ڪربلا پهچي چڪا آهن ۽ يزيد جي بيعت ڪرڻ کان انڪار ڪري رهيا آهن تہ ان عمرو بن سعد کي طلب ڪيو جيڪو ان وقت عجم ۾ ايران طرف فوجي مهم تي هيو. عمرو بن سعد کي جنهن وقت پيغام مليو اهو ان وقت چار هزار فوجين سان گڏ "حمام اعين" جي مقام تي ترسيل هيو. عمرو بن سعد کي پيغام مليو تہ واپس اچي حسين (عليہ السلام) جيڪو يزيد جي بيعت کان انڪار ڪري رهيو آهي ان سان ڪربلا جي ميدان تي مقابلو ڪري، پهريائين ان کان يزيد جي بيعت جو مطالبو ڪري انڪار ڪرڻ جي صورت ۾ ان کي سندن ساٿين سان گڏ قتل ڪري انهن جا سر يزيد وٽ پيش ڪري.

تاريخي روايتن ۾ ملي ٿو تہ ابن زياد عمرو بن سعد کي عجم جي مهم

تي روانو ڪرڻ وقت ”ري“ جي علائقي تي ڏهہ سالن لاءِ حڪومت ڪرڻ جو پروانو ڏنو هيو. عمرو بن سعد پهريائين امام حسين عليہ السلام خلاف چڙهائي ڪرڻ کان ڪجهہ ٽال مٽول ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. پر ابن زياد ان کي تنبيهہ ڪئي تہ جيڪڏهن ان کي ”ري“ جي حڪومت گهرجي تہ ان کان پهريائين ان مهم کي سر ڪرڻو پوندو.

عمرو بن سعد سوچ ويچار ڪرڻ لاءِ ابن زياد کان هڪڙي رات جي مهلت وٺي گهر آيو. اتي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جا اصحابي بہ لڪي ڇپي پهتا ۽ ابن سعد کي سمجهائڻ لڳا تہ امام حسين عليہ السلام خلاف چڙهائي ڪرڻ کان انڪار ڪري، پر بدبختي خوش بختي مٿان چڙهت ڪري وئي ۽ بن سعد ”ري“ جي حڪومت حاصل ڪرڻ جي لالچ ۾ امام حسين عليہ السلام خلاف چڙهائي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو.

صبح جو ابن سعد گهران نڪري ابن زياد جي دربار ۾ اچي پهتو ۽ ان کي چيائين تہ اهو ”ري“ جي حڪومت جي بدلي ۾ حسين (عليہ السلام) خلاف چڙهائي ڪري ان کي قتل ڪرڻ لاءِ راضي آهي ۽ حسين (عليہ السلام) کي قتل ڪري يزيد جي خوشنودي حاصل ڪندو.

## غازي عباس عليہ السلام غلاميءَ جي لباس ۾

جيئن حضرت علي عليہ السلام حضرت محمّد مصطفيٰ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ٻانهپ جو دم ڀريندا هيا ۽ اعلان ڪندا هيا ”انا عبد من عبيد محمّد“. مان حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي غلامن مان هڪڙو غلام آهيان؛ ائين حضرت عباس علمدار عليہ السلام بہ حضرت امام حسين عليہ السلام جي غلامن مان هڪڙو غلام هجڻ جو دم ڀريندا رهندا هيا.

پيارؤ! عبد انهي غلام کي چوندا آهن، جيڪو ”لزمہ ولم يفارقہ“ جي مصداق ڪنهن وقت بہ ساٿ نہ ڇڏي ۽ صحيح غلامي جو دم ڀرڻ وارو هجي. ”عبيد“ ان جو جمع آهي يعني گهڻا غلام. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونہ آهي تہ حضرت علي عليہ السلام ۽ غازي عباس علمدار عليہ السلام غلامي (عبديت) جي حقي مفهوم مطابق عمل ڪيو. تاريخ جي جهولي ۾ اهڙي ڪابہ وقت جي گهڙي ڪونہ آهي

جنهن* لاءِ اهو چيو ويجي ٿو ته انهن حضرات پنهنجي آقا ۽ ممدوح سان ساڻ نه نڀايو هجي. هر حال ۾، چاهي ڏک هجي يا سختيون هجن، غلامي جي ذميواري سان مضبوطي سان ٻڌل رهيا ۽ فخر مان چوندا رهيا "مان آقا جو غلام آهيان". رڳو زبان سان ڪونه چوندا هيا پر عملي طور به ان کي ثابت ڪندا رهيا.

تاريخ شاهد آهي ته ڪربلا ۾ پهچڻ کان پوءِ ٻئي ڏينهن تي امام حسين عليه السلام طرفان عمرو بن سعد کي پيغام پهچايو ويو ته توسان ڪجهه ڳالهائڻو آهي. رات جي وقت مون سان مل ۽ منهنجي ڳالهه ٻڌ. عمرو بن سعد پنهنجن ڪجهه سپاهين سان گڏ لشڪر مان نڪري آيو جڏهن ته امام حسين عليه السلام پنهنجي ڀاءُ غازي عباس عليه السلام ۽ پٽ علي اڪبر عليه السلام سان گڏ ملاقات لاءِ اڳتي وڌيا. عمرو بن سعد جڏهن اهو ڏٺو ته ان پنهنجن سپاهين کي پوئتي هٽائي ڇڏيو ۽ ان سان صرف ان جو پٽ حمص ۽ غلام لاحق باقي گڏ رهيا.

امام حسين عليه السلام جڏهن ڏٺو ته عمرو سيني فوجين کي پوئتي هٽائي ڇڏيو آهي ۽ صرف پٽ ۽ غلام کي گڏ رکيو اٿس ته امام حسين عليه السلام اڪيلي سر ان سان ملڻ لاءِ اڳتي وڌيا. حضرت علي اڪبر عليه السلام پاڻ مرادو امام حسين عليه السلام جي پنيان وڃڻ لڳا. غازي عباس علمدار عليه السلام حضرت علي اڪبر عليه السلام کي ويندي ڏٺو ته اهي به گڏ هلڻ لڳا. امام حسين عليه السلام فرمايو "ادا! مونکي اڪيلو وڃڻ ڏيو. توهان جي گڏ هجڻ ڪري اهو ٺهي نه ويجي." غازي عباس عليه السلام عرض ڪيو "آقا! جڏهن ان جو غلام لاحق ان سان گڏ آهي ته پوءِ اوهان جو غلام عباس (عليه السلام) توهان سان ساڻ ڇونه هجي." مطلب ته غلام جي جاءِ تي غازي عباس عليه السلام امام حسين عليه السلام سان گڏ رهيا.

انهيءَ جي باوجود ته غازي عباس علمدار عليه السلام امام حسين عليه السلام جا ڀاءُ هيا پر پاڻ ڪڏهن به امام حسين عليه السلام کي ڀاءُ (ادا) چئي مخاطب ڪونه ٿيا پر ادب ۽ تعظيم ڪري سدائين امام حسين عليه السلام کي "آقا" يا "مولا" چئي مخاطب ٿيندا هيا. ايتري

تائين جو ڪربلا جي ميدان ۾ آخري پساهن وقت بہ امام حسين عليہ السلام کي آقا چوندا رهيا. اهوئي سبب آهي تہ وقت جو شاعر امام حسين عليہ السلام جي زباني هيئنئن چوڻ لاءِ مجبور ٿي ويو:

اپنے کو غلام اور مجھے آقا سے سمجھے،
اس تیری وفا پہ ہوں میں قربان علمدار.
اک بار تو بھائی مجھے کہہ کے پکارو،
رہ نہ جائے دل میں مرے ارمان علمدار.

## علمداري جو مرتبو

عَلم، لِوا، جهنڊا، جهنڊو، نشان وغيره مختلف زبانن جا هم معنيٰ لفظ آهن، جيڪي تقريبن هڪڙي ئي مطلب لاءِ استعمال ٿيندا آهن. باقي اها ٻي ڳالهہ آهي تہ موقعي مناسبت سان انهن جي اصل مفهوم ۾ اختلاف هجي. ان جو استعمال قديم زماني کان هلندو پيو اچي. ان جو پهريون استعمال ان موقعي تي ٿيو جڏهن هابيل بن حضرت آدم عليہ السلام جي قتل ڪري حضرت شيث عليہ السلام ۽ قابيل جي وچ ۾ مقابلو ٿيو. ان کان علاوه اهو حضرت ابراهيم عليہ السلام جو يادگار بہ آهي. تاريخ ۾ آهي "العلم هي لواء وضعها خليل الرحمان في العالم". نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جيئن تہ "دينِ ابراهيم" کي زنده ڪرڻ لاءِ موڪليا ويا هيا، انهيءَ ڪري پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن بہ ابراهيمي يادگار کي قائم رکيو هيو. لڙاين ۾ مسلمان مجاهدن لاءِ انهيءَ کي نشاني بڻايو ويو هيو.

اها بہ مڃيل تاريخي حقيقت آهي تہ دنيا جون سڀئي قومون پنهنجن قومي نشانن ۽ جهنڊن کي خاص عزت ۽ احترام جو حقدار سمجهنديون آهن. لشڪر جي اڳواٽي دوران بہ انهيءَ ڳالهہ تي زور ڏنو ويندو آهي تہ قومي نشان جي عزت ۽ حرمت کي نظر ۾ رکيو وڃي. انهيءَ جو مطلب تہ قومي نشان نہ صرف قومي امتياز جو ذريعو آهي پر اصل ۾ اهو قومي عروج ۽ زوال جو صحيح ترجمان هوندو آهي. بهادر ۽ غيرتمند قومون ان کي پنهنجي جان کان بہ وڌيڪ پيارو سمجهنديون

آهن.بائيبل مان بہ معلوم ٿو ٿئي تہ جڏهن بني اسرائيل وارا مصر مان نڪتا هياتہ انهن جا مختلف قبيلا رڻن پٽن ۾ پنهنجين آبادين (ڪئمپن) پرسان جهنڊو کوڙيندا هيا. ڪولمبس بہ جڏهن آمريڪا ڳولي لڌو هيوتہ سمنڊ ڪناري تي جهنڊو کوڙيو هئائين.

اسلام جي نفاذ کان اڳ واري دور ۾ بہ عرب قبيلن ۾ جهنڊي جو هجڻ مڃيل حقيقت آهي. هر قبيلو پنهنجي پنهنجي جهنڊي (علم) جي چوڌاري گڏ ٿيندو هيو. جاهليت واري زماني جي مشهور شاعر زهير بن حباب ڪلبي، جنهن 150 سالن جي ڄمار ۾ 500ع ۾ وفات ڪئي، جو هيٺيون بيت جهنڊي (علم) جي قدامت جو شاهد آهي:-

فانا حيث لا يخفي عليڪم ليوث حين يحتضر اللواء

(دنيا وارو! توهان جي لاءِ اها نئين ڳالھ ڪونہ آهي تہ اسان جڏهن جنگ جي ميدان ۾ پنهنجي قبيلي جو ”جهنڊو“ (علم) ڏسندا آهيون تہ دشمن مٿان مڇريل شينهن وانگر حملو ڪندا آهيون.)

## حضرت عباس عليہ السلام جي علمداري

حضرت عباس علمدار عليہ السلام جون خدمتون سڀني شهيدن کان نمايان ۽ اهم آهن. ان کان علاوه سندس خاصيتن مان خاص خصوصيت اها آهي تہ پاڻ ”هاشمين جو چنڊ“ (قمر بني هاشم) هيا. جيئن علي عليہ السلام جو والد سڳورو حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ ”بطحا جو چنڊ“ (قمرالبطحا). حضورجن جا والد سڳورا حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنہ ”حرم جو چنڊ“ (قمرالحرم) ۽ حضرت علي عليہ السلام ”امامت جو چنڊ“ (قمرِ امامت) هيا. اهڙي طرح حضرت عباس علمدار عليہ السلام بہ ”هاشمين جو چنڊ“ (قمر بني هاشم) هيا.

توڙي جو تاريخ مان اهو واضح ڪونہ ٿو ٿئي تہ 60 هجري کان اڳ ۾ حضرت عباس عليہ السلام کي علمداري جو مرتبو ڪڏهن عطا ڪيو ويو هيو پر واقعا ظاهر ڪن ٿا تہ ڪين اهو مرتبو ٻاراڻي ڄمار کان ئي مليل ويو هيو. مختلف جنگين ۾ سندن موجود هجڻ ۽ خاص طور تي صفين

واري لڙائي ۾ پنهنجا جوهر ڏيکارڻ جڏهن ته سندن عمر صرف يارهن ورهيه هئي، انهي ڳالهه جي نشاندهي ڪن ٿا ته پاڻ علمداري ڪئي هوندائون. خاص طور تي انهن لڙاين ۾ جن لڙاين ۾ حضرت امام حسين عليه السلام به شرڪت ڪئي هوندي. بهرحال سندن علمداري ان وقت کان ميچيل حقيقت آهي جڏهن مديني کان روانگي تي ۽ پاڻ پنهنجي آقا ۽ ڀاءُ جي ننڍڙي مجاهد جٿي جي آڏو علم کنيون هلندا پئي ويا.

ڪربلا پهچڻ کان پوءِ علمداري جا جيترا به موقعا سامهون آيا امام عليه السلام جي نظرِ انتخاب ان ئي بهادر تي پئي. ڪربلا جي هولناڪ جنگ ۾ حضرت عباس عليه السلام جهڙو بهادر ئي مستقل علمدار رهيو. جنهن جو نالو اڄ تائين دنيا احترام سان وٺي ٿي ۽ قيامت تائين احترام سان ياد ڪيو ويندو.

ڪربلا جي ميدان ۾ امام حسين عليه السلام پنهنجي ڀيڻ حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها جي مشوري سان حضرت عباس عليه السلام کي علمداري لاءِ چونڊيو. حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها پنهنجي ڀاءُ عباس عليه السلام جي پيشاني کي چميو ۽ علم ان جي حوالي ڪيو.

”ادا! هن علم جي وقار کي قائم رکجانءِ.“

هوڏانهن امام حسين عليه السلام جو ننڍڙو مجاهد جٿو علم ۽ علم بردار جي انتظار ۾ بيقرار هيو. سڀني کي خبر هئي ته امام حسين عليه السلام کي پنهنجي ڀيڻ سان تمام گهڻو پيار آهي. اهي فاطمه ثاني آهن. خير ۽ برڪت جي هر ڪم ۾ امام عليه السلام ان سان صلاح مشورو ضرور ڪندا آهن. علم برداري جي لاءِ به ان پاڻ عباس عليه السلام جو نالو تجويز ڪيو هيو.

ايتري ۾ عباس عليه السلام علم سنڀاليون آهستڙي آهستڙي قدم کڻندا ٻاهر اچي ويا. ماڻهو ڏسندي ئي دنگ رهجي ويا، ائين لڳي رهيو هيو ته خود شيرِ خدا حضرت علي عليه السلام علم کنيون هلندا پيا اچن. چهري تي انتهائي جلال، اکين ۾ ڳاڙهيون تندون رت ۾ ٻڏل تلوارن وانگر چڪيل هيون. ماڻهو ان کي ”هاشمين جو چنڊ“ چوندا

هيا. سائو جهنڊو هڪڙي ڊگهي وڻ وانگر لڏي رهيو هيو. ان جي پاڇي ۾ علي عليہ السلام جو لال فخر مان سر تاڻيون بيٺو هيو. چهري جي نور کان سج جون اکيون بہ چنجهيون ٿي رهيون هيون. جهنڊي جو هڪڙو هڪڙو گهنج ڪوثر جي لهرن جي ياد تازي ڪرائي رهيو هيو. معصوم سڪينہ وڏي اهم راز جي ڳالهہ ڪئي.

"اڄ علم کي ڏسي اڄ ختم ٿي وڃي ٿي."

حضرت عباس علمدار عليہ السلام سيني مجاهدن جا سردار هيا. ڪوئي بہ بهادر اهڙو نظر نٿو اچي جيڪو حضرت عباس علمدار عليہ السلام کان دليري ۽ همت ۾ وڌيڪ حيثيت رکندو هجي. پاڻ امام حسين عليہ السلام جي لشڪر جا علمدار هيا. ظاهر آهي تہ جيڪو علمدار هوندو آهي، ان کي لشڪر جي ٻين مجاهدن کان وڌيڪ فضيلت حاصل هوندي آهي. امام حسين عليہ السلام لشڪر جو سڀ کان وڏو ۽ مرڪزي "عَلَم" حضرت عباس عليہ السلام جي حوالي ڪيو هيو.

حضرت عباس عليہ السلام اهڙي شان ۽ مان سان علمداري ڪئي جهڙي شان سان حضرت علي عليہ السلام ۽ حضرت جعفر طيار رضي الله تعاليٰ عنہ اسلامي لشڪرن جي علمداري ڪئي هئي. تاريخ شاهد آهي تہ اهي مڙئي صفتون جيڪي هڪڙي علمدار ۾ هجڻ گهرجن، حضرت عباس عليہ السلام انهن مڙني خوبين جو مجموعو هيو. علمدار جي لاءِ سڀ کان وڏي خوبي اها آهي تہ اهو دلير، همت وارو ۽ بي ڊپو هجي. اهو علم جي حفاظت ڪرڻ ۽ علم جو وقار بلند رکڻ لاءِ هر قرباني ڏيڻ لاءِ تيار هجي. دنيا شاهد آهي تہ احد جي لڙائي ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو علم حضرت علي عليہ السلام جي هٿن ۾ هيو. انهن جي هٿ جي ڪارائي پڃي پئي ليڪن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم علم ڪنهن ٻئي کي ڪونہ ڏنو پر علي عليہ السلام ئي علم کي بلند ڪيون رهيا. اهڙي طرح حضرت جعفر طيار رضي الله تعاليٰ عنہ جا ٻئي هٿ ڪپجي ويا پر اسلام جي جهنڊي کي هيٺ ڪرڻ ڪونہ ڏنائون ۽ ان کي سيني سان لڳائي بلند ڪيون رهيا. پنهنجي بزرگن جي سنت تي عمل ڪندي ۽ انهن جي روايتن جو

مان رکندي حضرت عباس عليہ السلام بہ ڪربلا جي ميدان ۾ پنهنجي زندگي جي آخري گهڙيءَ تائين علم کي بلند رکيون آيا. سندن ٻانهون ڪپجي ويون پر اسلام جي جهنڊي کي سيني سان لائي اپو رکيون آيا ۽ ڪرڻ ڪونہ ڏنائون.

## مجاهدين اسلام ۾ عباس علمدار جي حيثيت

هر مجاهد مجاهد ٿي هوندو آهي. هر شهيد شهيد آهي. ليڪن انهن ۾ بہ درجا آهن. بدر ۽ احد جي لڙاين ۾ شهيد ٿيڻ وارا، خندق ۽ خيبر ۾ شهيد ٿيڻ وارا، جنگِ موتہ ۽ ٻين جهادن ۾ جان جي قرباني ڏيڻ وارا يقيني طور شهيد آهن. قرآن شريف ۾ ڄاڻايل فرمان مطابق الله تعاليٰ وٽ جاوداني حياتي ماڻي رزق حاصل ڪندا رهن ٿا ۽ آرام سان گذاري رهيا آهن. پر انهن شهيدن ۾ سيدالشهداء حضرت حمزه رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ جنت ۾ پرن سان اڏرڻ واري حضرت جعفر طيار رضي الله تعاليٰ عنہ جو درجو ۽ مقام ڪجهہ الڳ آهي. ليڪن يقين ڪرڻ گهرجي تہ حضرت امام حسين عليہ السلام آڳرين تي ڳڻڻ جيترن جانثارن جي ڪربلا جي ميدان ۾ قرباني پيش ڪري انهن کي دنيا جي مڙني شهيدن کان مٿانهون درجو ڏياري ڇڏيو آهي. پاڻ وري وري فرمايائون تہ خدا جو قسم! منهنجن اصحابن جهڙا اصحابي نہ منهنجي ناني سائين کي نصيب ٿيا ۽ نہ بابي سائين کي نصيب ٿيا. ان جي وڌيڪ تصديق امام جعفر صادق عليہ السلام جي هن قول مان ٿئي ٿي. ”انتم سادت الشهداء في الدنيا والاخره“ اي ڪربلا جا شهيدو! توهان دنيا ۽ آخرت ۾ سموري جهان جي شهيدن جا سردار آهيو.

دنيا ۾ وڏا وڏا شهيد گذريا آهن، ڪيتريون ئي هستيون شهادت جو درجو ماڻي چڪيون آهن. انهن جا ڪارناما ۽ انهن جي شهادت جا احوال ٻڌو ۽ پڙهو تہ لڱ ڪانڊارجي وڃن ٿا. مگر، الله الله! ڪربلا جا شهيد هڪڙو منفرد مقام رکن ٿا:

شہیدان حسین کو جو دیں تشبیہہ کس سے دیں،
کہاں سے ڈھونڈھ کر لائیں مثال ان بیمثالوں کی.

امام حسين عليہ السلام جي ساٿين جنهن دليري ۽ بهادري سان جانيون قربان ڪيون ۽ ڪيترن ڏينهن تائين اڃيو ۽ بکيو رهڻ جي باوجود شهادت جي جنهن جذبي جو مظاهرو ڪيو اهو ٻئي هنڌ مشڪل سان نظر ايندو. ننڍڙا ٻار، نوجوان، ٻڍڙا سيني ۾ هڪجهڙو جذبو موجود هيو. هڪ طرف هزارن جي تعداد ۾ يزيدي فوجي جيڪي عيش و عشرت جي نشي ۾ مست هيا تہ ٻئي طرف آڱرين تي ڳڻڻ جيترا مجاهد جن ۾ ٻار، نوجوان، بيمار ۽ ڪراڙا بہ شامل هيا ۽ ڪيترن ڏينهن جا اڃيا ۽ بکيا هيا. تڏهن تہ شاعر چئي ويٺو:

حوصلا تھا یہ جوانانِ حسینؑ کا فقط،
ورنہ لاکھوں سے بہتر کی لڑائی کیسی۔

## ڪربلا جي ڌرتيءَ شهيدان حق

دنيا جي تاريخ ۾ شهادت جو پيالو پيئڻ وارن جي ڪوٺ ڪونہ رهي آهي. بلڪ خاص ڪري ڌرتيءَ جي هن ٽڪري تي جنهن کي ڪنهن زماني ۾ ”بابل“ ۽ ”نينوا“ جي نالن سان سڏيو ويندو هيو ۽ اڄ ”ڪربلا“ جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو امام حسين عليہ السلام جي شهادت کان اڳ خدا جي ڪيترن ئي نيڪ ٻانهن جو رت وهي چڪو آهي. مگر انهن جو ذڪر ائين منجهي ويو جڻ اهي حادثا ڪڏهن واقع ئي ڪونہ ٿيا هيا. اهي واقعا ايترو تہ وسري ويا جو ذهن جي ڪنهن بہ گوشي ۾ محفوظ رهي ڪونہ سگهيا. زبان تي ذڪر آڻڻ يا انهن جي ياد ملهائڻ جو تہ سوال ئي ٻيو آهي.

دراصل واقعن ۾ جيتري اهميت ۽ جاذبيت هوندي آهي، انهن جو اثر بہ ايتروئي گهرو هوندو آهي، ۽ انهن جي عمر بہ ايتري ئي وڏي ويندي آهي. ڪڏهن اهڙن قصن ۽ واقعن جو ذڪر ڪرڻ، ٻڌڻ ۽ ٻڌائڻ جي آزادي هوندي آهي، پر پوءِ بہ اهي گهٽي عرصي تائين هلي ڪونہ سگهندا آهن، ۽ ڪڏهن ڪنهن واقعي يا قصي جي ذڪر ڪرڻ تي هزارين پابنديون مڙهيون وينديون آهن، سختيون ڪيون وينديون آهن پر پوءِ بہ عام خلق جي زبان تي دائمي حياتي ماڻي وٺندا آهن، ۽ هرزماني ۽ هر دور ۾ انهن جو ذڪر ٿيندو رهندو آهي.

حضرت آدم عليہ السلام هابيل جي قتل تي پاڻ بہ وڏو ڏک ۽ روڄ راڙو ڪيو. تاريخ ٻڌائي ٿي تہ پاڻ هڪڙو مرثيو چيائون ۽ حضرت شيث عليہ السلام کي وصيت ڪيائون تہ ان کي ياد ڪري ۽ ٻين ماڻهن تائين پهچائي تہ جيئن اها ڳالهہ ميراث جي حيثيت ۾ نقل ٿيندي رهي ۽ ماڻهو ٻڌندا ۽ روئيندا رهن. حضرت آدم عليہ السلام جي هدايت موجب ان جي اولاد نسل در نسل، جيئن مشهور آهي، انهيءَ مرثيي کي هڪٻئي تائين پهچائيندا رهيا. ايستائين جو انهي مرثيي يعرب بن قحطان تائين پهچندي سرياني ٻولي مان عربي ٻوليءَ جو لباس اوڍي ورتو. هاڻي صرف ڪتابن ۾ باقي آهي. ليڪن ڪربلا جي شهيدن نينوا ۾ واريءَ جي دڙن تي پنهنجي رت سان ڪجهہ اهڙيون تصويرون ٺاهيون جن جي چٽسالي دنيا کي پنهنجو ديوانو بڻائي ڇڏيو آهي. لڪائڻ ۽ مٽائڻ جي ڪوشش جي باوجود يزيديت ڪامياب تہ ڇا ٿي پر خود فنا ٿي وئي. جڏهن تہ حسينيت زنده ۽ پائنده رهي يادگار ٿي وئي. جيئن جيئن زمانو گذرندو ويو، حسيني جانثارن جي وفا جا نقش اڀرندا رهيا ۽ انهن جي ڪردار جي چهري جو رنگ اڃا وڌيڪ دلڪش ٿيندو ويو.

ڳڻپ ۾ تہ ڪربلا جا شهيد 32 سوار ۽ 40 پيادا نظر اچن ٿا، پر جڏهن غور ڪيو وڃي تہ سوار بہ عجيب تہ پيادا بہ نرالا نظر اچن ٿا. حسيني مجاهدن جي سوارن ۾ اهڙن ننڍڙي عمر وارن ٻارن جوبہ شمار آهي جيڪي پاڻ گهوڙي تي سوار بہ ڪونہ ٿي ٿي سگهيا، پر انهن کي سهارو ڏئي سوار ڪيو پئي ويو. جڏهن تہ پيادن مجاهدن ۾ اهڙا معصوم بہ آهن جيڪي بهادريءَ سان تڙپي تلوار جو وار بنا ڪنهن هٻڪ جي پنهنجن هٿن سان روڪين ٿا. اڃا هڪڙو مجاهد باقي آهي! عقل سوچڻ کان دنگ رهجي وڃي ٿو تہ ان کي ڪهڙي درجي ۾ ڳڻائي. پيادل چوي يا سوار، ڇوتہ اهو پنهنجي امڙ سائڻ جي جهوليءَ مان پنهنجي بابي سائين جي نبل هٿڙن ۾ ٿو اچي، کير ۽ پاڻي جي بدلي تير جو ڏڪ کائي پنهنجي اڃ اجهائي ٿو.

ڪربلا جي شهيدن تي اسان جون جانيون قربان ٿين، جيڪي

پنهنجي بي مثال وفاداريءَ جي سبب مڙني حق پرستن جي محبت جو مرڪز ٿي ويا آهن، جن لاءِ خدا جي حبيب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ہچڙي پنهنجي خطاب ۾ چٽي نموني اعلان ڪيوتہ مون کي پنهنجن اصحابن کان زياده وفادار ۽ وڌيڪ سٺو اصحابي نظر ئي نٿو اچي.

دنيا جي تاريخ تي نظر وجهبي تہ حقيقت چٽي ڏينهن وانگر پڌري ٿي ويندي ۽ انسانذات شاهدي ڏيندي تہ واقعي امام حسين عليہ السلام جي اصحابن يعني ڪربلا جي شهيدن جهڙا اصحابي ڪنهن کي بہ ڪونہ ملي سگهيا. انهيءَ ۾ تہ ڪو شڪ ڪونہ آهي تہ ڪجهہ کي تہ ڪجهہ سٺا مليا پر ڪنهن کي بہ امام حسين عليہ السلام وانگر سمورا اصحابي سٺا ڪونہ مليا. حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي گرفتار ڪرائڻ واري حواري (اصحابي) جو ذڪر موجود آهي. صرف هڪڙي رات جي اندر ان تي ٽي دفعا شڪ ڪرڻ واري جو ذڪر بہ موجود آهي. خود نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن بہ ڪجهہ موقعن تي سندن فيصلن تي اعتراض ڪيو هيو جن لاءِ قرآن شريف ۾ آيل آيتون موجود آهن. حضرت علي عليہ السلام کي تہ تمنا رهجي وئي، ڪاش! 40 همت ڀريا اصحابي ملي وڃن ها. امام حسن عليہ السلام کي تہ اهڙن اصحابين سان واسطو پيو جن خود امام حسن عليہ السلام تي حملو ڪيو. ليڪن اها تاريخي حقيقت آهي تہ امام حسين عليہ السلام جا اصحابي خير ۽ وفا ۾ سيني کان گوءِ کٽي ويا. شاعر سچ چيو آهي:

شہیدان حسینی کو جو دیں تشبیہ تو کس سے دیں،
کہاں سے ڈھونڈھ کر لائیں مثال ان بے مثالوں کی۔

## غازي عباس عليہ السلام جو پاڻي لاءِ وڃڻ

صفين جي لڙائي وقت جڏهن معاويہ پاڻي تي قبضو ڪري مسلمان لشڪر لاءِ پاڻي کڻڻ تي بندش وڌي هئي تہ ان موقعي تي حضرت علي عليہ السلام جي لشڪر لاءِ پاڻي جي حاصلات لاءِ امام حسين عليہ السلام روانا ٿيا هيا. غازي عباس عليہ السلام ان وقت

پنهنجي آقا ۽ ڀاءُ امام حسين عليہ السلام سان سندس مددگار جي حيثيت ۾ گڏ هيا.

پاڻي جي بندش کي ٽوڙي ڪامياب ٿي جڏهن غازي عباس عليہ السلام امام حسين عليہ السلام سان واپس آيا تہ حضرت علي عليہ السلام سان پنهنجي لشڪر وارن جي اڄ ۽ تڪليف جو ذڪر ڪرڻ لڳا. حضرت علي عليہ السلام جي دل پرجي آئي ۽ ايندڙ زماني ۾ ڪربلا ۾ پيش ايندڙ واقعا سندن نظرن آڏو ڦرڻ لڳا. پاڻ عباس عليہ السلام کي سيني سان لڳائي فرمايائون:

”ٻچڙا! تون اڄ واري اڃ جي ڳالهہ تہ ڪرين، پر هڪڙو ڏينهن ايندو جڏهن توکي پنهنجن مٽن مائٽن ۽ دوست ساٿين سان گڏ ڪيترا ڏينهن اڃيو ۽ بکيو رهڻو پوندو ۽ نالي ۾ مسلمان سڏائيندڙ ظالم ڪفار جو لشڪر توهان کي بيدردي سان قتل ڪري شهيد ڪري ڇڏيندو.

ڪربلا ۾ امام حسين عليہ السلام جي خيمن کي نهر کا پري هٽايو ويو تہ ندي جي ڪناري تي يزيدي لشڪر قبضو ڪري ويٺو. جڏهن بہ امام حسين عليہ السلام جي اصحابن مان ڪو نهر تان پاڻي پرڻ ايندو هيو تہ يزيدي لشڪر جا سپاهي انهن کي ڪنهن نہ ڪنهن بهاني تنگ ڪندا هيا ۽ ڪوشش ڪندا هيا تہ اهي پاڻي کان محروم رهن. يزيدي لشڪر جي اها روش جاري رهي تہ امام حسين عليہ السلام پنهنجي ڀاءُ غازي عباس علمدار عليہ السلام کي حڪم ڏنو تہ ٽيهہ سوار ۽ اهڙا پيادل ماڻهو جن وٽ پاڻي پرڻ لاءِ کليون (مشڪون) هجن انهن کي ساڻ ڪري فرات ندي مان پاڻي پري اچن.

حضرت عباس علمدار عليہ السلام جنهن مڙسي، همت ۽ محنت سان امام حسين عليہ السلام جي اهل بيت ۽ ٻين لشڪر وارن لاءِ پاڻي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ جنهن مشڪل سان پاڻي حاصل ڪيو اها ڪنهن ٻئي جي وس جي ڳالهہ ڪونہ هئي. پاڻ انهيءَ لاءِ وڏيون ڪوششون ڪري ڪيترائي کوهہ بہ کوٽيا. انهيءَ ڪري کين ”سقايا“ جو لقب بہ مليو.

## پاڻيءَ جي مڪمل بندش

حقيقت اها آهي تہ امام حسين عليہ السلام ۽ سندن اصحابن ۽ عزيزن، ايتري تائين جو ٻارن تي پاڻي بند ڪرڻ جو بندوبست ٻي محرم تي ئي ٿي ويو هيو. انهيءَ خط ذريعي جيڪو ابن زياد، حر بن يزيد رياحيءَ ڏانهن موڪليو هيو ۽ جنهن ۾ صاف لکيل هو تہ حسين (عليہ السلام) سان سختي سان پيش اچو ۽ کين اهڙي جاءِ تي ترسڻ لاءِ مجبور ڪيو جتي پاڻي موجود نہ هجي. اهو حڪم لاڳو ڪرڻ ۾ ايترو بندوبست ڪيو ويو هيو جو قاصد کي اها هدايت ڪئي وئي هئي تہ اهو ان وقت تائين حر کان جدا نہ ٿئي جيستائين انهي حڪم جي پوئواري نہ ٿئي. اهڙيءَ طرح حُر امام عليہ السلام جي سامهون پنهنجي مجبوري ظاهر ڪري امام عليہ السلام کي ڪربلا ۾ اهڙي هنڌ ترسڻ لاءِ مجبور ڪيو جتي پاڻي ڪونہ هيو.

صورتحال اها هئي تہ امام حسين عليہ السلام جي عزيزن ۽ اصحابن جا تنبو نديءَ کان پري تتل واريءَ تي هيا. عرب جي رڻ پٽ جو سج سڄو ڏينهن پنهنجي پوري سگهہ سان انهن تنبن مٿان چمڪيو پئي. امام حسين عليہ السلام جا عزيز پرديدار بيبيون ۽ ننڍڙا ٻار بہ اس جي تپش جي سختي برداشت ڪري رهيا هيا. فرات ندي پرپرو هئي ۽ اُن تي دشمن جو مڪمل قبضو هيو.

عمرو بن سعد بہ پنهنجن فوجين سان گڏ ڪربلا ۾ پهچي ويو هيو ۽ هاڻي سموري فوج جي ڪمان عمرو بن سعد جي هٿ هيٺ هئي. ان کان پوءِ حُر جي ڪا خاص اهميت ڪونہ رهي ڇوتہ فوج عمرو بن سعد جي حڪم هيٺ هئي ۽ حُر جو ڪوبہ اختيار ڪونہ رهيو هيو. ستين محرم ئي اها خاص تاريخ هئي، جڏهن ابن زياد جو ٻيو خط پهتو جنهن ۾ عمرو بن سعد لاءِ حڪم ڏنل هيو تہ حسين (عليہ السلام) ۽ سندن اصحاب تي اهڙيءَ طرح پاڻي بند ڪريو جو انهن کي هڪڙو ڦڙو بہ پاڻي جو نہ ملي.

عمرو بن سعد اهو خط ڏسندي عمرو بن حجاج زبيديءَ کي پنج سَوَ سوارن جي فوج سان گڏ گهاٽ تي مقرر ڪري ڇڏيو ۽ کين اهو تاڪيد

ڪيائين ته حسيني تنبن تائين پاڻيءَ جو هڪڙو ڦڙو به پهچڻ نه ڏين. برير همداني جڏهن ڏٺو ته اڃ جي سختي ڪري ٻارن ۽ عورتن سان گڏ مجاهدين اسلام به گهڻو بيحال آهن ته ان امام حسين عليه السلام کي عرض ڪيو ته کيس اجازت ڏين ته ابن سعد وٽ وڃي پاڻي لاءِ ڳالهائي.

امام عليه السلام جي اجازت ملڻ سان برير همداني، ابن سعد وٽ ويو ۽ چيائين "تون ڪهڙو مسلمان آهين جو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي آل کي قتل ڪرڻ لاءِ تيار آهين. حيرت اها آهي ته هي فرات جو پاڻي آهي جنهن مان جانور به پاڻي پيئن ٿا. پر امام حسين عليه السلام ۽ سندن اهلبيت ۽ دوست جيڪي اڃ کان هلاڪ ٿي رهيا آهن. انهن تي پاڻي جي بندش آهي ۽ کين پاڻيءَ تائين پهچڻ نٿو ڏنو وڃي."

عمرو بن سعد ڏوهه جو اقرار ڪندي اهو عذر پيش ڪيو "چا ڪريان. جيڪڏهن ابن زياد جي حڪم جي خلاف ٿو ڪريان ته مون کان "ري" جي حڪومت هلي ويندي ۽ آئون "ري" جي حڪومت ڪنهن به طرح ڇڏي نٿو سگهان."

جڏهن اها سڄي حجت پوري ڪرڻ ۽ وعظ ۽ نصيحت جو انهيءَ ظالم ۽ بي رحم فوج تي ڪوبه اثر نه ٿيو ته امام حسين عليه السلام ۽ ساڻن گڏ هر ساٿي، ايتري تائين جو ننڍڙن ٻارڙن ۽ عورتن پنهنجي عمل سان ثابت ڪري ڇڏيو ته حق جي راهه تي سندن قيام ۽ ثابت قدمي ۽ استقلال ۾ ڪنهن تشدد ۽ ايذاء ڏيڻ سان ذري جيتري ڪمي نٿي ٿي سگهي. پاڻ اڃ جي سختيءَ جي تڪليف کي برداشت ڪيائون ۽ ٽن ڏينهن جي اڃ جي حالت ۾ جهاد جو فرض پوريءَ طرح ادا ڪرڻ سان گڏ شهادت جي آجيان ڪيائون.

## مصلحت جي آخري ڪوشش

امام حسين عليه السلام پنهنجي پلئه تي اهو داغ لڳڻ نٿي گهريو ته پاڻ مسلمانن ۾ رتوڇاڻ کي پسند ڪن ٿا. ان ڪري پاڻ حجت پوري ڪرڻ لاءِ هڪ دفعو وري پنهنجي طرفان صلح جي ڳالهه ٻولهه ڪرڻ جي ڪوشس ڪيائون. حضرت عمرو بن قرظه بن ڪعب انصاري کي

عمرو بن سعد ڏانهن موڪليائون تہ اج رات مون سان پنهي لشڪرن جي وچہ ملجانءِ. عمرو بن سعد رات جو مقرر جاءِ تي امام حسين عليہ السلام سان ملاقات ڪري ڳالهہ ٻولهہ ڪئي جيڪا ڪجھ وقت تائين جاري رهي، جنهن ڪان پوءِ امام حسين عليہ السلام پنهنجن تنبن ڏانهن موٽي آيا. اها سڄي ڳالهہ ٻولهہ راز ۾ هئي، رڳو اها خبر لڳي سگهي تہ امام حسين عليہ السلام انهي ڳالهہ تي راضي هيا تہ عراق ۾ رهڻ جو خيال ڇڏي ڪنهن ڏورانهين ۽ غير عرب علائقي ڏانهن هليا ويندا.

امام حسين عليہ السلام جي ڳالهين ڪان متاثر ٿيندي عمرو بن سعد صاف محيوتہ اوهين صلح جي واٽ تي هلي رهيا آهيو. عمرو بن سعد خوش ٿي ابن زياد کي خط لکيو تہ فتني جي باهہ ختم ٿي مسلمانن جي گڏ رهڻ جي صورت پيدا ٿي وئي آهي. پڇاڙيءَ ۾ ان پنهنجي راءِ لکي تہ هاڻي لڙائيءَ جو ڪو سبب ڪونہ آهي ۽ امام حسين عليہ السلام طرفان صلح لاءِ پيش ڪيل شرط مڃي اهو معاملو ختم ڪرڻ گهرجي.

چيو وڃي ٿو تہ ابن زياد بہ اها راءِ منظور ڪرڻ تي گهري ۽ پنهنجي خيال جو اظهار ڪيائين تہ عمرو بن سعد جو خط گهڻي خيرخواهي وارو آهي. شمر مڃرجي پيو ۽ چيائين تہ اهڙو موقعو هٿ آيو آهي جنهن کي ڇڏي ڏيڻ سنو ڪونہ آهي. حسين (عليہ السلام) اوهان جي وچهہ ۾ اچي ويو آهي، جيڪڏهن اج هليو ويو ۽ ان اوهان جي اطاعت اختيار نہ ڪئي تہ پوءِ ياد رکو تہ قوت ۽ عزت سندس حق ۾ هوندا ۽ ڪمزوري ۽ عاجزي اوهان جو مقدر ٿي ويندا. بيشڪ ڪيس غرمشروط طور تي هٿيار ڦٽا ڪرڻ ۽ اوهان جي سامهون ڪنڌ جهڪائڻ گهرجي. جيڪڏهن اوهين ڪيس سندس ڏوهہ جي سزا ۾ قتل ڪرڻ گهرو تہ اوهان کي ان جو حق آهي، جيڪڏهن معاف ڪري ڇڏيو تہ ان جوبہ اوهان کي اختيار آهي. باقي مون ٻڌو آهي تہ عمرو بن سعد سڄي رات حسين (عليہ السلام) سان ڳالهيون ڪندي ٿو گذاري.

شمر طرفان اها خوشامد واري، غيرت ڏياريندڙ فساد پيدا ڪندڙ ۽ فتنو پڙڪائيندڙ تقرير هئي جنهن هڪ پاسي تہ رعب ۽ دبدبو حاصل ڪرڻ ۽ ڪاميابي جي جذبي کي چوريو تہ ٻئي پاسي انانيت، غرور ۽

پاڻ پسڻ جي رڳ رڳ ۾ جنبش پيدا ڪئي. ان کان علاوه عمرو بن سعد خلاف ابن زياد جي دل ۾ بدگماني پيدا ٿي ۽ صلح صفائي جون اميدون خاڪ ۾ ملي ويون. ابن زياد شمر کي وڏو خير خواهه ۽ سچو صلاحڪار سمجهڻ لڳو ۽ عمرو بن سعد تي ڪاوڙ اچڻ لڳس تہ اهو وڙهڻ ويو هيو ۽ راتين جو ويهي دشمن سان ڳالهيون ٿو ڪري. اهو حسين (عليہ السلام) سان ملي ويو آهي، پوءِ اهڙي شخص کي لشڪر جو سردار ڇو بڻائجي.

ابن زياد خط ڏئي شمر کي ابن سعد ڏانهن موڪليو تہ جيئن ان جي طرز عمل جو تدارڪ ڪري ۽ حسين (عليہ السلام) سان هر قسم جي مصلحت واري ڳالهہ کي روڪي. خط ۾ لکيل هيو:

"مون توکي حسين (عليہ السلام) ڏانهن ان ڪري ڪونہ موڪليو آهي تہ ساڻس رعايت ڪرين يا معاملن کي اينگهہ ڏين. کيس زندگيءَ جون اميدون ڏيارين يا مون ڏانهن سندس سفارشون ڪرين. ڏس، جيڪڏهن حسين (عليہ السلام) ۽ سندس اصحاب منهنجي حڪم آڏو ڪنڌ جهڪائين ۽ پنهنجو پاڻ کي منهنجي رحم ۽ ڪرم تي ڇڏي ڏين تہ انهن کي خاموشي سان مون ڏانهن موڪلي ڏيو ۽ جيڪڏهن انڪار ڪن تہ مٿن حملو ڪريو. کين قتل ڪري ڇڏيو ۽ سندن سنڌ ۽ عضوا ڪپي ڇڏيو ڇوتہ اهي انهيءَ جا حقدار آهن.

اسلام جي نالي کي بدنام انسانيت جي پيشانيءَ کي لڄائيندڙ ۽ تاريخ کي سدائين لاءِ حيرانيءَ ۾ وجهندڙ اهي لفظ ڪنهن ٻئي جي باري ۾ نہ پر رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سڀ کان پياري ڏوهٽي امام حسين عليہ السلام لاءِ لکيا ويا هيا. ايتروئي نہ بلڪ اهو بہ لکيل هيو تہ جڏهن حسين (عليہ السلام) قتل ٿي وڃن تہ سندن سيني ۽ پٺيءَ کي گهوڙن جي سنبن سان لتاڙجو ڇوتہ اهو سلطنت جو باغي، مخالف ۽ ويري آهي. جيڪڏهن توهان هنن حڪمن جي پوئواري ڪئي تہ توهان کي ان جو معاوضو ڏنو ويندو جيڪو هڪ وفادار ۽ فرمانبردار کي ملڻ گهرجي. جيڪڏهن توهان کي اهو منظور نہ هجي تہ لشڪر جي سرداريءَ کي ڇڏي ڏيو ۽ اهو عهدو شمر جي حوالي ڪري ڇڏيو جنهن کي اسان پوريءَ طرح ضروري هدايتون ڏئي ڇڏيون آهن.

اهو تنبيهي حڪم نامو شمر هٿان عمرو بن سعد ڏانهن موڪليو ويو. هاڻي جنگ جو ٽرڻ اڻ ٽيٽي ڳالهه ٿي وئي. ڪمزور دل ۽ دنيا تي ساهه ڏيندڙ عمرو بن سعد ان وقت پنهنجي سيني دلي ڪيفيتن ۽ ضمير جي هدايتن کي وساري، دنيا جي وقتي اعزاز ۽ دٻدٻي جي لالچ ۾ سيني کان وڏو ڏوهه ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو ۽ شمر کي چيائين ته مان ئي اها مهم سر ڪندس. البت شمر کي پيادل فوج جو سربراهه مقرر ڪيائين.

## عباس علمدار عليہ السلام کي لالچائڻ جي ڪوشش

دنيا انهيءَ ڳالهه کان واقف آهي ته ابوالفصل عباس عليہ السلام پنهنجي ڀاءُ امام حسين عليہ السلام جو ساڄو هٿ هيو. امام حسين عليہ السلام کي ان تي حد کان وڌيڪ ڀروسو هيو. ڀهريائين به ڪيترا دفعا عباس عليہ السلام کي ضرح طرح جون لالچون ڏنيون ويون هيون ته اهو حسين (عليہ السلام) کي ڇڏي ڪوئي شاندار سرڪاري عهدو سنڀالي. مگر عباس عليہ السلام نفرت سان ان رشوت کي ٺڏي ڇڏيو هيو. ليڪن هاڻي معاملو ڪجهه ٻيو هيو. عباس عليہ السلام ٻارن ٻچن وارو هيو. ان وقت خيمن ۾ پاڻي جي قلت هئي جنهن ڪري سيني جو ساهه نڪري رهيو هيو.

شمر ذوالجوشن جو پورو نالو شرجيل بن عمرو بن معاويہ هيو ۽ اهو بني عامر بن صعصعہ ۾ آلِ وحيد ڪلابيءَ جي خاندان مان هيو. اهو انهيءَ نسبت سان عباس علمدار عليہ السلام جي امڙ ام البنين رضي الله تعاليٰ عنها جو ويجهو مائٽ هيو ۽ رشتي ۾ عباس عليہ السلام جو مامو ٿيندو هيو. انهي نازڪ گهڙيءَ ۾ ان آخري اٽڪل جو حربو استعمال ڪرڻ جو منصوبو ٺاهيو. اهو ڪوفي مان عباس عليہ السلام ۽ ان جي ٽنهي ڀائرن جعفر، عبدالله ۽ عثمان رضوان الله تعاليٰ عنهم لاءِ معافي ناما ڪٺي آيو هيو ته جيئن مناسب وقت تي انهن کي استعمال ڪري سگهي.

شمر قاصد ذريعي عباس عليہ السلام کي هڪڙو خط موڪليو. ان ۾ لکيل هيو:

"تون چاچي لاءِ هروڀرو پنهنجي پياري اهل وعيال جي جان خطري

۾ وجهي رهيو آهين. وجهه وٺي انهن کي ساڻ ڪري نڪري مون وٽ اچي وڃ. مان آرام سان توهان کي دمشق پهچائي ڇڏيندس، جتي دنيا جون نعمتون توهان جو انتظار ڪري رهيون آهن. تنهنجي ٽنهي ڀائرن جو به هڪدم انتظام ٿي ويندو. مون وٽ توهان سڀني لاءِ معافي ناما موجود آهن، پنهنجي ڀيڻ ڀاءُ جو خيال ڪريو ۽ هڪدم نڪري اچو. ڪائي گڙٻڙ ٿي ته پرواهه ڪونه آهي، اسان سڀ ڪجهه سنڀالي وٺنداسين."

خط پڙهي عباس علمدار عليه السلام ڪاوڙ جي جوش مان ڪنبڻ لڳو. دل گهريس ته قاصد تي ئي سڄي ڪاوڙ ڪڍي ڇڏي مگر ضبط ڪري ويو. خط جا پرزا پرزا ڪري ان جي منهن ۾ اڇلايائين ۽ چيائين:

"وڃ، پنهنجي آقا کي ٻڌاءِ ته عباس ابن علي (عليه السلام) توتي ۽ تنهنجي دولت تي ٿڪي به ڪونه ٿو. اسان چارئي امام حسين (عليه السلام) جا ڀائر نه پر غلام آهيون. ان جي قدمن ۾ جان ڏيڻ پنهنجي خوش قسمتي سمجهنداسين."

امام حسين عليه السلام کي خبر پئي ته عباس عليه السلام کي سڏ ڪري سمجهايائونس "عباس! ان توهان کي گهرايو آهي. توهان چارئي ڀائر وڃي ملي ته ڏسو. ان ۾ ڪوئي نقصان ڪونه آهي، شايد ڪائي بهتري جي صورت نڪري اچي. موقعي کي ڇو وڃائجي. اسان جي ڪري هليو وڃ پاڻ سان گڏ سڪينه کي به وٺي وڃ. جيڪڏهن ٿي سگهي ته عون ۽ محمد کي به پاڻ سان گڏ وٺي وڃ. اهو موقعو هٿ مان نه وڃاءِ."

عباس علمدار عليه السلام عرض ڪيو "آقا! اهو اسان کان ڪونه ٿيندو. اسان توهان جو اهو حڪم مڃڻ کان لاچار آهيون. اسان ڪنهن به حالت ۾ توهان جو ساٿ ڪونه ڇڏينداسين. عون، محمد ۽ سڪينه جون حياتيون بچائڻ جي لالچ به اسان کي ارادو مٽائڻ لاءِ تيار ڪري ڪونه سگهندي."

امام حسين عليه السلام فرمايو "چڱو ايترو ته ڪري ٿا سگهو هڪڙو دفعو وڃي ان سان ملي ڏسو. اهو جيڪو مون کي جواب ٿا ڏيو اهو شمر کي ٻڌائي اچو. منهنجي تمنا آهي، ان کي نه نڪرايو."

عباس علمدار عليه السلام ڏڪي ويو ۽ ڪنڌ جهڪائي ڇڏيائين. چارئي ڀائر گهوڙن تي سوار ٿيا ۽ دشمن جي ٽولي ڏانهن هليا ويا.

شمر خوشيءَ مان ٽپو ڏئي اٿيو. جيڪڏهن عباس کي پاڻ سان ملائي وياسين تہ باقي ماڻهن ۾ ڪيترو دم آهي. حسين (عليہ السلام) بلڪل اڪيلو رهجي ويندو. جڏهن حسين (عليہ السلام) جي انهن ياڻرن کي دربار مان انعام ۽ اڪرام ملندا تہ ماڻهن جي دلين ۾ حسين (عليہ السلام) ۽ ان جي خاندان جي باري ۾ جيڪا عقيدت آهي، ان جي چمڪ دمڪ وسامي ويندي. مگر جڏهن انهن چٺني کي معافي ناما ڏنا وياتہ ڦاڙي ڦٽي ڪيائون.

## هڪ رات جي مهلت

محرم جي انين تاريخ جو ڏينهن گذريو ۽ نائين تاريخ جي بيچين ڪندڙ رات رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڏوهٽي جي سلامتيءَ جي دعا لاءِ ڪربلا ۾ چانڊوڪيءَ جو مصلو وڇائي ڇڏيو.

خميس نائين محرم جي اچا شام بہ نہ ٿي هئي تہ امام حسين عليہ السلام تي حملو ڪيو ويو. اهو حملو بنا ڪنهن اڳواٽ اطلاع جي هو. امام حسين عليہ السلام ٽيپهري (عصر) جي نماز کان پوءِ تنبوءَ جي دروازي تي تلوار کي ٽيڪ ڏئي گوڏن تي مٿو رکي ويٺا هيا. ڪجهہ اڄ ڪري ساٽائي طاري هين ڪجهہ ٿڪاوٽ جي ڪري سندن اک لڳي وئي. اوچتو حملو ٿي ويو ابن سعد ڪمان ۾ تير چڪي آلِ رسول جي خيمن ڏانهن اڇلايو ۽ رڙ ڪري چيائين: ”ياڻرو شاهد ٿجو پهريون تير مون ئي اڇلايو آهي.“

گهوڙن جي سنبن سان ڪربلا جو ميدان ڏڪڻ لڳو. فوج جون رڙيون ٻڌي حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها گهبرائجي پردي کان ٻاهر آيون ۽ امام حسين عليہ السلام سان مخاطب ٿي چيائين تہ ڏسو دشمن جي فوجين جا آواز ويجها ٿي رهيا آهن. امام حسين عليہ السلام چرڪ ڀري اکيون کوليون ۽ ڪنڌ مٿي کڻي فرمايو ”مون هينئر خواب ۾ ناني سائين رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ڏٺو پاڻ مون کي فرمايائون تہ توهان جلدي اسان وٽ ايندا ۽ اسان توهان جو انتظار ڪري رهيا آهيون.“

اوچتي حملي ڪري حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها گهڻو پريشان هيون، وري امام حسين عليہ السلام اهو خواب ٻڌايو تہ ڏاڍو بيچين ٿي ويون ۽ ٻنهي هٿن سان منهن ۽ مٿي تي ڏڪ هنيائون.

امام حسين عليہ السلام ڀيڻ کي دلاسو ڏيندي فرمايو "ادي، صبر ڪر هي هوش وڃائڻ جو وقت ڪونہ آهي. خدا مالڪ آهي."

حضرت زينب سلام الله تعاليٰ منهن لڪائي روئڻ لڳي. ايتري ۾ ابوالفضل عباس عليہ السلام اچي اطلاع ڏنوتہ يزيدي فوج ڪاهہ ڪئي آهي. آقا ڪهڙو حڪم آهي؟

امام عليہ السلام اهو ٻڌي پنهنجي جاءِ تان اٿي بيٺا ۽ فرمايائون "عباس! توتي قربان وڃان، تورو وڃي انهن کي چئوتہ ائين اوچتو حملو ۽ اهوبہ ٻارن ۽ عورتن جي خيمن تي، اها عرب قوم جي ريت ڪونہ آهي. جنگ جي اعلان ڪرڻ جي بہ توهان کي توفيق ڪونہ ٿي. هن وقت اوچتي حملي ڪرڻ جو ڪهڙو سبب آهي؟"

حضرت عباس علمدار عليہ السلام ويهن سوارن کي ساڻ ڪري دشمن جي فوج ڏانهن ويا. انهن سان مخاطب ٿي پڇيائون "توهان جي راءِ ۾ تبديلي ڇو ٿي آهي ۽ هاڻي اوهين ڇاٿا گهرو؟"

فوجين جواب ڏنو "هاڻي هاڻي امير ابن زياد جو حڪم آيو آهي تہ حسين ابن علي بن ابو طالب (عليہ السلام) کان خليفي جي اطاعت جو مطالبو ڪيو وڃي. جيڪڏهن انڪار ڪري تہ وقت وڃائڻ ۽ دير ڪرڻ مان ڇا فائدو جلد کان جلد جنگ شروع ڪري فيصلو ڪيو وڃي."

غازي عباس علمدار عليہ السلام فرمايوتہ جلدي نہ ڪريو، صبر ڪريو. مان هاڻي ئي وڃي امام عليہ السلام وٽ توهان جي گهُر پيش ٿو ڪريان. امام عليہ السلام جيڪو ڪجهہ فرمائيندا، ان کان توهان کي اچي آگاهہ ڪندس.

حضرت عباس علمدار عليہ السلام گهوڙو ڊوڙائيندو واپس موٽيو. جيڪي اصحابي گڏ ويا هيا اهي اتي ئي ترسي پيا. عباس عليہ السلام واپس پهچي امام عليہ السلام کي واقعي جو اطلاع ڏنائون.

امام حسين عليہ السلام فرمايو تہ جيڪڏهن ٿي سگهي تہ ڪالهہ اجوڪي رات جي مهلت گهُرو تہ جيئن اسان اجوڪي سڄي رات الله تعاليٰ جي عبادت، دعا ۽ استغفار ۾ گذاريون. عباس عليہ السلام دشمن فوج وٽ واپس آيا ۽ امام عليہ السلام جي چوڻ مطابق انهن کان هڪڙي رات جي مهلت گهريائين.

شمر ذي الجوشن کي عمرو بن سعد تي جاسوسي ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو هيو ته جيڪڏهن ان جي رويي ۾ ذري برابر به نرمي اچي ته هڪدم ان جي خلاف حفاظتي قدم کنيو وڃي. عمرو بن سعد گذريل واقعن جي آثار تي شمر جي موجودگيءَ کي پنهنجي لاءِ نهايت خطرناڪ ٿي سمجهيو. پنهنجي فرمانبرداري ڏيکارڻ لاءِ امام حسين عليه السلام جي خلاف زيادهه سختي کان ڪم ٿي ورتائين ته جيئن شمر مخبري نه ڪري ته هن جي دل ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي آل پاڪ جي لاءِ همدردي آهي. ان کي پنهنجي مستقبل جو گهڻو فڪر هيو. شمر جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ اهو هر ڳالهه ۾ ان جي راءِ وٺندو هيو ته جي ڪڏهن ڪنهن لپيٽ ۾ اچي وڃي ته پاڻ سان گڏ ان کي به گِهلي وڃي. امام حسين عليه السلام هڪڙي رات جي مهلت گهُري ته ان کان پڇيائين "شمر، تنهنجو ڪهڙو خيال آهي؟"

عمرو بن سعد ٻين سردارن سان به مخاطب ٿيو ۽ انهن کان پڇيائين ته توهان جي ڪهڙي راءِ آهي؟

عمرو بن حجاج زبيدي چيو ته مهلت ڏيڻي پوندي. عرب قوم پناهه گهُرڻ وارن کي پناهه ڏيڻ کان انڪار ڪونه ڪندي آهي. هڪڙي رات جي مهلت کان انڪار ڪرڻ اسان جو دستور ڪونه آهي. ڪافر به مهلت گهُرن ها ته ڏيڻي پوي ها. هي ته خدا جي پيغمبر جا ڏوهٽا آهن.

حضرت عباس علمدار عليه السلام جو صبر ۽ ضبط ڪرڻ جو اهو بي مثال نمونو هيو جو اهي سيئي ڳالهيون ٿينديون رهيون ۽ پاڻ ماٺ ڪيون نتيجي جو انتظار ڪندا رهيا. نيٺ مهلت جو مسئلو طئي ٿيو ۽ چڙهائي ڪندڙ فوج سک جو ساهه کڻي پوئتي هٽي وئي. عباس علمدار عليه السلام اهڙي طرح موٽيا جو ساٿن گڏ عمرو بن سعد جي پاسي جو هڪڙو عيوضي به هيو. ان عيوضي چيو ته اسين اوهان کي سڀاڻي تائين مهلت ڏيون ٿا. جيڪڏهن اوهان آڻ مڃي ته اسين اوهان کي پنهنجي امير عبيدالله بن زياد (ابن زياد) ڏانهن موڪلي ڇڏينداسين ۽ جيڪڏهن اوهان انڪار ڪيو ته پوءِ لڙائي يقيني ٿيندي

## آخري شمع

امام حسين عليہ السلام پنهنجي خودداري کي پري رکي ظالمن کان هڪڙي رات جي مهلت گهُري سا انهيءَ لاءِ نہ تہ انهن کي ڪٿان فوجي امداد اچڻ جي اميد هئي يا پنهنجي مختصر فوج کي ڪي جنگي هدايتون ڏيڻيون هيون. انهن تہ بس اها رات الله تعاليٰ جي عبادت ۽ پنهنجن عزيزن ۽ اصحابن جي صحبت ۾ گذارڻ گهُري ٿي.

انهيءَ هڪ رات جي مهلت ۾ ٻي مصلحت اها هئي تہ پاڻ خطري جي يقيني هئڻ کان پوءِ پنهنجن ساٿين کي پنهنجي پنهنجي طبيعت کي تورڻ جو موقعو ڏيڻ ٿي گهُريائون. هڪ پيرو اهو چوڻ ٿي گهريائون تہ جيڪو سندن ساٿ ڇڏي وڃڻ گهُري سو هليو وڃي تہ جيئن عين موقعي تي ڪوبہ اهڙو شخص باقي نہ رهي جيڪو خطري جي هنگامي هئڻ جي ڪري دل نہ گهُرندي بہ سندن ساٿ ڏين تي مجبور هجي.

جڏهن رات جي راڻي ساداتن جي خاندان جي بيحالي تي روئندي ماتم ڪندي ڪارا پاچا پکيڙيندي آئي تہ رنج ۽ غم کان چنڊ جو چهرو لٿل هيو. ستارا مٿل ماڻهن جي ٻي نور اکين وانگر ٽمڪي رهيا هيا. آلِ رسولِ جي خيمن تي ڏک ۽ خوف جا ڪڪر ڇانيل هيا. فضا ۾ هلچل هئي. آنڌاري دل ڦاڙي ائين کُلي رهي هئي جو هيانءَ هيٺ مٿي ٿي ويا ٿي. ڏيئا وسامي ويا ٿي. چئني طرفن کان مٿي اڏامي رهي هئي. جهنگلي جانورن جي اوناين کان ٻنل ٻار مائرن جي جهولين ۾ لڪي ويا هيا. بيبيون خاموشي ۾ ڳوڙها پي ٻارن کي سيني سان لڳائي دلاسا ڏئي رهيون هيون. دعائون پڙهي پڙهي شوڪاري رهيون هيون.

ان وقت امام حسين عليہ السلام جا سڀئي دوست، همدرد، ياٽيجا، ياٽتيا ۽ پٽ سندن ويڪري خيمي ۾ گڏ هيا. جن کي اندر جاءِ ملي نہ سگهي اهي هيڏي هوڏي بيٺا يا ويٺا هيا. خيمي جي پردن کي سيني پاسن کان مٿي کڻي ڇڏيو هئائون. غازي عباس علمدار عليہ السلام امام حسين عليہ السلام جي سامهون ادب سان گوڏا ڏوڙا ڪيون ويٺو هيو.

امام حسين عليہ السلام گهڻي پيار مان پنهنجن عزيزن ۽ دوستن ڏانهن نهاريو. سندن ڪوماٽل چهرو هڪدم نرم ۽ نازڪ گل وانگر ٽڙي پيو. پاڻ فرمايائون:

”سيئي ساراهون خدا پاڪ لاءِ آهن. سک ۾ تڪليف، هرحال ۾ سندس شڪر آهي. الله تعاليٰ جو شڪر آهي جنهن اسان کي نبوت جي عزت ڏني. قرآن شريف جو علم ڏنو ديني معاملن جو خزانو عطا ڪيو ۽ اسان کي ٻڌندڙ ڪن، ڏسندڙ اک ۽ دانا دل جي نعمتن سان مالا مال ڪيو.

تاريخ شاهد آهي تہ منهنجن دوستن جهڙا مخلص دوست ۽ منهنجن عزيزن جهڙا پيارا ڪڏهن ائين هڪ جاءِ تي گڏ ڪونہ ٿيا آهن. آءٌ دنيا ۾ ڪنهن جي ساٿين کي پنهنجن ساٿين کان وڌيڪ وفادار ۽ ڪانئن وڌيڪ بهتر نٿو سمجهان، ۽ نہ پنهنجن عزيزن کان وڌيڪ ڪنهن جي نيڪوڪار ۽ حق ادا ڪندڙ عزيزن جي خبر آهي. خدا پاڪ توهان سڀني کي منهنجي طرفان خير جي جزا ڏئي. آگاهہ هجو تہ دشمن سڀاڻي جنگ ضرور ڪندو. اڄ توهان کي پاڻ سان گڏ ڏسي مون کي پنهنجي قسمت تي ناز ٿي رهيو آهي. منهنجو ڪنڌ فخر مان مٿي آهي. مون وٽ اهي لفظ ڪونہ آهن جن سان توهان جو ٿورو مڃي سگهان. توهان جي همدردي ۽ محبت کان وڌيڪ منهنجي لاءِ دنيا ۾ ڪوئي لشڪر ڪونہ آهي، ڪوبہ هٿيار ڪونہ آهي.“

ان کان پوءِ امام حسين عليہ السلام حڪم ڏنو تہ سڀئي بتيون وسائي ڇڏيو. اندر ٻاهر ٻاٽ اوندهہ ٿي وئي. صرف امام حسين عليہ السلام جي آواز هڪ نوراني آبشار وانگر خاموشي کي روشن ٿي ڪيو. پاڻ فرمايائون:

”هن وقت توهان مون کي جيڪو ڪجهہ ڏئي رهيا آهيو ان جو ڪوئي بدلو ڪونہ آهي. خدا پاڪ ئي منهنجو اهو قرض لاهي سگهي ٿو. بس هاڻي مان توهان کي مون سان ڪيل واعدن ۽ اقرارن کان آجو ڪريان ٿو. توهان تان بيعت جي ذميواري ختم ڪري توهان کي اطاعت جي بار کڻڻ کان آزاد ڪريان ٿو. توهان کي خوشيءَ سان اجازت ڏيان ٿو تہ رات پنهنجا پر پکيڙڻ واري آهي، ان کي پنهنجي سواري بڻائي صبح ٿيڻ کان پهريائين نڪري هليا وڃو. توهان مان هرهڪ ماڻهو منهنجن عزيزن مان هڪڙي هڪڙي کي ساڻ وٺي وڃي. اهي ماڻهو صرف منهنجي خون جا پياسا آهن. جڏهن مون کي ڏسندا تہ

توهان جو پيڇو ڪونہ ڪندا. عزيزو! مون بتيون وسائي ڇڏيون آهن، هن اونده ۾ ڪير بہ ٻئي کي ڏسي ڪونہ سگهندو. مروت جو احساس قدم روڪي نہ سگهندو.“

خيمي ۾ ماٺ ڇانئجي رهي صرف امام حسين عليہ السلام جي دل ڌڙڪي رهي هئي. ڏڪندڙ هٿن سان بتي ٻاريائون. ان آخري شمع جي روشني ۾ جيڪا امام عليہ السلام پنهنجن هٿن سان آخري ڀيرو روشن ڪئي، پاڻ ڏٺائون تہ سڀئي اڳي وانگر پنهنجين پنهنجين جاين تي موجود آهن. ڪوئي پنهنجي جاءِ تان چُريو بہ ڪونہ آهي. خيمي ۾ سناٽو ڇانيل رهيو. جذبات جي ڪري زبانون بند لڳيون پيون هيون. پوءِ عباس علمدار عليہ السلام عزيزن جي پاران نمائندگي ڪندي چيو:

”اسين ڇا لاءِ ائين ڪريون؟ ڇا، ان لاءِ تہ اوهان کان پوءِ اسان جيئرا رهون. هرگز نہ. خدا پاڪ اسان کي اهو ڏينهن نہ ڏيکاري“ ٻين عزيزن ۽ اصحابن بہ ساڳين جذبن جو اظهار ڪندي وڃڻ کان انڪار ڪيو.

ان کان پوءِ سڄي رات امام عليہ السلام ۽ سندن اصحابن خالق جي عبادت ۾ گذاري. انهيءَ سان گڏ پاڻ جنگ جي وقت لاءِ امڪاني حد تائين حفاظتي تدبيرون بہ ڪيائون. پنهنجن اصحابن کي حڪم ڏنائون تہ تنبن کي هڪٻئي سان ملائي ڇڏين. هر تنبو جي رسي کي ٻئي تنبو جي رسي سان ٻڌي ڇڏين. پٺئين پاسي اهڙي لاهي کي جيڪا هڪ نالي وانگر هئي، کوٽائي کاهي تيار ڪرائي ان ۾ ڪاٺيون گڏ ڪرايائون. صبح جو انهي کاهيءَ ۾ باھ ٻاري وئي تہ جيئن ان پاسي کان دشمن جي حملي جو انديشو نہ رهي.

## عاشور جو ڏينهن

تاريخون شاهد آهن تہ عاشور جي رات ڪربلا جي ميدان ۾ ڪنهن بہ ماڻهوءَ جي اک نہ لڳي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي آلِ اطهار سڄي رات الله تعاليٰ جي عبادت ۾ جاڳي گذاري. انهي رات جي پلئہ ۾ هڪ پاسي الله تعاليٰ جي عبادت، شهادت جو شوق، اڄ جي گهٽائي، ٻارن جي بيچيني ۽ ٻيبين جي بي آرامي ۽ آخرت جي انجام جو نيازمنديءَ وارو جذبو هيو تہ ٻئي پاسي هڪ

مظلوم جي قتل جون بي رحمي واريون تياريون، ظالمائيون جنگي تدبيرون، عياري ۽ مڪاريءَ واريون صلاحون ۽ دشمن جي ناپاڪ ۽ مذموم ارادن جي تڪميل لاءِ صبح جو انتظار ٿي رهيو هيو.

ان المناڪ رات جو سوڳوار گريبان چاڪ ٿيو. چنڊ جو سونهري مکڙو ڦڪو ٿي ويو. ڏک ۽ پريشانيءَ کان ماندو ٿيل صبح جي اچاڻ ظاهر ٿي. ستارن جي ٿڪل ٽٽل فوج آسمان مان گم ٿيڻ لڳي. ڦڙڪندڙ شمع پروانن تي حسرت سان پريل نظر وڌي ۽ وسامي وئي. سج جو گولو نور جي ڪرڻن جي ڦڙي ڦڙي سان پرجڻ لڳو. بيڏڙي آسمان جي چيلهه ڏوڙي ٿي وئي هئي. متي ماتم ڪري رهي هئي. فرات جي چولين جو جگر ڏک جي شدت کان ڏريل هيو.

پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي شبيهه حضرت علي اڪبر عليه السلام فجر جي اذان ڏني ته تڪبير جي آواز سان جهنگل ۽ رڻ پٽ گونجي ويا. امام حسين عليه السلام پنهنجن ساٿين کي گڏ ڪيو ۽ فرمايو ”دوستو ڏسو صبح ٿي ويو. الله تعاليٰ جي حمد ۽ ثنا جو وقت آهي. اٿو فجر جي نماز ادا ڪريون. امام حسين عليه السلام پنهنجن ساٿين کي جماعت سان نماز پڙهائي. حقيقت ۾ اِها اُها نماز هئي جنهن جي (تعقيبات) قائم ۽ دائم رکڻ لاءِ ڪربلا جو جهاد لڪل هيو.

امام عليه السلام جي پڪار بڌي سيئي چاق و چوبند ٿي ويا. نااميديءَ جا ڪڪر ختم ٿي ويا. صبح صادق جي وٽندڙ ۽ ٿڌين هوائن سان اڄ جي شدت ۾ گهٽتائي اچي وئي. جهرڪيون چين چين ڪرڻ لڳيون. سيني حسرت مان نهر ڏانهن ڏٺو مگر دليون مايوس ڪونه ٿيون. فرات جون لهرون بيقراريءَ مان ڦٿڪي رهيون هيون. سج جو پهريون ڪرڻو اڪيون چورائيندي ۽ شرمائيندي چمڪيو. رڻ پٽ جي دامن تي ماڪ جا ڦڙا تمڪڻ لڳا. هوا آهستڙي گهُلي رهي هئي، دلين ۾ اميدون جاڳي پيون.

پٽن تي ماڪ جا ڦڙا پُڙن وانگر لڏي رهيا هيا. مگر امام حسين عليه السلام ۽ ان جا ساٿي پاڻي جي هڪڙي ڦڙي لاءِ سِڪي رهيا هيا. سڀ ڪجهه وساري سيني وڏي جوش سان الله تعاليٰ جي حضور ۾ سر

جهڪائي ڇڏيو. امام حسين عليہ السلام مصلي تي ئي هيا ۽ عاشور جي ڏينهن جو باھ اوڳاڇيندڙ سج اچا آسمان تي پوري طرح ايريو بہ نہ هيو تہ اسي هزار مخالف فوجون جنگي سامان سان سينگارجي امام حسين عليہ السلام جي قتل لاءِ ميدان ۾ اچي ويون. صف بندي ٿيڻ لڳي ۽ قطارون ٺاهيون ويون.

امام حسين عليہ السلام جڏهن يزيدي فوجن جي انهي چرپر کي ڏٺو تہ پاڻ بہ ميدان ۾ آيا. مورخن جو چوڻ آهي تہ وٽن ان وقت مجاهدن جو تعداد 32 سوارن ۽ 40 پيادن تي مشتمل هيو. شايد اهوئي سبب آهي جو ڪربلا جي شهيدن لاءِ 72 جو تعداد عام آهي، نہ تہ مجاهدن جي نالن ۽ بچي ويل ماڻهن جي نالن جي تفصيل ۽ ٻين لاڳاپيل واقعن ۽ تاريخي شاهدين مان اهو پتو پوي ٿو تہ ڪربلا ۾ حسيني مجاهدن جو تعداد انهيءَ کان وڌيڪ هيو.

جنگ جي ميدان ۾ اچڻ کان پوءِ امام عالي مقام عليہ السلام پنهنجا ٻئي هٿ آسمان ڏانهن کنيا ۽ فرمايائون:

"پالڻهار! تون ئي هر مصيبت ۾ منهنجي لاءِ پناھ جي جاءِ، هر پريشاني، هر آفت، هر ڏک ۽ هر تڪليف ۾ منهنجي اميد گاھ آهين. مون کي تنهنجي ذات تي مڪمل ڀروسو ۽ اعتماد آهي. آءٌ انصاف لاءِ پنهنجن دشمنن کي تنهنجي حوالي ڪريان ٿو."

ان دعا کان پوءِ ڏاچي گهرايائون ۽ ان تي سوار ٿي قرآن شريف کي سامهون رکيائون ۽ دشمنن جي ويجهو اچي وڏي آواز ۾ فرمايائون:

"اي انسانو! منهنجون ڳالهيون ڌيان سان ٻڌو ۽ منهنجي قتل ۾ تڪڙ کان ڪم نہ وٺو جيئن مان انهيءَ نصيحت جي حق کي، جيڪو مون تي واجب آهي، ادا ڪري پنهنجي ذميواري پوري ڪريان ۽ حقيقت کي توهان تي واضح ڪريان. جيڪڏهن توهان منهنجون ڳالهيون مڃيون تہ اها اوهان جي خوش قسمتي هوندي ۽ جيڪڏهن اوهان منهنجي معاملن ۾ انصاف کان ڪم نہ ورتو تہ پوءِ توهان کي اختيار هوندو تہ پوري سگهہ سان مون تي حملو ڪري مون کي قتل ڪريو. منهنجو ولي اهو خدا آهي جنهن قرآن کي نازل ڪيو ۽ جيڪو صالحن کي دوست رکي ٿو."

حضرت امام حسين عليہ السلام جو اهو آواز تنبن ۾ پهتو تہ اهلِ حرم ۾ ڪهرام برپا ٿي ويو. جڏهن روج راڙي جو اهو آواز وڌي ويو تہ امام حسين عليہ السلام پنهنجي ڀاءُ غازي عباس علمدار عليہ السلام ۽ پٽ علي اڪبر عليہ السلام کي فرمايائون تہ انهن کي وڃي ماٺ ڪرايو. جڏهن روج راڙي جو آواز جهڪو ٿيو تہ پاڻ وري خطبو جاري رکيائون. انداز اهو هيو تہ حمد ۽ ثنا کان پوءِ پاڻ الله تعاليٰ جي صفتن کي اجاگر ڪيائون. پوءِ پنهنجي ناني سائين خدا جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي درود موڪليائون ۽ دير تائين سندن فضيلتن جو ذڪر ڪندا رهيا. پوءِ پنهنجي باري ۾ فرمايائون:

"اي ڪوفي ۽ شام جا ظالمو! جيڪڏهن توهان کي خبر ناهي تہ ڄاڻي وٺو تہ آءٌ توهان جي نبي حضرت محمّد مصطفيٰ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ڏوهٽو سندس نياڻي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي جگر جو ٽڪرو ۽ ان پيءُ جو پٽ آهيان جيڪو رسول الله جو ڀاءُ، وصي، رسالت جي تصديق ڪندڙ ڇمڙ سان مسلمان ۽ صاحبِ ايمان يعني سابق الايمان آهي. ڇ . رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم منهنجي ۽ منهنجي ڀاءُ امام حسن عليہ السلام جي باري ۾ اهو ڪونہ فرمايوهيو تہ اهي ٻئي جنت جي جوانن جا سردار آهن. جيڪڏهن توهان کي خبر ڪونہ آهي تہ جابر بن عبدالله انصاري، ابوسعيد خدري، سهل بن سعد ساعدي، زيد بن ارقم ۽ انس بن مالڪ کان معلوم ڪريو."

ان موقعي تي سندن تقرير ۾ شمر ملعون مداخلت ڪندي چيو "مون کي خبر نہ آهي تہ توهان ڇا پيا چئو."

امام عليہ السلام تقرير جو سلسلو جاري رکندي فرمايو:

"جيڪڏهن توهان کي انهي حديث تي يقين ۽ ڀروسو ناهي تہ ڇا ان ۾ شڪ آهي تہ آءٌ توهان جي رسول جو ڏوهٽو آهيان. نيٺ توهان منهنجي قتل تي ڇالاءِ آماده آهيو؟ ڇا مون ڪنهن کي قتل ڪيو آهي، جنهن جو توهان قصاص وٺڻ گهُرو ٿا؟ ڇا، توهان اهو ٻڌائي سگهو ٿا تہ منهنجي قتل جو شرعي سبب ڪهڙو آهي؟"

مظلومِ ڪربلا جي انهي تقرير سان مخالفن جي صفن ۾ مڪمل

ماٺ چانيل هئي، ڪنهن بہ ماڻهوءَ ۾ اها جرئت ڪونہ هئي تہ اهو انهي سچائيءَ آڏو چپ چورڻ جي همت ڪري سگهي. ڪنهن کان بہ ڪو جواب جڙي ڪونہ سگهيو. آخر ۾ امام حسين عليہ السلام فرمايو:

”خدا جو قسم! آءُ پنهنجو هٿ يزيد جهڙي بدڪار ۽ زاني ءَ جي هٿ ۾ ڪڏهن بہ ڪونہ ڏيندس. نہ وري بزدلن ۽ غلامن وانگر جان بچائي ڀڄندس. آءُ ذلت جي زندگيءَ کان عزت جي موت کي بهتر سمجهان ٿو.“

## حُر کي هدايت ملڻ

حضرت حُر رضي الله تعاليٰ عنہ جو نالو تاريخي حيثيت کان تعارف جو محتاج ڪونہ آهي. هي اهوئي حُر هو جنهن هڪ هزار فوج سان ڪوفي جي واٽ ۾ امام حسين عليہ السلام کي روڪيو هيو. هي اهوئي حُر آهي جيڪو کين گهيري ڪربلا وٺي ويو هيو. هي اهوئي حُر آهي جنهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ذريت کي ڪربلا جي ميدان ۾ بنان پاڻي ۽ ساوڪ واري هنڌ تي ترسڻ لاءِ مجبور ڪيو هيو. هي اهوئي حُر هو جنهن آلِ اطهار جي تنبن کي فرات نديءَ جي ڪپ تي کوڙڻ نہ ڏنو. هي اهوئي حُر آهي جنهن جي اجايل لشڪر کي امام عالي مقام عليہ السلام جي ٻاجهاري طبيعت پاڻي پياريو هيو.

حُر باطل جي پوڄارين جي فوج جو آفيسر ضرور هيو پر سندس طرز عمل تي غور ڪرڻ سان پتو پوي ٿو تہ سندس حق سڃاڻندڙ دل ۾ آلِ محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم لاءِ نهايت نرم گوشو موجود هيو ۽ سندس بصيرت ڀريون نگاهون حقانيت جي نور سان ڀريل هيون.

پڪ اهوئي سبب هو جو هو 2 محرم کان امام حسين عليہ السلام خلاف رونما ٿيندڙ ناسازگار حالتن جو بيقراري ۽ بي چينيءَ سان مشاهدو ڪري رهيو هيو. کيس پڪ هئي تہ امام حسين عليہ السلام ۽ عمرو بن سعد جي وچ ۾ ڳالهين جو جيڪو سلسلو جاري آهي، ان ذريعي ڪو اهڙو گڏيل رستو نڪري ايندو جنهن سان جنگ جو امڪان ختم ٿي ويندو. پر 9 محرم جي شام جو جڏهن شمر هٿان ابن زياد جو خط عمرو بن سعد کي مليو تہ حُر جي آس ٽٽي پئي. ڇو تہ انهيءَ خط کان پوءِ عمرو بن سعد مجبور هيو تہ هڪدم امام حسين عليہ

السلام تي حملو ڪري کين قتل ڪري ڇڏي. اهڙيءَ طرح حُر رضي الله تعاليٰ عنہ عاشور جي رات اهو فيصلو ڪري ڇڏيو تہ سندس ايندڙ قدم ڪهڙو هوندو. عاشور جي صبح جو جڏهن يقين جي نظرن سان ڏٺائين تہ ابن زياد جي حڪم کي عملي شڪل ڏيڻ لاءِ فوجون چرپر ۾ اچي ويون آهن تہ هو عمرو بن سعد وٽ آيو ۽ ان کان پڇيائين:

"ڇا، تون واقعي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پچڙي سان جنگ ڪندين؟"

انهي هڪ سوال ۾ حضرت حُر رضي الله تعاليٰ عنہ جون اهي سيئي دلي ڪيفيتون لڪل هيون، جن هيٺ اهو بي چيني ۽ بيقراريءَ ۾ مبتلا هيو. بهرحال، عمرو بن سعد حضرت حُر رضي الله تعاليٰ عنہ جي انهيءَ سوال جو جواب نج فوجي انداز ۾ ڏنو "خدا جو قسم! اج فيصلو ڪندڙ جنگ يقيني آهي."

حضرت حُر چيو: "رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڏوهٽي مصالحت جون جيڪي تجويزون پيش ڪيون آهن، ڇا توهان جي ويجهو انهن جي منظوريءَ جي ڪا صورت ناهي؟"

عمرو بن سعد چيو: "جيڪڏهن معاملو منهنجي هٿن ۾ هجي هاتہ مان ضرور منظور ڪريان ها، پر ڇا ڪريان، ابن زياد نٿو مڃي."

انهيءَ ڳالهہ ٻولهہ کان پوءِ حضرت حُر رضي الله تعاليٰ عنہ لاءِ اهو مناسب ڪونہ هيو تہ اهو وڌيڪ ڪا ڳالهہ ٻولهہ ڪري، کيس پڪ ٿي وئي تہ عمرو بن سعد پنهنجي بدبختي ڪري امام حسين عليہ السلام جي قتل تي پوريءَ طرح آماده ٿي چڪو آهي ۽ هاڻي جنگ جو ٽرڻ ممڪن ڪونہ آهي.

حضرت حُر رضي الله تعاليٰ عنہ محتاط قدم کڻندي پنهنجي گهوڙي کي وڏي هوشياريءَ سان امام حسين عليہ السلام جي خيمن ڏانهن اهڙي نموني وڌائڻ شروع ڪيو جنهن مان اهو ظاهر ٿئي تہ اهو حسين (عليہ السلام) جي لشڪر تي حملو ڪرڻ جو ارادو رکي ٿو.

حضرت حُر رضي الله تعاليٰ عنہ جي شڪي ڪيفيت کي سندس قبيلي جو هڪڙو شخص، جنهن جو نالو مهاجر بن اوس هو ڏسي رهيو هو. اهو حضرت حُر رضي الله تعاليٰ عنہ جي ويجهو آيو ۽ پڇيائين "اي حُر! ڪهڙو ارادو آهي. ڇا حملو ڪرڻ ٿو گهرين؟"

حضرت حُر رضي الله تعاليٰ عنہ ڪوبہ جواب ڪونہ ڏنو. سندس سمورو وجود ڏڪي رهيو هيو. سندس اها حالت ڏسي مهاجر وري پڇيو ”حُر! تنهنجي اها ڪهڙي حالت ٿي رهي آهي. تون تہ ڪوفي جو سيني ڪان بهادر سپاهي آهين. مگر هن وقت تنهنجو چهرو ڦڪو ٿي ويو آهي ۽ پگهر ۾ شل آهين. جيڪڏهن مون کا پڇيو وڃي هاتہ ڪوفي ۾ سڀ کان وڌيڪ بهادر ڪير آهي تہ مان تو کان سواءِ ڪنهن بئي جو نالو نہ وٺان ها. پر هن وقت آءُ تنهنجي عجيب و غريب ڪيفيت ڏسي رهيو آهيان. نيٺ، ان جو سبب ڪهڙو آهي؟“

حُر رضي الله تعاليٰ عنہ مهاجر کي رڳو ايترو چيو ”منهنجي سامهون هڪڙي پاسي جنت آهي ۽ ٻئي پاسي دوزخ.“

مهاجر چيس ”چا، فيصلي ڪرڻ ۾ تڪليف ٿي ٿئي. تعجب آهي، تون بہ ڪهڙو مسلمان آهين.“

”ٺيڪ ٿو چئين، فيصلي ڪرڻ ۾ مون گهڻي ٽال مٽول ڪئي. خدا مون کي معاف ڪري“ حُر رضي الله تعاليٰ عنہ ائين چئي گهوڙي کي اڙي هنيائين ۽ گهوڙو ڪمان مان نڪتل تير وانگر گم ٿي ويو. ان کان اڳ جو ماڻهو سنيالي ڪو قدم کڻن ها، حُر رضي الله تعاليٰ عنہ انهن جي نشاني کان پري پهچي ويو هيو.

حُر رضيٰ الله تعاليٰ عنہ کي امام حسين عليہ السلام جي خيمي ڏانهن ايندو ڏسي سپئي هوشيار ٿي ويا. نيزا سنيالي ورتائون ۽ تلوارون اڀيون ٿي ويون. مگر حُر رضي الله تعاليٰ عنہ کي پنهنجي طرف ايندو ڏسي اجايل امام حسين عليہ السلام جي ڪوماڻل چهري مبارڪ تي رونق اچي وئي. مرڪي عباس علمدار عليہ السلام کي فرمايائون:

”هو ڏس، حسين (عليہ السلام) جو دوست اچي رهيو آهي. سپني کي چئي چڏ تہ کيس ڪير بہ نہ روڪي. توهان وڃي ان جو استقبال ڪريو جو ماڻهوءَ کي سجاڻڻ وارو اچي رهيو آهي. منهنجا پيارا ڀاءُ، جلدي استقبال جي لاءِ وڃو، جو اسان جو گهڻو پيارو دوست اسان ڏانهن اچي رهيو آهي.“

حُر رضي الله تعاليٰ عنہ پري کان ئي نعرو هنيو. سندس پيشانيءَ مان شرمساري ۽ ندامت جو پگهر وهي رهيو هيو. انهيءَ حالت ۾ ان امام عليہ السلام کي عرض ڪيو:

"اي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي جگر جا ٽڪرا، زندهه باد رهو. مان توهان تي قربان وڃان، مان ئي اهو ماڻهو آهيان جنهن توهان جو رستو روڪيو ۽ توهان کي مڪي پاڪ واپس وڃڻ نه ڏنو. مون کي اهو هرگز گمان ڪونه هيو ته معاملو ايڏو ڏکوتي ويندو ۽ اهي ماڻهو توهان جون ڳالهيون ڪونه مڃيندا. خدا جو قسم! جيڪڏهن مون کي اها خبر هجي ها ته مان اهو ڪم هرگز نه ڪيان ها. هاڻي مان ڏاڍو پشيمان آهيان ۽ گهُران ٿو ته پنهنجي جان توهان تان قربان ڪري ڇڏيان."

حُر هلي آئيو مانجهي مردانو
آهيان عاشق اڳ جو، پتنگ پروانو
من راضي ٿئي رسول رب جو نبي تو نانو
هي سِرُ سماڻو گهوٽ! مٿان ئي گهوريان.

"آقا! مان گنهگار معافي جي قابل ته ڪونه آهيان، پر توهان جي سخاوت ۽ درياء دلي جي اميد تي آيو آهيان. معاف ڪري منهنجي دنيا ۽ دين سنواريو. منهنجا آقا ڪيترن ڏينهن کان ٻڌتر ۾ هيس. منهنجا دل ۽ دماغ قابو ۾ ڪونه هيا. بس هن کان سواءِ ڪوبه دروازو ڪليل نظر ڪونه آيو ته توهان جي قدمن ۾ پناهه وٺان. هي گناهگار ٻانهو پنهنجي وجود تي شرمسار آهي. ٻنهي جهانن جا سردار منهنجي حالت تي رحم فرمايو. مون کي انهيءَ ڪشمڪش کان ڇوٽڪارو ڏياريو. ڪيترن ڏينهن کان منهنجو ضمير مون کي ملامت ڪري رهيو آهي. پاڻ کان نفرت ٿي ٿئي، توهان ئي مون کي انهي روحاني عذاب کان ڇوٽڪارو ڏياري سگهو ٿا. شيرِ خدا جي صدقي هڪڙي ڀليل ڀٽڪيل کي سڌو رستو ڏيکاريو."

حُر رضي الله تعاليٰ عنه اهو چئي پنهنجو مٿو امام عليه السلام جي قدمن ۾ رکي ڇڏيو ۽ عرض ڪيو "آقا! مان اوهان جو ڏوهاري آهيان. ڇا، منهنجي توبهه قبول ٿي سگهي ٿي؟"

امام حسين عليه السلام جي اکڙين مان بي اختيار ڳوڙها وهڻ لڳا. مرڪندي ٻئي ٻانهون کولي حُر رضي الله تعاليٰ عنه کي ڀاڪر پاتائون. امام عليه السلام ان کي ڀاڪر پائيندي فرمايو:

”تون حُر (آزاد انسان) آهين. ان ڪري تنهنجي جيڪا خوشي آهي ۽ جيڪو مناسب هجي اهو ڪر. خدا توتي پنهنجون رحمتون نازل ڪري“

امام عليہ السلام کان اجازت وٺي، حُر رضي الله تعاليٰ عنہ هڪدم ميدان ۾ آيو ۽ يزيدي لشڪر کي مخاطب ٿي چيائين:

”اي ڪوفي جا غدارو ۽ ڪميڻو! خدا توهان کي تباھ ڪري، توهان پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڏوهٽي کي خط لکي گهُرايو تہ ان جي بيعت ڪندا ۽ ان جي ساٿ ڏيڻ ۾ پنهنجي جان قربان ڪندا. هاڻي جڏهن اهو توهان وٽ اچي ويو تہ اوهان کين دشمن جي حوالي ڪري ڇڏيو آهي، ۽ ڪاٺڻ منهن ڦيري پاڻ سندن قتل تي آماده ٿي ويا آهيو.

”اهو هڪڙي قيدي وانگر توهان جي چنبي ۾ آهي. توهان پاڻي کي جيڪو يهودي، نصارا، ۽ مجوسي بہ پيئن ٿا، ۽ جنهن ۾ ڪتا ۽ سوئر بہ وهنجن ٿا، سندس لاءِ ۽ ان جي ساٿين تي بند ڪري ڇڏيو آهي. ايتري تائين جو اهي اڄ ۾ ساڻا ٿي ويا آهن. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خاندان سان توهان ڪيڏو بُرو سلوڪ ڪيو آهي. جيڪڏهن توهان توبهہ نہ ڪئي تہ جنهن ڏينهن سڀ گڏ ٿيندا الله تعاليٰ توهان کي ڍاول نہ ڪندو.“

ڪوفين جو جواب سواءِ ان جي ڪجهہ نہ هيو تہ حُر رضي الله تعاليٰ عنہ تي تير وَسائڻ شروع ڪري ڏنائون. حضرت حُر رضي الله تعاليٰ عنہ ميدان ۾ ٽپي پيو ۽ گهڻي ويڙهہ ڪيائين ايستائين جو شهيد ٿي ويو.

هُئي هدايت حُر کي، ازل ۾ اصلا،
چڙهي آيو جنگ تي، هلي هن پارا،
ايندي چيائين امام کي، گهوريس آءُ مٿان،
لا يڪلف الله نفس الا وسعها، جيڪا پچنديم سا،
گهوٽ بہ لڳا گهاءَ، سو پڻ شهيد ٿيو.

## اصحابن جي شهادت

حضرت حُر رضي الله تعاليٰ عنہ جي شهادت کان پوءِ قتل جو ميدان گرم ٿي چڪو هيو ۽ لڙائيءَ جي تندور تپي وئي. هڪڙي طرف

هزارين هيا ۽ ٻئي طرف آڱرين تي ڳڻڻ جيترا چند ماڻهو. امام حسين عليہ السلام جا اصحابي هڪ ٻئي کان پوءِ ميدان ۾ لڙائي ڪرڻ لاءِ ويا تي ۽ اهڙي طرح ٻن پهرن تائين سخت لڙائي ڪيائون.

ڪربلا جي پٽ ۾، خيما کوڙيائون،
جهيڙو يزيد سامهون، جنبي جوڙيائون،
منهن نہ موڙيائون، پسي تاءُ ترار جو.

امام حسين عليہ السلام جي ساٿين مان هرهڪ شهادت جي جذبي سان سرشار هو ۽ انهن امام حسين عليہ السلام تي پنهنجو سر ڏيڻ ۾ هڪٻئي تي گوءِ کڻڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي. ٻن پهرن جو امام حسين عليہ السلام پنهنجن باقي ساٿين سان گڏجي ٻيپهريءَ جي نماز ادا ڪئي ۽ ٻيهر جنگ ۾ مشغول ٿي ويا. اهڙيءَ طرح حضرت حُر رضي الله تعالي عنہ کان پوءِ برير بن خضير همداني، امام حسين عليہ السلام کان موڪل وٺي، ميدان ۾ آيو ۽ دشمنن کي للڪاريندي حملو ڪيائين. عمرو بن سعد جي ٽيهہ ماهر فوجين کي جهنم رسيد ڪري يحيٰ بن اوس هٿان شهيد ٿيا. ان کان پوءِ وهب بن عبدالله ڪلبيءَ اک ڇنڀ ۾ دشمنن جي ٻارهن پيادن ۽ ٽيهن سوارن کي قتل ڪري شهادت ماڻي. ان کان پوءِ عمر بن خالد ازدي، خالد بن عمر، سعد بن حنظلہ تميمي ۽ عمير بن عبدالله ڪيترن ئي يزيدين کي ماري شهادت ماڻي.

انهن مجاهدن کان پوءِ مسلم بن عوسجہ جو وارو آيو. هن مخالف فوج جي پنجاهہ مک پهلوانن کي قتل ڪيو. آخرڪار شامي تيراندازن جي دستن حضرت مسلم بن عوسجہ رضي الله تعاليٰ عنہ تي ايترا تير وسايا جو پاڻ زخمن کان چور ٿي زمين تي ڪري پيا. امام عالي مقام عليہ السلام سندن ويجهو آيا. عوسجہ رضہ اکيون کولي امام عليہ السلام جي زيارت ڪئي ۽ شهادت جو جام پيتائين. ان کان پوءِ سندس پٽ شهيد ٿيو. پوءِ هلال بن نافع تيرهن ڄڻن کي قتل ڪيو ۽ شهادت حاصل ڪيائين. حضرت هلال رضہ کان پوءِ سندس پٽ ميدان ۾ آيو ۽ دشمنن سان مقابلو ڪري شهادت ماڻيائين.

ائين هڪ کان پوءِ ٻيو اصحابي جهاد ڪندو شهيد ٿيندو ويو. جن

شهيدن ۾ امام حسين عليہ السلام جو ننڍپڻ جو پيارو دوست حضرت حبيب بن مظاهر رضہ حضرت زهير بن قين رضہ حضرت ابوذر غفاريءَ جو غلام حضرت جون رضہ ابو ثمامہ صائدي، حجاج بن مسروق، حنظلہ بن سعد ۽ يحيٰ بن ڪثير سر فهرست آهن جن دشمن جي سوين فوجين کي قتل ڪري شهادت جو درجو ماڻيو.

## بني هاشم جون قربانيون

تاريخدان انهيءَ ڳالھ تي متفق آهن تہ ڪربلا جي شهيدن ۾ بني هاشم وارن جو تعداد 18 هيو. جڏهن امام حسين جا سيئي اصحابي شهيد ٿي ويا ۽ سادات حضرات کان سواءِ باقي ڪوبہ ڪونہ بچيو تہ اهي بہ مرڻ لاءِ تيار ٿي لڙائيءَ لاءِ سنبري اٿيا. سيني کان پهريائين جيڪو جوان ميدان ۾ آيو اهو حضرت علي اڪبر بن حسين عليہ السلام هيو. ان زور سان حملو ڪيو ۽ هي بيت پڙهيا. ترجمو:

"مان علي آهيان، حسين جو پٽ ۽ اوير ۽ اولھ جي امام حضرت علي عليہ السلام جو پوٽو. خدا جي گهر جو قسم، اسان نبي ڪريم جا سيني کان ويجها عزيز آهيون. مان توهان کي پنهنجي تلوار سان ان وقت تائين قتل ڪندس جيستائين اها ڏوڙي نہ ٿي وڃي. علي ۽ هاشم جي خاندان جي پهلوان جي ويڙهہ ڏسو. اڄ مان پنهنجي والد محترم جي مسلسل مدد ڪندو رهندس. خدا جو قسم! حرامي پار اسان جو حاڪم ڪونہ ٿيندو."

جوان وڏي دليريءَ سان دشمن جي لشڪر تي حملو ڪيو ۽ وڏي بهادريءَ سان وڙهندو رهيو. ايتري تائين جو هڪڙو نيزو سندس سيني ۾ لڳو ۽ شهيد ٿي ويو. ائين سادات حضرات مان هيٺ ڄاڻايل بيا جوان بہ جهاد ڪندي شهادت جي درجي تي پهتا.

حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها جا پٽ: حضرات عون، محمد ۽ عبدالله رضوان الله تعاليٰ عنهم.

حضرت عباس عليہ السلام جي امڙ مان ڄاول امام حسين عليہ السلام جا ڀائر: حضرات جعفر، عبدالله، عثمان، محمد ۽ ابوبڪر رضوان الله تعاليٰ عنهم.

امام حسن عليہ السلام جاپٽ: حضرات ابوبڪر، عبدالله ۽ قاسم رضوان الله تعاليٰ عنهم.

امام حسين عليہ السلام جو ننڍڙو پٽ حضرت عبدالله (علي اصغر) معصوم. جنهن کي پاڻيءَ جي ڊڪ جي بجاءِ ٽن ڦرن وارو تير نڙيءَ ۾ لڳو.

حضرت عقيل رضي الله تعاليٰ عنہ جا پٽ: حضرات جعفر، عبدالله ۽ عبدالرحمٰن رضوان الله تعاليٰ عنهم.

موت جو جنڊ (چڪي) لاڳيتو چرين وانگر ڦري رهيو هيو ۽ گهريائين ٿي تہ جيستائين ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي خاندان جو هڪڙو ماڻهو بہ زمين جي تختي تي باقي رهي اهو پنهنجو ڦيرو بند نہ ڪري.

## عباس علمدار عليہ السلام جي شهادت

ڪربلا جي معرڪي ۾ امام حسين عليہ السلام طرفان لشڪر جي سپہ سالاري ۽ علمداري حضرت عباس عليہ السلام جي حوالي هئي. رسالت ماب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زماني ۾ جيڪي فرض حضرت علي عليہ السلام انجام ڏيندا هيا. اهي ئي منصبي فرض رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ٻچڙي طرفان "هاشمين جي چنڊ" عباس عليہ السلام جا هئا. انهن ئي فرضن سان وفاداريءَ جو نتيجو هيو جو عاشور جي رات ابن زياد طرفان موڪليل امان نامي کي غازي عباس علمدار عليہ السلام سختيءَ سان ٺڏيندي فرمايو:

"اي شمر! خدا توتي ۽ ابن زياد جي هن امان نامي تي لعنت ڪري. تون اسان کي صلاح ٿو ڏين تہ اسين پنهنجي آقا (حسين عليہ السلام) کان ڌار ٿي، ملعون ابن ملعون (يزيد) جي اطاعت اختيار ڪريون"

حضرت عباس علمدار عليہ السلام پنهنجي شهادت لاءِ رستو هموار ڪري رهيا هيا. ڪين پڪ هئي تہ جيستائين هڪڙو ماڻهو بہ تلوار ڪڻڻ لاءِ باقي هوندو ايستائين علمداري جو عهدو جهاد جي اجازت ڏيڻ تي مجبور ڪونہ ڪندو. انهيءَ ڪري امام حسين عليہ السلام جي اصحابين جي شهادت کان پوءِ جڏهن بنو هاشم جي جوانن کي جهاد لاءِ ڪربلا جي ميدان ۾ نڪرڻو پيو تہ حضرت عباس علمدار عليہ السلام پنهنجن ڀائرن کي لڙائي ڪرڻ لاءِ همت ڏياري ميدان ۾ موڪليو تہ جيئن انهن جي شهادت کان پوءِ پاڻ کي شهادت جي آس پوري ڪرڻ لاءِ پيش ڪري سگهي. ڇوتہ جيستائين هڪ بہ باقي هوندو لشڪر جي علمدار کي

شهادت جي درجي تي پهچڻ جو موقعو ڪونه ملندو. حضرت عباس عليہ السلام ڪمال وفاداري جي جذبي ڪان مجبور ٿي اها ڪوشش ڪئي تہ جلد ڪان جلد امام حسين عليہ السلام تان قربان ٿي پنهنجي بابي سائين حضرت علي عليہ السلام جي تمنا پوري ڪريان.

ڪربلا جي ڪوس ۾ سندس ڀائرن ڪان پوءِ جڏهن غازي عباس علمدار عليہ السلام جا ٽئي پٽ فضل ۽ قاسم رضوان الله تعاليٰ عنهم شهيد ٿي ويا ۽ سندن لاش ميدان مان اچي ويا. علمدار عليہ السلام ڪان سواءِ امام حسين عليہ السلام جي مدد ۾ تلوار کڻڻ وارو ڪو باقي نہ بچيو تہ پاڻ امام عليہ السلام جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين:

"آقا! دشمنن پنهنجي حملي ڪي اڃا بہ تکو ڪري ڇڏيو آهي، هاڻي مون ڪي موڪل ڏيو تہ آءٌ انهن سان جنگ ڪريان ۽ انهن ڪي ڪِئي جي سزا ڏيان، نہ تہ منهنجي موجودگيءَ ۾ جيڪڏهن اوهان ڪي جسم تي هڪ رهڙ بہ آئي تہ منهنجي ماءُ مون ڪي ٿڃ ڪونہ بخشيندي."

امام حسين عليہ السلام ڀاءُ ڪي حسرت ۽ مايوسيءَ سان ڏٺو ۽ فرمايو:

"اي عباس! مان توکي اجازت ڪيئن ڏيان. تون تہ منهنجو علمدار آهين، ۽ منهنجي لشڪر جي جان آهين."

عباس عليہ السلام عرض ڪيو "هيءَ حياتي مون لاءِ وڏو بار ٿي وئي آهي، هاڻي مون ۾ ضبط جي سگهہ ڪونہ بچي آهي."

!امام عليہ السلام جي امامت جي نگاهہ ڪنهن خاص انجام تي ڪتل هئي، ان ڪري پاڻ عباس علمدار عليہ السلام ڪي جنگ جي اجازت ڏيڻ ڪان ڀاسو ڪري رهيا هيا. پر جڏهن حد ڪان وڏيڪ زور ڀريو ويو تہ پاڻ فرمايائون "چڱو جيڪڏهن وڃڻ ٿي گهُرو تہ تہ پهريان پاڻيءَ جو ڪو بندوبست ڪريو تہ جيئن ٻارن لاءِ ڪو سهارو ٿئي ۽ امامت ۽ رسالت جي باغ جا اهي گل ڪومائجڻ ڪان بچي وڃن."

امام عليہ السلام انهن جملن سان گڏ پنهنجي غازي ۽ صف شڪن ڀاءُ ڪي وڏيڪ فرض جي زنجير ۾ سوگهو ڪندي فرمايو "تنبوءَ ۾ وڃي ڀيڻ زينب (سلام الله تعاليٰ عليها) ڪان اجازت وٺو."

عباس علمدار عليہ السلام اهلِ حرم جي تنبن ۾ آيا. سيئي بيبيون

سڳوريون سنڌن چوڌاري گهيرو ڪري ويهي رهيون. پاڻ هڪ ڪان موڪلايائون. زينب سلام الله تعاليٰ عليها ڪان دعائون ورتائون. سڪينہ بنت حسين عليہ السلام پنهنجن معصوم هٿن سان چاچي جي ڪلهي تي مشڪ رکي ۽ سيني ٻارن کي اها خوشخبري ٻڌائي "منهنجو چاچو پاڻي پرڻ وڃي رهيو آهي. هاڻي پاڻي ضرور ملندو."

روايت ۾ آهي تہ ٻارن جي "العطش" جي آواز ۽ معصوم سڪينہ جي انهن ڳالهين تي غازي عباس عليہ السلام جي دل پرجي آئي. پاڻ ڪنڌ جهڪائي تنبوءَ مان ٻاهر نڪتا ۽ مشڪ ۽ علم سان گڏ هڪ نيزو کڻي فرات ڏانهن روانو ٿيا. امام مظلوم عليہ السلام بہ محبت ۾ ساڻن گڏ هلندا رهيا. ٿورو پري وڃي، امام عليہ السلام پاءُ کي پاڪر پائي آخري پيرو رخصت ڪيو ۽ گهوڙهن پريل اکڙين سان تنبن ڏانهن موٽي آيا.

امام عليہ السلام کان موڪلائي عباس علمدار عليہ السلام پوري جوش ۽ ولولي سان فرات ڏانهن وڌيا. عمرو بن سعد جڏهن کين درياءَ ڏانهن وک وڌائيندي ڏٺو تہ يزيدين کي جيڪي پوريءَ طرح سان هٿياربند هيا، مٿن حملو ڪرڻ جو حڪم ڏنو. اهو ٻڌي مخالف لشڪر جي تيراندازن حضرت عباس عليہ السلام تي تيرن جو وسڪارو شروع ڪري ڏنو. پر علي عليہ السلام جي شينهن انهيءَ حملي کي ناڪام بڻائي ڇڏيو ۽ دشمنن کي پري هٽڻ تي مجبور ڪري پاڻ درياءَ جي ڪناري تي پهچي ويا. پاڻ اڃا ڪناري تي پهتا ئي هيا تہ يزيدي لشڪر جي هزارين سپاهين مٿن حملو ڪري ڏنو ۽ پوري قوت ۽ طاقت سان انهيءَ ڳالهہ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا تہ عباس عليہ السلام کي ڪناري کان پري هٽائي ڇڏين. پر اها اڻ ٿيڻي ڳالهہ هئي.

غازي عباس علمدار عليہ السلام پنهنجي نيزي سان لشڪر کي ڌڪيندا اڳتي وڌندا ويا ۽ پنهنجي گهوڙي کي درياءَ ۾ لاٿائون ۽ مشڪ ڀريائون. البت امام حسين عليہ السلام ۽ ان جي ٻچڙن جي اڃ کي ياد ڪري بي انتها وفاداريءَ جي ڪري پاڻ پاڻيءَ جو هڪڙو ڍُڪ بہ ڪونہ پريائون ۽ پاڻيءَ سان پنهنجا آلا ٿيل هٿ بہ عبا جي پلئہ سان اگهي ڇڏيائون.

عمرو بن سعد جڏهن اهو ڏٺو تہ علي عليہ السلام جو شينهن مشڪ

۾ پاڻي ڀرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو آهي تہ هن پنهنجي لشڪر کي هڪل ڪئي تہ اهو پاڻي ڪنهن بہ حالت ۾ حسين (عليہ السلام) ۽ سندن ٻارن تائين نہ پهچي، ورنہ جنگ جو سڄو تڏو ويڙهجي ويندو. عمرو بن سعد جي آواز تي ڇڙوڇڙ ٿيل فوج هڪ دفعو وري اچي گڏ ٿي ۽ تيراندازن عباس علمدار عليہ السلام مٿان تيرن جو وسڪارو لائي ڏنو. غازي عباس علمدار عليہ السلام جي پوري ڪوشش اها هئي تہ ڪنهن بہ صورت ۾ اهلبيت جي تنبن تائين پاڻي پهچي وڃي.

جنگ جي انهيءَ اهم ترين ۽ نازڪ موڙ تي حضرت عباس عليہ السلام کي ٽن قسمن جي ذميوارين جو احساس هيو: پهريون مشڪ ۾ ڀريل پاڻيءَ جي حفاظت. عَلم جي وقار جي لاءِ ان جي سربلندي کي قائم رکڻ ۽ ٽيون تيرن جي لاڳيتي وسڪاري ۾ دشمنن سان ويڙهہ. ڪيترو سخت ترين ۽ ڏکيو مرحلو هيو! پر سندن بي مثال جرئت ۽ شجاعت جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي. پاڻ انهيءَ حالت ۾ بہ اهڙا حملا ڪيائون، جنهن سان شجاعت، دليري، سورهيائي ۽ وفاداريءَ جي هڪ نئين تاريخ مرتب ٿي.

اهو وقت بہ آيو جڏهن تيراندازن کين چئني ئي پاسن کان گهيري ورتو ۽ ان سان گڏ عمرو بن سعد جي لشڪر بہ کين گهيرو ڪري ورتو. جڏهن دشمنن جو گهيرو تنگ ٿيڻ لڳو تہ پاڻ بارگاهِ احديت ۾ دعا ڪيائون "پروردگار! مون کي حسين (عليہ السلام) تائين پهچاءِ تہ جيئن آءٌ ٻارن جي اڃ اُجهائي سگهان." پر مشيت الاهيءَ کي ڪجهہ ٻيوئي منظور هيو. انهيءَ وچ ۾ هڪ ڪميڻي حڪيم بن طفيل سندن ساڄي ٻانهن تي تلوار جو وار ڪيو ۽ سندن ٻانهن ڪلهي وٽان ڪپجي وئي. پاڻ هڪدم مشڪ کي کاٻي هٿ ۾ جهلي ورتائون ۽ ڪپيل ڪلهي سان ڪنڌ تي رکي علم کي بہ روڪيائون. زيد بن زرقا ملعون تلوار جي ڌڪ سان سندن کاٻي ٻانهن بہ ڪپي ڇڏي علي عليہ السلام جي بهادر پٽ مشڪ جي ڏوري ڏندن ۾ پڪڙي علم کي سيني سان روڪڻ جي اهڙي نموني سان ڪوشش ڪئي جيئن موتہ واري لڙائي ۾ سندن چاچي حضرت جعفر طيار رضي الله تعاليٰ عنہ جهنڊي جي حفاظت ڪئي هئي.

ہاتھوں کو کٹا کر دریا پر، عباس دلاور کہتے تھے،
جو تا قیامت سبز رہے، وہ بیج وفا کا بونا ہے.

حضرت عباس علمدار اڃا مشڪ ۾ علم کي سنڀاليو ئي هيو تہ ايتري ۾ تميم قبيلي جي هڪ لعنتي سندن مٿي مبارڪ تي گرز جو وار ڪيو ۽ ان سان گڏ هڪ تير مشڪ کي بہ اچي لڳو جنهن ڪري مشڪ مان پاڻي هارجي ويو.

حضرت عباس کی کوشش کہ میں پہنچادوں آب،
تیر کو یہ ضد کہ مشکیزہ میں پانی رہ نہ جائے.

سندن آس ٽٽي پئي ۽ ان کان پوءِ گهوڙي تي پاڻ سنڀالي ڪونہ سگهيا ۽ امام حسين عليہ السلام کي سڏ ڪيائون ”آقا! پنهنجي غلام جي سار لهو. آقا حسين! منهنجي مدد لاءِ پهچو.“

حضرتِ عباس علمدار عليہ السلام جو سڏ ٻڌي امام حسين عليہ السلام ٽڏو ساهہ ڪنيو ۽ بي اختيار اوچنگارون ڏيئي روئڻ لڳا. تڪڙو ڊوڙندا ڀاءُ جي لاش وٽ پهتا. ڏٺائون تہ عباس عليہ السلام زخمن کان چور چور آهن. سندن ٻئي ٻانهون ڪپيل آهن. پيشاني ٽٽي چڪي آهي ۽ اکين ۾ تير پيهي ويل آهن. ”هاشمين جو چنڊ“ زمين تي آخري پساهہ کڻي رهيو هيو. امام حسين عليہ السلام عباس عليہ السلام جي سيراندي کان ويهي رهيا. سندن اکين مان تير ڪڍيائون. ان جي منهن مبارڪ کي عبا جي پلئہ سان صاف ڪيائون ۽ فرمايائون ”ڀاءُ! تنهنجي شهادت سان منهنجي چيلهہ ڀڄي پئي. منهنجون ٻانهون شل ٿي ويون. توهان کان پوءِ منهنجي اچڻ جوبہ وارو آهي. جيڪڏهن دل ۾ ڪا خواهش هجي تہ ٻڌايو.“

حضرت عباس عليہ السلام پورجنديڙ اکڙين سان آخري ڀيرو امام حسين عليہ السلام جي چهري مبارڪ جي زيارت ڪئي ۽ هيٺي آواز ۾ عرض ڪيائين ”آقا! منهنجي رڳو اها خواهش آهي تہ منهنجي لاش کي تنبوءَ ۾ نہ کڻي وڃجو نہ تہ مون کي معصوم سڪينہ کان شرمندگي ٿيندي“

انهن جملن سان گڏ سندن روح سندن جسم مبارڪ کان ڌار ٿي

ويو. سندن جسم مبارڪ اهڙيءَ طرح ڀڄي ۽ چچرجي ويو هيو جو سندن لاش کي کڻڻ محال هو وري سندن وصيت بہ رڪاوٽ بڻي،ان ڪري امام عليہ السلام کين ان ئي جاءِ تي ڇڏيو، خالي عَلَم کي کڻي تنبن ۾ آيا تہ ڪهرام مچي ويو. امام عليہ السلام عَلَم زينب سلام الله تعاليٰ عليها حوالي ڪيو ۽ فرمايو:

”ڀيڻ! هي علم وڌائي ڇڏ. هاڻي ان جو علمدار نہ رهيو.“

## امام حسين عليہ السلام جي شهادت

عباس علمدار عليہ السلام جي شهادت کان پوءِ ڪوبہ اهڙو شخص ڪونہ بچيو هيو جيڪو هاڻي جهاد لاءِ اڳتي وڌي. پاڻ حرم جي تنبن ۾ آيا ۽ پرديدار پاڪ بيبين کان موڪلائيندي فرمايائون:

”اي ڀيڻ زينب! اي ام ڪلثوم، اي رقيہ، اي رباب، اي سڪينہ، ۽ اي منهنجي امڙ جي عظمت واري ٻانهي فضہ! توهان سڀني کي هن غريب حسين (عليہ السلام) جوآخري سلام ۽ بس. هاڻي خدا توهان جو حافظ ۽ ناصر.“

انهن جملن سان اهلِ حرم ۾ ڪهرام مچي ويو. ٿوري دير کان پوءِ اهو روڄ راڙو ختم ٿيو تہ پاڻ پنهنجي جان نثار ڀيڻ زينب سلام الله تعاليٰ عليها ڏانهن ڏٺائون ۽ فرمايائون:

”اي ڀيڻ زينب! مون کان پوءِ مصيبتن ۽ تڪليفن جي راهن ۾ صبر ۽ برداشت کان ڪم ونجانءِ. پنيءَ تي ڇهبڪ لڳن يا مٿن تان چادرون کسجن تہ اُف نہ ڪجانءِ. رسين سان ٻڌجو تہ فرياد نہ ڪجانءِ. قيدين جو قافلو تنهنجي حوالي آهي ۽ هاڻي يتيمن جي تون ئي نگهبان آهين.“

پوءِ پنهنجي بيمار ٻچڙي حضرت علي (زين العابدين) عليہ السلام کي غشيءَ مان سجاڳ ڪيائون ۽ فرمايائون:

”پٽ! مون کان پوءِ تون امام آهين ۽ اسلام جي ٻيڙيءَ جو سنڀاليندڙ آهين. خدا جي رسول جي محنت، علي المرتضيٰ جو ايثار ۽ منهنجي قرباني اجائي نہ وڃي. هي ظالم تنهنجي هٿن ۾ هٿڪڙيون، پيرن ۾ ڏنڊابيڙيون ۽ ڳچيءَ ۾ لوهي ڳٽ پارائي توکي ڪربلا مان ڪوفي ۽ ڪوفي کان شام تائين قيدي بڻائي وٺي ويندا. تون صبر ڪجانءِ ۽ حق جي تبليغ کان غافل نہ ٿجانءِ.“

ان کان پوءِ پاڻ ڦاٽل پراڻا ڪپڙا گهرايائون ۽ انهن مان هڪ يمني چادر ڪٽي ان کي هر هنڌان ڦاڙيائون ۽ لباس هيٺان پاتائون. شايد ان ڪري ته جڏهن شهادت کان پوءِ لباس جي ڦرلٽ ڪئي وڃي ته اها پراڻي چادر جسم تي رهجي وڃي. پاڻ هڪ ڀيروري سڪينه کي سيني سان لاتائون ۽ پيشانيءَ تي چمي ڏنائون. پوءِ ٻاهر آيا. پيڙ رڪاب جهليو گهوڙي تي سوار ٿيا ۽ جنگ جي ميدان ڏانهن هليا ويا.

امام حسين عليه السلام دشمن ڏانهن وڌي رهياهيا. ڪربلا جي زمين پيارن جي رت ۾ ٻڏي پئي هئي. يار دوست، ياءَ ياڻنيا، پاٽج ۽ پٽ ڪنڌ ڪپايون گهوڙن جي سنبن سان چچريا پيا هئا. هڪڙي پاسي ظالم درندا لوهي ديوار ٺٽيا بيٺا هيا. ٻئي پاسي لتاڙيل انسانيت مٽي ۽ رت ۾ ليٽڙي پئي هئي. درياءَ جي ڪنڌي کان ڪجهه قدم پري عباس علمدار عليه السلام ٻئي ٻانهون ڪپرايون پيا هيا. هو هڪڙي رات جو نئون گهوٽ قاسم بن حسن عليه السلام کهڙي شان سان ستو پيو هيو.

امام عليه السلام دل ۾ ٻرندڙ باهه تي قابو پائڻ لاءِ ٻنهي هٿن سان گهوڙي جي مُشڪن کي پڪڙيو ۽ ان تي نِوڙي ڊگها ساهه کڻڻ لڳا. جوان پٽ جي لاش تي نظر پين ته دنيا اونداهي ٿي وئي. بدن مان روح نڪرڻ لاءِ ڦڙڪڻ لڳو. ڊچندي ڊچندي واريءَ جي انهي ننڍڙي ڍير کي ڏٺائون جتي ڇهن مهينن جي گل معصوم علي اصغر کي دفنايو هئائون ۽ دانهن نڪري وين.

”اي الله سائين! اسان ڇو بچي وياسين. قيامت ۾ اجا ڪيتري دير آهي؟“

دل مان اها صدا نڪتن ”حسين! هي امتحان جو وقت آهي. اجا ڪيترن مرحلن مان گذرڻو پوندو.“

دشمن جي فوج جڏهن خدا جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي ڏوهٽي کي اڪيلو ٿي اڪيلو ميدان ۾ ايندي ڏٺو ته انهن تي هڪڙي جنوني ڪيفيت طاري ٿي وئي. امام عليه السلام جي پنيان سڄ رت جي هڪڙي ڍِگ وانگر ٻڏي رهيو هيو. اهو ظالمن جي اکين ۾ پنهنجي آخري ڪرٽن جا تير هٽي انهن کي انڌو ڪرڻ لاءِ جميو بيٺو هيو. فرات جون ڇوليون بيوسي مان ڪناري سان مٿو هٽي رهيون هيون. ان جي ڪنارن تي لوهه پاتل فوجين تالو هٽي ڇڏيو هو.

امام حسين عليہ السلام ميدان ۾ پهتا تہ هڪدم طبل وڄڻ لڳا. بجليون ڪڙڪڻ لڳيون. هٿ تلوارن جي منين ڏانهن وڌيا. ڪريل جهنڊا ايا ٿي ويا. پڇندڙ ٺهندڙ بي لغام گهوڙن تي هنٽر وسڻ لڳا. ڍالن جون قطارون وري سڌيون ٿيڻ لڳيون. نيزا بردارن ۽ بڙڇي بردارن جون صفون مضبوط ٿيڻ لڳيون. مخالف فوجن جو سمنڊ امام حسين عليہ السلام ڏانهن وڌيو پر هڪڙي ئي دڙڪي دشمنن جي انهيءَ اڳتي وڌڻ کي پنهنجي جاءِ تي روڪي ڇڏيو. پوءِ پاڻ فرمايائون:

”ڇا، توهان ماڻهو منهنجي قتل لاءِ گڏ ٿيا آهيو. خدا جو قسم! منهنجي مرڻ کان پوءِ توهان هن ڊرتيءَ تي خدا جي ڪنهن بہ ٻانهي کي قتل ڪونہ ڪندو جنهن جو قتل الله تعاليٰ کي ايتري سخت غضب ۾ آڻي. خدا جو قسم! مان پنهنجي پالڻهار کان اميد ٿو ڪريان تہ انهيءَ ذلت جي بدلي ۾ جيڪا مان توهان جي هٿان سهان ٿو مون کي عزت ئي ڏيندو ۽ توهان کان اهڙين انتقام وٺندو جنهن جو توهان کي وهم ۽ گمان بہ نہ آهي. خدا جو قسم! جيڪڏهن توهان مون کي قتل ڪندو تہ الله تعاليٰ جيڪو قهار بہ آهي، توهان کي سزا توهان جي ئي هٿاران ڏيندو تہ جيئن توهان پنهنجو خون وهايو ۽ ايتري تائين راضي ڪونہ ٿيندو جيستائين دردناڪ عذاب کي توهان تي ٻيڻو نہ ڪري ڇڏي.

”مون پنهنجو فرض پورو ڪري ڇڏيو. توهان کي دوزخ جي عذاب ۽ زمين و آسمان جي سزا کان بچائڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي. جيڪڏهن توهان کي منهنجو ئي سِر کپي تہ اهڙين آسانيءَ سان حاصل ڪري ڪونہ سگهندا. توهان مان منهنجي مقابلي ۾ ڪير ٿو اچي؟“

اهڙين چئي امام حسين عليہ السلام ٿڌو ساهہ کنيو ۽ جهڪي ذوالجناح کي چمي ڏئي ٿڦڪي هنيائون ”دوست وقت سِر تي اچي ويو.“

شمر ۽ ابن سعد سمجهي رهيا هيا تہ شينهن ٿڪجي ويو آهي. مگر جڏهن شهسوارن مٿان شهسوار ڪنجڻ لڳا تہ هوش گم ٿي وين. حسين عليہ السلام جي تلوار هئي جڻ قهري وڄ! قهر ۽ غضب جي هڪڙي ندي هئي جنهن جو نہ انت هو نہ حد. تلوار هئي جڻ خدائي قهر. نيل درياءَ جي موجن بہ ڪڏهن اهڙو گجگوڙ ڪونہ ڪيو هوندو. رڻ پٽ جي زمين کي لاشن سان پريندي صاف نڪري ٿي وئي. دشمنن جو رت چوسي اچا وڌيڪ تيز ٿي

وئي. ڏار مڏي ٿيڻ جي بجاءِ جڻ سراڻ تي چڙهي وئي. بس، هڪڙي ڪنوڻ هئي جيڪا هڪ ئي وقت چئني طرفن ۾ ڪري رهي هئي.

امام حسين عليہ السلام تيزيءَ سان صفن کي چيريندا ٿي ويا. ذوالجناح کي بہ جلال اچي ويو هيو. اهو پنهنجي مالڪ جي جسم جو حصو ٿي ويو هو. امام عليہ السلام جي هر خيال سان گڏ چرپر ڪري رهيو هيو. ان کي جڻ وقت جي نزاڪت جو اندازو ٿي ويو هو. مگر ڪيستائين، آخرڪار دشمن جا حواس ٺڪاڻي اچي ويا. اڪيلي کي وڪوڙي ويا. بدبختن جي ٽولي تي هڪدم شيطان سوار ٿي ويو. زخمن سان چورچور ٿيل شينهن کي گدڙن چئني طرفن کان گهيري ۾ آڻي ڇڏيو.

ڪاري واريءَ جا ڪکر ڦيريون پائڻ لڳا. ڪربلا جو ميدان حشر جو ميدان ٿي ويو. تيرن جو مينهن وسڻ لڳو. ڪنهن بي رحم تلوار جو اهڙو وار ڪيو جو حسين عليہ السلام جي پٺڪي جا ور ڪپجي ويا. انهن جهُڪي ذوالجناح جي ڪنڌ تي مٿو رکي ڇڏيو. ذوالجناح جسم کي سڌو رکيون مالڪ کي مٿي ۽ رت مان ڪڍي وڃڻ لاءِ تڙپي رهيو هيو. پنهنجن سُنبن کان گرزن جو ڪم وٺي رهيو هيو.

ان کان پوءِ خدا جو حڪم پورو ٿيو ۽ امام حسين عليہ السلام جي قضا ۽ تقدير ۾ جيڪوڪجهہ لکجي چڪو هيو اهو پورو ٿيو. ها، امام حسين عليہ السلام اهڙي حالت ۾ شهيد ٿيا جڏهن سندن بدن مبارڪ تي ٽيٽيهہ نيزن ۽ چوٽيهہ تلوارن جا زخم هيا. سندن ڪبي ڪلهي کي تلوار سان ڪپي وڏائون ۽ ٻئي ڏڪ لڳڻ سان ياڻ زمين تي ڪري پيا.

اهو ڏسي عمرو بن سعد رڙ ڪئي تہ هاڻي ڇاجي دير پيا ڪريو؟ سسي ڪپي وٺو. امام حسين عليہ السلام جو سِر وڍڻ جي ڪنهن ۾ بہ جرئت ڪونہ ٿي ٿي. شمر لعين هڪدم اڳتي وڌيو ۽ خنجر ڪڍي امام عليہ السلام جي سيني مبارڪ تي چڙهي ويٺو. شمر جي بي رحمي کي ڏسي امام عليہ السلام فرمايو "اي شمر! مون کي ايترو موقعو ڏي تہ آءٌ ٽيپهري (عصر) جي نماز ادا ڪريان."

ان کان پوءِ امام حسين عليہ السلام پنهنجي سِر کي خالق حقيقي جي حضور ۾ سجدي لاءِ رکيو هوڏانهن شمر لعين سندن سِر مبارڪ کي پنئين پاسي کان ڪپي نيزي تي مٿي ڪنيو.

## شامِ غريبان

ڏک ۽ غم ۾ ٻڏل هيءَ اُها شام آهي جيڪا امام حسين عليہ السلام جي شهادت عظميٰ کان پوءِ ماتمي لباس پائي ڪربلا جي ميدان ۾ ظاهر ٿي. ڪربلا جي زمين لڏي وئي ۽ ڪائنات پڪاري اٿي:

ہو چکی شام غریباں لا الہ نیزے پہ ہے،
ایسا لگتا ہے کہ دین کبریا نیزے پہ ہے.

کربلا میں کی گئی ہے اس قدر بے حرمتی،
جا بجا بکھری پڑی ہیں آیتیں قرآن کی،
اِنّما زنجیر میں ہے ھل اتٰی نیزے پہ ہے.

موت جي ڇڪي جيڪا اڃا تائين چرين وانگر ڦري رهي هئي، جڏهن ان اهلبيت مان ڪنهن کي نہ ڏٺو جو اُها ان کي پيئنهي ڇڏي تہ ڦرڻ کان بيهي وئي. تلوارون بہ مياڻن ۾ رکجي ويون. شهيدن جا لاش زمين تي پيا هيا. فوجين سامان ۽ انن کي ڦرڻ لٽڻ شروع ڪيو. اها حالت هئي تہ عورتن جي مٿي تان چادرون بہ کسي ورتائون. ان کان پوءِ شهيدن جي جسمن تي گهوڙا ڊوڙايا ويا.

ڏهين محرم سن 61 هجري جو سج انهي حالت ۾ لٿو هيو تہ ڪربلا جي زمين رت ۾ ڳاڙهي هئي ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ٻچڙن جي پاڪ جسمن جا پاڪ ٽڪڙا زمين تي ڪنڊڙيا پيا هيا ۽ سندن ڪپيل سِر نيزن تي ايا ٽيل هيا.

ہو رہے ہیں اب محمدؐ کے نواسے پر ستم،
یا خدا رہ جائے بس تیری خدائی کا بھرم،
خلقتِ کون و مکاں کا آسرا نیزے پہ ہے۔

گر رہا ہے اس لئے نیزے سے سر عباس کا،
کس طرح دیکھے قیامت کا یہ منظر با وفا،
بے ردا زینب ہے، زینب کی ردا نیزے پہ ہے۔

چنڊ ڪڪرن مان نڪتو ۽ زمين تي هلڪي روشني وڌائين ۽ ان جي چانڊوڪيءَ ۾ حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها ڪجهه ٻارن ۽ انهن عورتن جي هڪڙي جماعت سان گڏ ڏسڻ ۾ تي آئي، جن جا وارث شهيد ڪيا ويا هيا. ۽ اهي شهيدن جي غم ۾ روئي رهيا هيا. اهي سڳوريون پنهنجن مردن جي لاشن ويجهو ويهي ياته پنهنجن پيارن جو هٿ يا پنهنجي مهربان مڙس جو ڪلهو يا پنهنجي ڪنهن مائٽ يا پاءُ جو پيير تلاش ڪري رهيون هيون.

انهن کان ٿورو پري ابن زياد جو لشڪر ڪوڙ ڪُتڻ ۽ شراب پيئڻ ۾ مشغول هيو ۽ ٻتيءَ جي روشني ۾ انهن سِرن کي جيڪي ڪپيا ويا هيا ڳڻي رهيا هيا ۽ ان مال کي جيڪو لٽيو هئائون، پاڻ ۾ ورهائي رهيا هيا.

اِنا لله و اِنا اليه راجعون و لعنت الله علي الظالمين.

